واحد بخش شيخ

# سنڌي ٻوليءَ جو صَرف ۽ نَحو

ڀاڱو پهريون



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو حيدرآباد سنڌ

# سنڌي ٻوليءَ جو صرف ۽ نحو

## (ٻيو ڀاڱو)

مصنف:
واحد بخش شيخ



سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو/حيدرآباد سنڌ
١٤١٠هه/١٩٨٩ع

چاپو ڇهريون ۱۹۸۹ع تعداد ۱۰۰۰



**قيمت: پنجاهہ روپيا**
**[Price: Rs. 50–00]**

ملڻ جو هنڌ:

سنڌي ادبي بورڊ جو بُڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.
فون نمبر ۲۴۲٦۴

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو سنڌ ۾ مئنيجر
ميان الله بچائي يوسف زئي ڇپيو ۽ مسٽر حبيب الله صديقي سيڪريٽري/
ڊائريڪٽر سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست



## ڀاڱو ٻيو



-

هي ڪتاب پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس،
اسلام آباد جي تعاون سان شايع ڪيو
ويو آهي.

# ١٢. زمان

فعل هميشه اسم يا ضمير بابت گذريل، هلندڙ يا ايندڙ وقت جي خبر ڏيندو آهي، تنهنڪري فعل جا مکيه يا بنيادي زمان ٽي مقرر ڪيا ويا آهن. اهي آهن:

١. مضارع
٢. ماضي
٣. مستقبل

مذڪور زمان بنيادي طرح مفرد آهن ۽ ٻيا زمان، جي انهن سان فعل معاون يا ٻئي ڪنهن فعل گڏڻ سان ٺهندا آهن، سي مرڪب زمان ليکجن ٿا.

**١. زمان مضارع** - اهو فعل، جنهن سان حال توڙي مستقبل جي معنيٰ نڪرندي هجي، تنهن جي زمان کي مضارع چئبو آهي. مضارع جي معنيٰ آهي: شريڪ يا مشابهت رکندڙ. هي فعل حال ۽ مستقبل ٻنهي سان لڳندو آهي، مثلاً: 'پڙهي' يا 'ڪري' زمان مضارع جا صيغا آهن، جن مان مراد آهي، ته هاڻي پڙهي يا ڪري، يا ايندڙ وقت ۾.
مضارع سان، گهڻو ڪري، امڪان يا خواهش جو مطلب نڪرندو آهي.

مضارع جي ترڪيب:

اصل فعل کي شخصي پڇاڙين گڏڻ سان زمان مضارع ٺهندو آهي. وضاحت يا تاڪيد لاءِ مضارع جي اڳيان ضمير منفصل استعمال ٿيندو آهي، ورنه عام حالت ۾ شخصي پڇاڙيون ڪم آڻبيون آهن. مضارع جي مطلق صورت ۾ مذڪر يا مؤنث جو فرق نه هوندو آهي، مثلاً:

| | واحد مذکر ۽ مؤنث | جمع مذکر ۽ مؤنث |
|---|---|---|
| متڪلم: | پڙهان (مان پڙهان) | پڙهون (اسان پڙهون) |
| حاضر: | پڙهين (تون پڙهين) | پڙهو (توهان پڙهو) |
| غائب: | پڙهي (هُو يا هُوءَ پڙهي) | پڙهن (هُو يا آهي پڙهن) |

مضارع جون صورتون:

١. اصل فعل جو پويون حرف جيڪڏهن 'و' هوندو ته مضارع جي صيغي ۾ اهو 'و' مٽجي همزه 'ء' جي صورت ۾ وٺندو آهي، مثلاً: اصل فعل 'چو يا چؤ' جو گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | چوان، چئان | چئون |
| حاضر: | چوين، چئين | چئو |
| غائب: | چوي، چئي | چون، چئن |

٢. اصل فعل جو پويون حرف، جيڪڏهن همزه 'ء' هوندو ته مضارع جي متڪلم واحد جمع ۽ حاضر جمع جي صيغن ۾ اهو مٽجي 'ي' جي صورت وٺندو آهي، مثلاً: اصل فعل 'ٻڌاءِ' جو گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | ٻڌايان | ٻڌايون |
| حاضر: | ٻڌائين | ٻڌايو |
| غائب: | ٻڌائي | ٻڌائن |

٣. اصل فعل جو پويون حرف، جيڪڏهن 'ي' هوندو، ته مضارع جي صيغي ۾ اهو مٽجي همزه 'ء' جي صورت به وٺندو آهي، مثلاً: اصل فعل 'ڏي' جو گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | ڏيان، ڏئان | ڏيون، ڏئون |
| حاضر: | ڏين، ڏئين | ڏيو، ڏئو |
| غائب: | ڏي، ڏئي | ڏين، ڏئن |

٤. 'ڪرڻ' مصدر جي اصل فعل جو پويون حرف 'ر' مضارع جي متڪلم واحد، جمع ۽ حاضر جمع جي صيغن ۾ منجهي 'ي' ۾ تي پوندو آهي، پر غائب جمع ۾ حذف ٿي ويندو آهي. گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | ڪريان، ڪيان | ڪريون، ڪيون |
| حاضر: | ڪرين | ڪريو، ڪيو |
| غائب: | ڪري | ڪن |

٥. فعل معطوفيءَ جي پٺيان 'سگهڻ' مصدر جو مضارع استعمال ڪبو آهي، مثلاً:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | لکي سگهان | لکي سگهون |
| حاضر: | لکي سگهين | لکي سگهو |
| غائب: | لکي سگهي | لکي سگهن |

٦. اسم مفعول يا اسم حاليہ جي پٺيان 'هئڻ' مصدر جو مضارع آڻبو آهي، مثلاً:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | لکيو هجيم | لکيو هجئون، هجيئون |
| حاضر: | لکيو هجئي، هجيئي | لکيو هجيو |
| غائب: | لکيو هجي | لکيو هجين |
| متڪلم: | ڪندو هجان | ڪندا هجون |
| حاضر: | ڪندو هجين | ڪندا هجو |
| غائب: | ڪندو هجي | ڪندا هجن |

٧. مضارع جي صورت ۾ مرڪب فعل بہ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم: | ڏسي اچان | ڏسي اچون |
| حاضر: | ڏسي اچين | ڏسي اچو |
| غائب: | ڏسي اچي | ڏسي اچن |

| | | |
|---|---|---|
| متڪلم: | ويٺو رهان | ويٺا رهون |
| حاضر: | ويٺو رهين | ويٺا رهو |
| غائب: | ويٺو رهي | ويٺا رهن |
| متڪلم: | گهمندو وتان | گهمندا وتون |
| حاضر: | گهمندو وتين | گهمندا وتو |
| غائب: | گهمندو وتي | گهمندا وتن |

زمان مضارع جو استعمال:

"پرين تنهنجي گهاءِ، جي **مران** ته مانُ **لهان**."
(شاهه: ڪلياڻ)

"دانهون **ڪن** درياهه جون اونهي جا آگاهه،
سونَهن جي صلاح، وڃ ته وير لنگهي **وڃين**."
(شاهه: سريراڳ)

"**ڪامان پچان پچران ٻران ۽ ٻڙڪان،**
ڪاري ڪارونڀار ۾ واڳون جيئن **وڙڪان**،
لهرين ۾ **لڙڪان**، ساهڙ رسج سير ۾."
(شاهه: سهڻي)

"سگها محب **ملو**، ته اونهي منجهان **اڪران**."
(شاهه: سهڻي)

"مون کي سڪ ساهڙ جي، سر محبت منجهه **مران**،
وڃان ڪيئن **وران**، ڪنڌيءَ منهنجو ڪارڻي."
(شاهه: سهڻي)

"**اچين** جي پرڀات، ته آءٌ سيءَ نه **ساريان**."
(شاهه: سارنگ)

"**وڃين** چو وڻڪار، هت نه **ڳولئين** هوت کي."
(شاهه: سسئي)

"ونـدر جـي **وڄن**، سـي مر **ٻڌن** سند را،
ٻيون ڪوهه **ٻڌن**، ڇوڙي جي ڇڏيند يون."
(شاهه: سسئي)

"ڪنڌا مـون پيرن ۾ تـوڻـي لـڪ **لڳن**،
آگـر آڳـوڻـي نـه **هڙي**، ڇپون پير **ڇهن**،
ويندي ڏانهن پـرين، جتي ذات نـه **پاڇيان**."
(شاهه: معذوري)

"ڏونگر ڏکـ سنداءِ، پرينءَ **گڏجان** تـه **چوان**."
(شاهه: ڪوهياري)

"**ٻچن** سي **پسن**، جڏهن تڏهن پرينءَ کي
ڏوريـنـديـون **ڏسن**، اگـڻ عجيبن جـا."
(شاهه: حسيني)

"وير لڳاءِ مَ وير، وڃي ڏي تـه **وڃي وڃان**."
(شاهه: سورٺ)

"مٺيو **وجهان** مچ ۾، هـائـيءَ **هڻان** هار،
**پري** جـي پڻار، تـه ميريـائـي مان **لهان**."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"تون پارس آءٌ لوهه، جي **سڃين** ته سون **ٿيان**."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"واجهائـي وطن ڪي، سـاري سـاهه **ڏيـان**،
ميائي **جيان**، جـي **وڃي** مڙهه ملير ڏي."
(شاهه: مارئي)

*"پـکـيڙا **ٻويانءِ**، لـڙهـو موتـن موڙ ۾،
آءٌ اڏامـي اوڏڙو، جـهـولـيءَ ۾ **جهويانءِ**،

---

* هن بيت ۾ مضارع ضمير متصل سان گڏ استعمال ٿيل آهي.

سـپ ڪنپ ڪنوريءَ ۾، لاڪيٽا **لوياڻءَ**،
سڄر پر **سوياڻءَ**، هڪ هڪ ڪري هٿن سين."
(سچل: مالڪوس)

زمان مضارع مان يا ان جي مدد سان ٺهندڙ زمان:

١. زمان حال يا حال استمراري
٢. زمان حال مدامي
٣. زمان حال متشڪي يا احتمالي
٤. زمان حال امڪاني
٥. زمان حال التزامي

**١. زمان حال يا حال استمراري:-** اهو زمان، جو هلندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جي جاري ٿيڻ يا هجڻ جي خبر ڏئي، تنهن کي زمان حال يا حال استمراري چئبو آهي. مضارع جي پٺيان 'ٿيڻ' يا 'پوڻ' مصدر جو معاون فعل گڏڻ سان يا ٻنهي مصدرن جا معاون فعل گڏ استعمال ڪرڻ سان زمان حال يا حال استمراري ٺهندو آهي، مثلاً:

لکان ٿو، لکان ٿو پيو
ڏسين پيو، ڏسين ٿو پيو
ڳائي ٿو، ڳائي ٿو پيو
پڙهن پيا، پڙهن ٿا پيا.

حال استمراريءَ کي جدا زمان ڪري به ليکيو ويندو آهي، جنهن جي ترڪيب ۾ مضارع سان 'پوڻ' مصدر جو معاون فعل مخصوص ڪبو آهي، جنهن مان استمرار جي معنيٰ ظاهر ٿيندي آهي، پر چاڪاڻ ته ٻنهي زمانن - حال ۽ استمراري- ۾ ڪو خاص فرق ڪونه آهي، تنهنڪري ٻنهي جي ترڪيبي صورت ساڳي ڏيکاري وئي آهي.

زمان حال، مستقبل جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿيندو آهي، مثلاً: 'تون هل ته مان **اچان ٿو**' هن جملي ۾ 'اچان ٿو' فعل جو مطلب آهي، ته هاڻي (توسان گڏجي) **نٿو** هلان، پر پوءِ ايندس. هتي فعل جو اجراء، تڏ ي تي نه، پر **ايندڙ** وقت ۾ ٿئي ٿو.

معاون فعل، مضارع جي اڳيان به ايندو آهي، مثلاً: 'هو ٿو لکي ۽ آءٌ ٿو پڙهان.' انڪاري معنيٰ جي حالت ۾ معاون فعل، گهڻو ڪري، مضارع جي اڳيان ئي اٿبو آهي، مثلاً: 'هو نٿو مڃي'، 'آهي نٿا اچن' وغيره.

شعر ۾ معاون فعل بعضي حذف ٿيل هوندو آهي. نثر ۾ به جڏهن فعل جي اڳيان ضمير استفهام 'ڇا' يا ظرف 'ڄان' ايندو آهي ته معاون فعل ڪري پوندو آهي، مثلاً: 'ڇا ڪريان'، 'ڄان ڏسان' وغيره.

زمان حال يا حال استمراريءَ جو گردان:

(فعل معروف):

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متڪلم: | ڏسان ٿو، پيو | ڏسون ٿا، پيا | ڏسان ٿي، (١) پيئي | ڏسون ٿيون، (٢) پيئون |
| حاضر: | ڏسين ٿو، پيو | ڏسو ٿا، پيا | ڏسين ٿي، پيئي | ڏسو ٿيون، پيئون |
| غائب: | ڏسي ٿو، پيو | ڏسن ٿا، پيا | ڏسي ٿي، پيئي | ڏسن ٿيون، پيئون |

(١)، (٢) مؤنث جي واحد ۽ جمع جي صيغي ۾ فعل معاون 'پيئي' ۽ 'پيئون' جي مخفف صورت 'پئي' ۽ 'پيون' به استعمال ٿيندي آهي.

(فعل مجھول):

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متڪلم: | سڏجان ٿو، پيو | سڏجون ٿا، پيا | سڏجان ٿي، پيئي | سڏجون ٿيون، پيئون |
| حاضر: | سڏجين ٿو، پيو | سڏجو ٿا، پيا | سڏجين ٿي، پيئي | سڏجو ٿيون، پيئون |
| غائب: | سڏجي ٿو، پيو | سڏجن ٿا، پيا | سڏجي ٿي، پيئي | سڏجن ٿيون، پيئون |

زمان حال يا استمراريءَ جو استعمال:

”مون کي **ٿيون مارين**، لونهان لهارن جون.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”سودي ڪي سوال **ڪريان ٿي** قرب جو.“
(شاهه: مومل راڻو)

”آديسي اٿي ويا، **ڏيئي اڌاهي** رک.“
(شاهه: رامڪلي)

”سهم **ڏسان ٿي** سومرا، پرينءَ ري **ڏيئي**.“
(شاهه: مارئي)

”ساريو سانيڙن کي **ٿي سڏون ڏئي** سهس.“
(شاهه: مارئي)

”پنهنجو تماشو پاڻ **ڏسي ٿو**، صورت منجهه سلطان.“
(سچل: آسا)

”سڪ هچيءَ ڪان ڪونڪو، سبق سور **سڪن**(١)،
اکر **لکن**(٢) نہ دل تي، **ٿا** ڪاغذ ڪارا **ڪن**.“
(سچل: آسا)

---

**(١)، (٢) هنن مثالن ۾ ڏنل زمان حال جي فعلن ۾ معاون فعل حذف ٿيل آهي.**

”آسروند **آهين**، روجهون راڻيون رڻ ۾،
اپيون **ڏيون** اپ کي، **ٿيون** واڙيون **واجهائين**،
رڙيون ڪري رڻ ۾، **ٿيون** بوندون **برسائين**.“
(سچل: پهاڙي)

”چگيءَ طرح چئي، **ٿي مڃان** مارو ڙن ڏي.“
(سچل: ڪنڀات)

”ڏاهو چڙهي ڏار تي، **ٿو ڏٺي** ڏوراپا.“
(سچل: مالڪوس)

”**ٻهڄائين** پيغام **ٿو**، پريان جي پارون.“
(سچل: مالڪوس)

**٢- زمان حال مدامي:** اهو زمان، جو هلندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جي هميشه جاري رهڻ جي خبر ڏئي، تنهن کي زمان حال مدامي چئبو آهي. حال مداميءَ کي فقط حال به چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته فعل جو تعلق هلندڙ وقت سان آهي، پر فعل جي دوامي صورت خاطر ان کي الڳ فعل قرار ڏنو ويو آهي.

اسم حاليه جي پٺيان 'هئڻ' مصدر جو مضارع آڻڻ سان زمان حال مدامي جڙندو آهي، مثلاً: لکندو آهيان، پڙهندو آهي وغيره. گردان هيٺ ڏجي ٿو:

(فعل معروف) :

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متڪلم: | لکندو آهيان | لکندا آهيون | لکندي آهيان | لکنديون آهيون |
| حاضر: | لکندو آهين | لکندا آهيو | لکندي آهين | لکنديون آهيو |
| غائب: | لکندو آهي | لکندا آهن | لکندي آهي | لکنديون آهن |

(فعل مجهول) :

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڪُٽبو آهيان | ڪُٽبا آهيون | ڪُٽبي آهيان | ڪُٽبيون آهيون |
| حاضر: | ڪُٽبو آهين | ڪُٽبا آهيو | ڪُٽبي آهين | ڪُٽبيون آهيو |
| غائب: | ڪُٽبو آهي | ڪُٽبا آهن | ڪُٽبي آهي | ڪُٽبيون آهن |

زمان حال مداميءَ ۾ مکيہ فعل فاعل سان جنس ۽ عدد ۾ موافقت رکندو آهي، پر فعل معاون، جو مضارع جي صورت ۾ آهي، مذکر توڙي مونث ۾ ساڳيو رهندو آهي ۽ فقط عدد ۾ ڦرندو آهي، جيئن هيٺ ڏنل گردان مان ظاهر آهي.

زمان حال مداميءَ جو استعمال:

منهنجو دوست هميشه مون کي خط **لکندو آهي**.

استاد ٻارن کي هر روز نئون سبق **ڏيندو آهي**.

کي ماڻهو رات جو سمهڻ وقت ننڍ جون گوريون **کائيندا آهن**.

منهنجي ماءُ مون کي نصيحت ڀريون ڳالهيون **ٻڌائيندي آهي**.

گهڻا ماڻهو شام جو گڏ ٿي ڪچهري **ڪندا آهن**.

ڳوٺ جون عورتون گڏجي پاڻي ڀرڻ **ويندڙيون آهن**.

ماڻڪ ڪان ٻاهر وڃڻ لاءِ هوائي جهاز ۾ سفر **ڪبو آهي**.

اڄ ڪلهہ لڙائيءَ ۾ بم استعمال **ڪما ويندا آهن**.

زمان حال مداميءَ مان اهڙو مطلب بہ نڪرندو آهي، جنهن ۾ ڪلي حقيقت بيان ڪيل هوندي آهي ۽ جنهن جو اطلاق نہ فقط حال ۾، پر هر زماني ۾ ٿيندو آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

بهادر انسان مشڪلات کي صبر سان منهن **ڏيندو آهي**.

گلاخور ماڻهو هرهنڌ خوار **هوندو آهي**.

سياري ۾ سيءَ ۽ سانوڻ ۾ مينهن گهڻو **پوندو آهي**.

'سيڪ اتي **ايندو آهي**، جتي باهہ **ٻرندي آهي**.'

'ٻڪ ۾ بصر بہ مٺا **لڳندا آهن**'.

**اڄ لڳندي آهي تہ پاڻي ڀڻڀو آهي.**

**٣. زمان حال متشڪي يا احتمالي.** اهو زمان، جنهن مان هلندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جي جاري هجڻ بابت شڪ يا گمان ظاهر ٿئي، تنهن کي زمان حال متشڪي يا احتمالي چئبو آهي. اسم حاليہ جي پٺيان 'هئڻ' مصدر جو مستقبل آڻڻ سان زمان حال متشڪي ٺهندو آهي، مثلاً: 'ايندو هوندو' ۽ 'ويندا هوندا' وغيره.

**گردان:**

**(فعل معروف):**

| | مذڪر: واحد | مذڪر: جمع | مؤنث: واحد | مؤنث: جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڪندو هوندس | ڪندا هونداسون، هونداسين | ڪندي هوندسَ، هونديسَ | ڪنديون هونديونسون، هونديونسين |
| حاضر: | ڪندو هوندين | ڪندا هوندؤ | ڪندي هوندينءَ | ڪنديون هوندؤ، هونديؤ |
| غائب: | ڪندو هوندو | ڪندا هوندا | ڪندي هوندي | ڪنديون هونديون |

**(فعل مجهول):**

| | مذڪر: واحد | مذڪر: جمع | مؤنث: واحد | مؤنث: جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | سڏبو هوندس | سڏبا هونداسون، هونداسين | سڏبي هوندسَ، هونديس | سڏبيون هونديونسون، هونديونسين |
| حاضر: | سڏبو هوندين | سڏبا هوندؤ | سڏبي هوندينءَ | سڏبيون هوندؤ، هونديؤ |
| غائب: | سڏبو هوندو | سڏبا هوندا | سڏبي هوندي | سڏبيون هونديون |

اسم حاليہ جي پٺيان 'هجڻ' مصدر جو مضارع آڻڻ
سان ۽ زمان حال متشڪي يا احتمالي ٺهندو آهي؛ پر اهڙي
حالت ۾ جملي ۾ گهڻو ڪري 'شايد' يا 'متان' لفظ استعمال
ٿيندو آهي، مثلاً: 'شايد پڙهندو هجي'، 'متان ايندا هجن' وغيره.
گردان:

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متڪلم: | چوندو هجان | چوندا هجون | چوندي هجان | چونديون هجون |
| حاضر: | چوندو هجين | چوندا هجو | چوندي هجين | چونديون هجو |
| غائب: | چوندو هجي | چوندا هجن | چوندي هجي | چونديون هجن |

زمان حال متشڪيءَ جو استعمال:

ڪمري ۾ بتي ٻري ٿي، ضرور ڪو **جاڳندو هوندو**.
ڪهڙي نه ٿڌي هوا ٿي لڳي، شايد ڪٿي مينهن **وسندو هوندو**.
ٻار ماءُ کي نه ڏسي **روئندا هوندا**.
هن جي پٺيان نه وڃ، شايد هو **ايندو هجي**.
آهستي ڳالهاءِ، متان ڪو آرام **ڪندو هجي**.
ڪهڙي خبر، انهيءَ نالي سان ٿي **سڏبو هجي**.
ٿي سگهي ٿو، ته اهو ڪلام ائين **ڳائبو هجي**.

٤. **زمان حال امڪاني**- اهو زمان، جنهن مان هلندڙ
وقت ۾ ڪنهن ڪم ٿيڻ جو امڪان ظاهر ٿئي، تنهن کي
زمان حال امڪاني چئبو آهي.

فعل معطوفيءَ جي پٺيان 'سگهڻ' مصدر جو زمان حال،
حال مدامي يا حال متشڪي آڻڻ سان زمان حال امڪاني
ٺهندو آهي، مثلاً: 'ڪري سگهي ٿو'، 'تري سگهندو آهي' ۽
'چڙهي سگهندو هوندو' وغيره.

گردان:

(فعل معروف):

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڪري سگهان ٿو | ڪري سگهون ٿا | ڪري سگهان ٿي | ڪري سگهون ٿيون |
| حاضر: | ڪري سگهين ٿو | ڪري سگهو ٿا | ڪري سگهين ٿي | ڪري سگهو ٿيون |
| غائب: | ڪري سگهي ٿو | ڪري سگهن ٿا | ڪري سگهي ٿي | ڪري سگهن ٿيون |
| متڪلم: | ڪري سگهندو آهيان | ڪري سگهندا آهيون | ڪري سگهندي آهيان | ڪري سگهنديون آهيون |
| حاضر: | ڪري سگهندو آهين | ڪري سگهندا آهيو | ڪري سگهندي آهين | ڪري سگهنديون آهيو |
| غائب: | ڪري سگهندو آهي | ڪري سگهندا آهن | ڪري سگهندي آهي | ڪري سگهنديون آهن |

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڪري سگهندو | ڪري سگهندا | ڪري سگهندي | ڪري سگهنديون |
| | هوندس | هونداسون، | هوندس، | هونديونسيون، |
| | | هونداسين | هونديس | هونديونسين |
| حاضر: | ڪري سگهندو | ڪري سگهندا | ڪري سگهندي | ڪري سگهنديون |
| | هوندين | هوندؤ | هوندينءَ | هوندؤ، هونديؤ |
| غائب: | ڪري سگهندو | ڪري سگهندا | ڪري سگهندي | ڪري سگهنديون |
| | هوندو | هوندا | هوندي | هونديون |

(فعل مجهول)؛

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڏسجي سگهان ٿو، | ڏسجي سگهون ٿا، | ڏسجي سگهان ٿي، | ڏسجي سگهون ٿيون، |
| | ڏسي سگهجان ٿو | ڏسي سگهجون ٿا | ڏسي سگهجان ٿي | ڏسي سگهجون ٿيون |
| حاضر: | ڏسجي سگهين ٿو، | ڏسجي سگهو ٿا، | ڏسجي سگهين ٿي، | ڏسجي سگهو ٿيون، |
| | ڏسي سگهجين ٿو | ڏسي سگهجو ٿا | ڏسي سگهجين ٿي | ڏسي سگهجو ٿيون |
| غائب: | ڏسجي سگهي ٿو | ڏسجي سگهن ٿا، | ڏسجي سگهي ٿي، | ڏسجي سگهن ٿيون |
| | ڏسي سگهجي ٿو | ڏسي سگهجن ٿا | ڏسي سگهجي ٿي | ڏسي سگهجن ٿيون |

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڏسيي سگھبو آهيان | ڏسيي سگھبا آهيون | ڏسي سگھبي آهيان | ڏسيي سگھبيون آهيون |
| حاضر: | ڏسيي سگھبو آهين | ڏسيي سگھبا آهيو | ڏسيي سگھبي آهين | ڏسيي سگھبيون آهيو |
| غائب: | ڏسيي سگھبو آهي | ڏسيي سگھبا آهن | ڏسيي سگھبي آهي | ڏسيي سگھبيون آهن |
| متڪلم: | ڏسيي سگھبو | ڏسي سگھبا | ڏسي سگھبي | ڏسيي سگھبيون |
| | هوندُس | هونداسون، | هوندس، | هوند يونسون، |
| | | هونداسين | هوند يـس | هوند يونسين |
| حاضر: | ڏسيي سگھبو | ڏسيي سگھبا | ڏسيي سگھبي | ڏسي سگھبيون |
| | هوند ين | هونڊؤ | هوند ينء | هونڊؤ، هوند يؤ |
| غائب: | ڏسي سگھبو | ڏسيي سگھبا | ڏسيي سگھبي | ڏسيي سگھبيون |
| | هوندو | هوندا | هوندي | هوند يون |

زمان حال امڪانيءَ جو استعمال:

ڇوڪريون ضروري تعليم حاصل ڪري نيڪ مائرون **بڻجي سگهن ٿيون.**
عورتون گهر کانسواءِ ٻاهريون ڪم به **ڪري سگهنديون آهن.**
هو ننڍو ٻار آهي، اهڙيون ڳالهيون نه **سمجهي سگهندو هوندو.**
دوربينيءَ سان پري واريون شيون **ڏسي سگهبيون آهن.**
اڳ، جو ڪم هٿن سان ڪبو هو، سو هاڻي مشينن سان **ڪري سگهجي ٿو.**

٥. **زمان حال التزامي** - اهو زمان، جو هلندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جي ٿيڻ کي لازمي قرار ڏئي، تنهن کي حال التزامي چئبو آهي.

اسم استقبال جي پٺيان 'ٿيڻ'، 'پوڻ' يا 'هئڻ' مصدر جو زمان حال يا حال مدامي آڻڻ سان زمان حال التزامي ٺهندو آهي، مثلاً: وڃڻو آهي، وڃڻو پوي ٿو، وڃڻو پوندو آهي، وڃڻو هوندو آهي وغيره.

حال التزاميءَ جو مکيه فعل، فاعلي توڙي مفعولي حالت ۾ جنس ۽ عدد مطابق ڦرندو آهي ۽ فعل معاون فقط عدد ۾ ڦيرو کائيندو آهي، باقي جنس ۾ ساڳيو رهندو آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

(فاعلي حالت):

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متڪلم: | وڃڻو آهيان | وڃڻا آهيون | وڃڻي آهيان | وڃڻيون آهيون |
| حاضر: | وڃڻو آهين | وڃڻا آهيو | وڃڻي آهين | وڃڻيون آهيو |
| غائب: | وڃڻو آهي | وڃڻا آهن | وڃڻي آهي | وڃڻيون آهن |

(مفعولي حالت):

لکڻو آهي لکڻا آهن لکڻي آهي لکڻيون آهن

حال التزاميءَ جي ترڪيب ۾ جيڪڏهن 'ٿيڻ' يا 'پوڻ' مصدر جو معاون فعل يا حال دواميءَ جو صيغو استعمال ٿيندو آهي تہ فاعلي حالت ۾ مکيہ فعل جي صورت اڻمٽ رهندي آهي ۽ ڦيرو فقط معاون فعل جي عدد ۾ ايندو آهي، پر مفعولي حالت ۾ مکيہ توڙي معاون، ٻنهي فعلن ۾ جنس ۽ عدد مطابق ڦيرو ايندو آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

(فاعلي حالت):

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | رهڻو پويم ٿو | رهڻو پوئون ٿو | رهڻو پويم ٿو | رهڻو پوئون ٿو |
| حاضر: | رهڻو پوئي ٿو | رهڻو پَويوَ ٿو | رهڻو پوئي ٿو | رهڻو پَويوَ ٿو |
| غائب: | رهڻو پويس ٿو | رهڻو پوين ٿو | رهڻو پويس ٿو | رهڻو پوين ٿو |

(مفعولي حالت):

| مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|
| ڪرڻو پوي ٿو | ڪرڻا پون ٿا | ڪرڻي پوي ٿي | ڪرڻيون پون ٿيون |

(فاعلي حالت):

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | اچڻو پوندو اٿم | اچڻو پوندو اٿيئون يا اٿئون | اچڻو پوندو اٿم | اچڻو پوندو اٿيئون يا اٿئون |
| حاضر: | اچڻو پوندو اٿيئي يا اٿئي | اچڻو پوندو آٿَوَ | اچڻو پوندو اٿيئي يا اٿئي | اچڻو پوندو آٿَوَ |
| غائب: | اچڻو پوندو اٿس | اچڻو پوندو اٿن | اچڻو پوندو اٿس | اچڻو پوندو اٿن |

(مفعولي حالت):

ڏيڻو پوندو آهي | ڏيڻا پوندا آهن | ڏيڻي پوندي آهي | ڏيڻيون پونديون آهن

زمان حال التزاميءَ جو استعمال:

امتحان لاءِ تياري **ڪرڻي پوي ٿي.**

هر انسان تي آزمايش **اچڻي آهي.**

علم ۽ هنر پرائڻ لاءِ ٻاهر **وڃڻو پوي ٿو.**

دوا درمل لاءِ شهر **اچڻو پوندو اٿيئون.**

مالدار ماڻهن کي زڪوات **ڏيڻي پوندي آهي.**

**٢. زمان ماضي** - اهو زمان، جو گذريل زماني ۾ ڪنهن امر يا ڪم واقع ٿيڻ جي خبر ڏئي، تنهن کي زمان ماضي چئبو آهي.

زمان ماضيءَ جا مختلف قسم هيٺ ڏجن ٿا:

١. زمان ماضي مطلق
٢. زمان ماضي استمراري
٣. زمان ماضي مدامي
٤. زمان ماضي قريب
٥. زمان ماضي بعيد
٦. زمان ماضي شرطي
٧. زمان ماضي تمنّائي
٨. زمان ماضي متشڪي يا احتمالي
٩. زمان ماضي امڪاني
١٠. زمان ماضي التزامي

**١. زمان ماضي مطلق** - اهو زمان، جو ماضيءَ ۾ ڪنهن ڪم ٿيڻ جي مجمل نموني ۾ خبر ڏئي، تنهن کي زمان ماضي مطلق چئبو آهي. مطلق جي معنيٰ آهي - نج يا خالص.

اصل فعل جي پڇاڙيءَ جي پڇاڙيءَ حرف 'ي' سان شخصي پڇاڙين گڏڻ سان يا اسم مفعول جي پڇاڙيءَ شخصي نشانين لڳائڻ سان زمان ماضي مطلق ٺهندو آهي، مثلاً: گهُمِيُس، ڪاڏ ُم، لڪيائين، پڙهيائون، کيڏياسون، ڳايوسين وغيره.

زمان ماضي مطلق جون ترڪيبي صورتون:

۱. لازمي فعل جي اسم مفعول جي 'او' پڇاڙي متڪلم جي واحد مذڪر صيغي ۾ مٽجي 'ا' يا 'ءَ' ۽ واحد مؤنث جي 'اي' پڇاڙي مٽجي 'يَ' يا 'ءَ' ٿي پوندي آهي، مثلاً: اسم مفعول 'ويو' ۽ 'وئي' يا 'ويئي' مان زمان ماضي مطلق جي صورت هيءَ ٿيندي:

متڪلم واحد مذڪر: ويُس يا وئُس، ويُم(۱) يا وئُم
متڪلم واحد مؤنث: ويَس يا وئَس، ويَم يا وئَم

۲. متڪلم جي جمع مذڪر توڙي جمع مؤنث جي صيغي ۾ اسم مفعول جي صورت قائم رهندي آهي، جنهن سان شخصي نشانيون لڳنديون آهن، مثلاً:

متڪلم جمع مذڪر: وياسون، وياسين
متڪلم جمع مؤنث: ويونسون، ويونسين، وئونسون، وئونسين

۳. حاضر واحد مذڪر جي صيغي ۾ اسم مفعول جو پوئيون حرف 'و' مٽجي 'ا' جي صورت وٺندو آهي، يا حذف ٿي ويندو آهي ۽ ان جي پڇاڙيءَ شخصي نشاني 'ءِ' يا 'ين' لڳندي آهي، مثلاً: 'گهميو' يا 'رُنو' اسم مفعول آهي، جنهن جو حاضر واحد مذڪر جو ماضي مطلق جو صيغو ٿيندو 'گهميئي(۲) يا گهميءِ' ۽ 'رُنئي يا رُنءِ' يا 'گهميين ۽

---

(۱) متڪلم واحد ۾ 'م' پڇاڙي گهڻو ڪري آترادي ماڻهو ڪم آڻيندا آهن.

(۲) اها صورت واحد مؤنث ۾ به استعمال ٿيندي آهي.

رنين' وغيره. ڪن حالتن ۾ اسم مفعول جي پوئين حرف 'و' جي اڳيان ايندڙ حرف 'ي' منجهي همزه 'ء' جي صورت وٺندو آهي، مثلاً: 'ڳهمئين' يا 'وئين' وغيره.

واحد مؤنث جي صيغي ۾ اسم مفعول جي پڇاڙيان شخصي نشاني 'ئن' گڏڻ سان ماضي مطلق جو صيغو ٺهندو آهي، مثلاً: 'ڳهمي' يا 'وئي' اسم مفعول جو ماضي مطلق جو صيغو ٿيندو 'ڳهميئن' يا 'وئيئن' وغيره.

٤. حاضر جو جمع مذڪر توڙي مؤنث جو صيغو ساڳيو هوندو آهي، جنهن ۾ اسم مفعول جي 'او' پڇاڙي منجهي 'آو' يا 'آئو' ۽ 'اوَ' يا 'آوَ' ٿيندي آهي، مثلاً: ڳهمئو، ڳهميئو، ڳهميئوَ يا ڳهمئيو ۽ رنئو، رنئو، رنئوَ يا رنئوَ وغيره.

٥. ماضيءَ جي غائب واحد جي صيغي ۾ اسم مفعول جي صورت قائم رهندي آهي، مثلاً: ڳهميو ۽ ڳهمي يا رنو ۽ رني وغيره. هن صيغي جي هڪ ٻي صورت به استعمال ٿيندي آهي، جنهن ۾ اسم مفعول جي مذڪر واري صيغي جي پوئين 'و' کي حذف ڪري باقي لفظ جي پڇاڙيان 'آئين' پڇاڙي ملائڻ سان ماضي مطلق جو صيغو ٺهندو آهي، مثلاً: ڳهمائين، وڙهيائين، پٽيائين ۽ رنائين وغيره. اها صورت مذڪر توڙي مؤنث، ٻنهي صيغن سان لڳندي آهي.

٦. ماضيءَ جي جمع جي صيغي ۾ به اسم مفعول جي صورت قائم رهندي آهي، مثلاً: 'ڳهميا' ۽ 'ڳهميونَ' يا 'رنا' ۽ 'رنيون' وغيره. جمع مذڪر جي صيغي ۾ شخصي نشاني 'آون' يا 'ئون' گڏڻ سان به ماضي مطلق جو صيغو جڙندو آهي، جو مذڪر توڙي مؤنث، ٻنهي سان ساڳي صورت ۾ لڳندو آهي، مثلاً:

رُنائون ۽ گهميائون وغيره.

لازمي فعل جي زمان ماضي مطلق جو گردان:

| | مذكر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متكلم: | رُنس، رُنم<br>رنوم (١) | رُناسون، رُناسين | رُنيس، رُنيم،<br>رُناس، رُنام (٢) | رُنيونسون،<br>رُنيونسين |
| حاضر: | رُنئي، رُنين | رُنوَ، رُنيو، رُنئو | رُنينءَ، رُنيئن | رُنيوَ، رُنيو،<br>رُنيئو |
| غائب: | رُنو، رُنائين | رُنا، رُنائون،<br>رُنن، رُنون (٣) | رُني، رُنيائين | رُنيون، رُنيائون،<br>رُنين |
| متكلم: | ويٺس، ويٺم،<br>ويٺوس (٤) يا ويٺوم | ويٺاسون، ويٺاسين | ويٺيس، ويٺيم،<br>ويٺاس (٥) يا ويٺام | ويٺيونسون،<br>ويٺيونسين |
| حاضر: | ويٺين | ويٺئو، ويٺو | ويٺينءَ، ويٺيئن | ويٺيئو، ويٺيو |
| غائب: | ويٺو | ويٺا | ويٺي | ويٺيون |

(١)، (٢)، (٣)، (٤) ۽ (٥): ماضي مطلق جون اهي صورتون خاص طرح شعر ۾ كم اينديون آهن.

٧- متعدي فعل جي حالت ۾ مفعول جيڪڏهن مذڪر واحد هوندو ته متڪلم جي واحد، حاضر جي واحد جمع ۽ غائب جي جمع جي ڪن صورتن ۾ اسم مفعول جي 'او' پڇاڙي ڦري 'آ' تي پوندي ۽ باقي حالتن ۾ اسم مفعول جي صورت جنس ۽ عدد مطابق رهندي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

مفعول مذڪر واحد: خطُ

گردان:

| | واحد (مذڪر ۽ مؤنث) | جمع (مذڪر ۽ مؤنث) |
|---|---|---|
| متڪلم: | (خطُ) پڙهيمُ | (خطُ) پڙهيوسون، پڙهيوسين |
| حاضر: | (خطُ) پڙهيئي، پڙهئيءَ | (خطُ) پڙهيوَ |
| غائب: | (خطُ) پڙهيو، پڙهيائين | (خطُ) پڙهيو، پڙهيائون، پڙهيئن |

پر مفعول جيڪڏهن مذڪر جمع يا مؤنث هوندو ته ان جي واحد توڙي جمع جي صيغي ۾ اسم مفعول جي پڇاڙي 'آ' جي صورت وٺندي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

مفعول مذڪر جمع: خطَ

| | واحد (مذڪر ۽ مؤنث) | جمع (مذڪر ۽ مؤنث) |
|---|---|---|
| متڪلم: | (خطَ) پڙهيمَ | (خطَ) پڙهياسون، پڙهياسين |
| حاضر: | (خطَ) پڙهيئي، پڙهيَءَ | (خطَ) پڙهيوَ |
| غائب: | (خطَ) پڙهيا، پڙهيائين | (خطَ) پڙهيا، پڙهيائون، پڙهيَن |

مفعول مؤنث واحد: چٺي

واحد (مذکر ۽ مؤنث) جمع (مذکر ۽ مؤنث)

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | (چٺي) پڙهيم | (چٺي) پڙهيسون، پڙهيسين |
| حاضر: | (چٺي) پڙهيئي، پڙهيءِ | (چٺي) پڙهيوَ |
| غائب: | (چٺي) پڙهي، پڙهيائين | (چٺي) پڙهي، پڙهيائون، پڙهيَن |

مفعول مؤنث جمع: چٺيون

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | (چٺيون) پڙهيم | (چٺيون) پڙهيونسون، پڙهيونسين |
| حاضر: | (چٺيون) پڙهيئي، پڙهيءِ | (چٺيون) پڙهيوَ |
| غائب: | (چٺيون) پڙهيون، پڙهيائين | (چٺيون) پڙهيون، پڙهيائون، پڙهيَن |

مٿين مثالن مان معلوم ٿيندو ته فاعل جي جنس مٽائڻ سان ماضي مطلق جي صيغي ۾ ڪو ڦيرو نه ٿو اچي.

متعدي فعل جي ماضي مطلق جو گردان:

ماضي مطلق جو صيغو جنهن جو مفعول مذکر واحد هجي، مثلاً: 'هڻڻ'

گردان:

| | واحد - مذڪر | واحد - مؤنث | جمع - مذڪر | جمع - مؤنث |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڏنم، ڏنوم (۱) | ڏنم، ڏنوم | ڏنوسون، ڏنوسين | ڏنوسون، ڏنوسين |
| حاضر: | ڏنئي، ڏتءِ، ڏنوءِ (۲) | ڏنئي، ڏتءِ، ڏنوءِ | ڏنوَ ڏنووَ (۳) | ڏنوَ، ڏنووَ |
| غائب: | ڏنئِ، ڏنائين، ڏنوس (۴) | ڏنو، ڏنائين، ڏنوس | ڏنو، ڏنائون، ڏنُن، ڏنونِ (۵) | ڏنو، ڏنائون، ڏنُن، ڏنونِ |

ماضي مطلق جو صيغو جنهن جو مفعول مذڪر جمع هجي، مثلاً: 'هَرڻَ'

| | واحد - مذڪر | واحد - مؤنث | جمع - مذڪر | جمع - مؤنث |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڏنم، ڏنام (۶) | ڏنم، ڏنام | ڏناسون، ڏناسين | ڏناسون، ڏناسين |
| حاضر: | ڏنئي، ڏتءِ، ڏناءِ (۷) | ڏنئي، ڏتءِ، ڏناءِ | ڏنوَ، ڏناوَ (۸) | ڏنوَ، ڏناوَ |
| غائب: | ڏنا، ڏنائين، ڏناس (۹) | ڏنا، ڏنائين، ڏناس | ڏنا، ڏنائون، ڏنَن، ڏنانِ (۱۰) | ڏنا، ڏنائون، ڏنَن، ڏنانِ |

(۱)، (۲)، (۳)، (۴)، (۵)، (۶)، (۷)، (۸)، (۹)، (۱۰): اهي ماضي مطلق جون صورتون اڪثر شعر ۾ ڪم ايندڙيون آهن.

ماضي مطلق جو صيغو، جنهن جو مفعول مؤنث واحد هجي، مثلاً: ’هرڻي‘

| | مذکر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڏٺم، ڏٺيم | ڏٺم، ڏٺيم | ڏٺيسون، ڏٺيسين | ڏٺيسون، ڏٺيسين |
| حاضر: | ڏٺئي، ڏٺءِ، ڏٺيئي | ڏٺئي، ڏٺءِ، ڏٺيئي | ڏٺوَ، ڏٺيوَ | ڏٺوَ، ڏٺيوَ |
| غائب: | ڏٺي، ڏٺائين | ڏٺي، ڏٺائين | ڏٺي، ڏٺائون، ڏٺن، ڏٺين، | ڏٺي، ڏٺائون، ڏٺن، ڏٺين |

ماضي مطلق جو صيغو، جنهن جو مفعول مؤنث جمع هجي، مثلاً: ’هرڻيون‘

| | مذکر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڏٺم، ڏٺيم | ڏٺم، ڏٺيم | ڏٺيونسون، ڏٺيونسين | ڏٺيونسون، ڏٺيونسين |
| حاضر: | ڏٺئي، ڏٺءِ، ڏٺيئي | ڏٺئي، ڏٺءِ، ڏٺيئي | ڏٺوَ، ڏٺيوَ | ڏٺوَ، ڏٺيوَ |
| غائب: | ڏٺيون، ڏٺائين | ڏٺيون، ڏٺائين | ڏٺيون، ڏٺائون، ڏٺن، ڏٺين | ڏٺيون ڏٺائون، ڏٺن، ڏٺين |

٨. جيڪڏهن ضمير متصل فاعل تي استعمال ٿيندو، ته فاعلي حالت ۾ ماضي مطلق جو صيغو جنس توڙي عدد ۾ ساڳيو رهندو، پر مفعولي حالت ۾ ڦيرو کائيندو، مثلاً:



فاعلي حالت:

| | واحد: مذکر | واحد: مؤنث | جمع: مذکر | جمع: مؤنث |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| متڪلم: | (مان، مون) | لکيو | (اسان) | لکيو |
| حاضر: | (تو) | لکيو | (توهان) | لکيو |
| غائب: | (هن) | لکيو | (هنن) | لکيو |

مفعولي حالت يا عام صورت:

| | مذکر: واحد | مذکر: جمع | مؤنث: واحد | مؤنث: جمع |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| متڪلم: واحد: | (مون) لکيو | (مون) لکيا | (مون) لکيي | (مون) لکيون |
| جمع: | (اسان) لکيو | (اسان) لکيا | (اسان) لکيي | (اسان) لکيون |
| | | | | (تو) لکيون |
| حاضر: واحد: | (تو) لکيو | (تو) لکيا | (تو) لکيي | (توهان) لکيون |
| جمع: | (توهان) لکيو | (توهان) لکيا | (توهان) لکيي | |
| غائب: واحد: | (هن) لکيو | (هن) لکيا | (توهان) لکيي | (هن) لکيون |
| جمع: | (هنن) لکيو | (هنن) لکيا | (هنن) لکيي | (هنن) لکيون |

ماضي مطلق جو استعمال:

”پتنگن پهه ڪيو، مڙيا مٿي مچ،
پسي لهس نہ لڇيا، سڙيا مٿي سچ،
منڊا ڪچين ڪچ، ويچارن وڃائيا.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”ڪچ ڪمايم ڪوڙ، ڀڳم عهد الله جا.“
(شاهہ: سراڳ)

”گهڙو ڀڳو، منڌ مُئي، ويا وسيلا.“
(شاهہ: سهڻي)

”آئيس آءٌ اوير، ڪري سچ سنجهي ويا.“
(شاهہ: ديسي)

”ڏاگهن، ڏيرن، ڏونگرن، ننهي ڏدم ڏک،
سي سڀ پانيم سک، هيڪاند ڪارڻ هوت جي.“
(شاهہ: ديسي)

”اڱڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏٺءِ آءٌ،
ڏاڍيُئي نہ ڏاگهن ڪي، اوڳي ساڻ اڳٽ.“
(شاهہ: ديسي)

”پلي ڪري ٿيوم، هي سڳ پاروچن سين،
وچي ڪيچ ڏڏوم، ڳيءَ لڳي جن جي.“
(شاهہ: حسيني)

”ڪيئن اڙاڍيُئي پاند، پلؤ پرڏيهين سين؟
متيون موڙهئي سسئي، ڪيئي ڪوهيارو ڪانڌ،
رلي پانيئي راند، پانهن عشق پروچ جو.“
(شاهہ: حسيني)

"**لڏيسون** لطيف چئي، ڪنا ڏاتر ڏات."
(شاهه: مومل راڻو)

"ڪونه ڏ**ٺوسين** ڪوءِ، سناسي سور ري."
(شاهه: رامڪلي)

"وڳر وساري، **ويٺيئڻ** ڪيئن ساٿ ڪري؟"
(شاهه: ڏهر)

"عمر **آئين** اوچتو، ڪهڙي حاج حمير،
ميان منجهه ملير، اڳي نه **ڏٺين** ڪڏهين؟"
(شاهه: مارئي)

"عمر اڄ **ڳڌيام**، ڏوٿي انهي ڏيهه جا،
پارانيا پرينءَ جا، ايي ان **چيام**،
لهي لوهه **پيام**، لطف ساڻ لطيف چئي."
(شاهه: مارئي)

"مون ماروءَ سين **لڌيون**، لوئيءَ ۾ لائون."
(شاهه: مارئي)

"ڪنگن **لٿيي** ڪاڻ، **ڳڌيو** هنج حبيب ڪي."
(شاهه: ڪارايل)

"ڪاغذ **ڪجهين** ڪيترا، پر **ريڌو** نه راڻو."
(سچل: راڻو)

"سپ **سڃاتئون** ڪين ڪي، جو ڳين **ماري** جڳ.
جني **سڱهيو** ڪب، سيا ڳائي **ٿيا**."
(سچل: ڪاريهر)

"**ساريم** سي سنگهار، جنم **لڌگهايم** جن سان."
(سچل: ڪنڀات)

”جڏهن آءٌ **چاياس**، ونيءَ وهم نه **وڏاءِ**،
سرتيون **سامياياس**، تا **آيس** اوراتن ۾.“
(سچل: ڪنيات)

”جوڳن جتائون، جوڙي **جڙيون** جان تي،
چمتا ٻڌي چيلهه سان، تنبيون **تڪيائون**،
جنجيرن سان جان تي، ڪشتا **ڪڙيائون**.“
(سچل: جوڳ)

”آئي ڪانگ **ڏنوس**، ڪو عريضو عجيب جو،
پيغر سڀ **پڙهوس**، ڳاڙيندي ڳوڙهن سين.“
(سچل: مالڪوس)

**۲- زمان ماضي استمراري-** اهو زمان جنهن مان گذريل زماني ۾ ڪنهن ڪم جي جاري هجڻ جي خبر پوي، تنهن کي زمان ماضي استمراري چئبو آهن. ’استمراري‘ لفظ جي معنيٰ آهي جاري رهڻ وارو. هن فعل کي ’ماضي ناتمام‘ به چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته ان مان ڪم جي اجراء جي خبر ته پوي ٿي پر تڪميل جي نه.

اسم مفعول جي پٺيان ’ٿيڻ‘ يا ’پوڻ‘ مصدر جو فعل معاون ’ٿي‘ يا ’پئي‘ آڻڻ سان زمان ماضي استمراري ٺهندو آهي، مثلاً: ڪيڏيو ٿي ۽ لڪيائون پئي وغيره.

ماضي استمراريءَ جون صورتون به ساڳيون ماضي مطلق واريون هونديون آهن، البت انهن ۾ فعل معاون جو گڏيل استعمال ٿيندو آهي جو پڻ هر حالت ۾ ساڳيو رهندو آهي، جيئن هيٺ ڏنل گردان مان ظاهر آهي.

زمان ماضي استمراريءَ جو گردان:

فاعلي حالت:

| | واحد | | جمع | |
|---|---|---|---|---|
| | مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
| متڪلم: | ڪيُم ٿي، ڪيُم پئي | ڪيُم ٿي، ڪيُم پئي | ڪيوسون ٿي، ڪيوسين ٿي، ڪيوسون پئي، ڪيوسين پئي | ڪيوسون ٿي، ڪيوسين ٿي، ڪيوسون پئي، ڪيوسين پئي |
| حاضر: | ڪيئُي ٿي، ڪيئُي پئي | ڪيئُي ٿي، ڪيئُي پئي | ڪيوُ ٿي، ڪيوُ پئي | ڪيوُ ٿي، ڪيوُ پئي |
| غائب: | ڪيو ٿي، ڪيو پئي، ڪيائين ٿي، ڪيائين پئي | ڪيو ٿي، ڪيو پئي، ڪيائين ٿي، ڪيائين پئي | ڪيو ٿي، ڪيو پئي، ڪيائون ٿي، ڪيائون پئي | ڪيو ٿي، ڪيو پئي، ڪيائون ٿي، ڪيائون پئي. |

مفعولي حالت:

| | مذڪر: واحد (ڪٽُر) | مذڪر: جمع (ڪتَر) | مؤنث: واحد (راند) | مؤنث: جمع (راند يون) |
|---|---|---|---|---|
| **متڪلم:** | | | | |
| واحد: | ڪيٽُر تي، ڪيٽُر پئي | ڪيَتَر تي، ڪيَتَر پئي | ڪيَتَر تي، ڪيَتَر پئي | ڪيَتَر تي، ڪيَتَر پئي |
| جمع: | ڪيوسون تي، | ڪياسون تي، | ڪيئيسون تي، | ڪيُون سون تي، |
| | ڪيوسين تي، | ڪياسين تي، | ڪيئيسين تي، | ڪيُون سين تي، |
| | ڪيوسون پئي | ڪياسون پئي، | ڪيئي سون پئي، | ڪيُون سون پئي، |
| | ڪيوسين پئي | ڪياسين پئي | ڪيئي سين پئي | ڪيُون سين پئي |
| **حاضر:** | | | | |
| واحد: | ڪيُئي تي، | ڪيَئي تي، | ڪيَئي تي، | ڪيَئي تي، |
| | ڪيُئي پئي | ڪيَئي پئي | ڪيَئي پئي | ڪيَئي پئي |
| جمع: | ڪيُوَ تي، | ڪيَيوَ تي، | ڪيَيوَ تي، | ڪيَيوَ تي، |
| | ڪيُوَ پئي | ڪيَيوَ پئي | ڪيَيوَ پئي | ڪيَيوَ پئي |

| | مذڪر: واحد (ڪَمُ) | مذڪر: جمع (ڪَمَ) | مؤنث: واحد (راند) | مؤنث: جمع (راند يون) |
|---|---|---|---|---|
| غائب: | | | | |
| واحد: | ڪيو ٿي، ڪيو پئي | ڪيا ٿي، ڪيا پئي | ڪئي ٿي، ڪئي پئي | ڪيون ٿي، ڪيون پئي |
| | ڪيائين ٿي، | ڪيائين ٿي، | ڪيائين ٿي، | ڪيائين ٿي، |
| | ڪيائين پئي | ڪيائين پئي | ڪيائين پئي | ڪيائين پئي |
| جمع: | ڪيو ٿي، ڪيو پئي | ڪيا ٿي، ڪيا پئي | ڪئي ٿي، ڪئي پئي | ڪيون ٿي، ڪيون پئي |
| | ڪيائون ٿي، | ڪيائون ٿي، | ڪيائون ٿي، | ڪيائون ٿي، |
| | ڪيائون پئي | ڪيائون پئي | ڪيائون پئي | ڪيائون پئي. |

زمان ماضي استمراريءَ جو استعمال:

”ڪوءِ سميون، ٻن سومريون، جي چانگ جون چايون،
ڪري ويس وڏاندرا، اڳڻ **ٿي آيون.**“
(شاهه: ڪاموڏ)

”ڪڪرا ڪربلا جا، مادر **ٿي ميڙياس،**
**ٿنن** تان رت **ڦڙا،** عليءَ **ٿي آگهياس**“.
(شاهه: ڪيڏارو)

”ڪاري سر **ڪليم ٿي، ڇڄي** ڪڪيءَ هاٿي،
راءِ تنهنجي راز سان، آءٌ تيس راٿي“.
(سچل: ڪلياڻ)

”جن **ٿي پاليا** پيٽ، ڪُمن ڪالورن سان،
سي تا تيل ڦليل سان، ٿيون ملائن ميٽ“.
(سچل: ڪلياڻ)

”پوئڪيون ۽ پلا، **ٿي** مهاڻن **ماريا.**“
(سچل: ڪلياڻ)

”ڇڄيءَ سندي ڇٽ، **ٿي آئي** عام خلق کي“.
(سچل: ڪلياڻ)

”ڪڏهن ڏيهه ڏٺام ٿي ساعت ساعت سومرا،
سي ٻڌ ڪين ويام، ٿي جن سان گڙهه ڳالهڙيون“.
(سچل : ڪنيات)

”ڀنهوارن ٿي ڀاڻ ۾، اهـا ڳـالهه ڳڻي“.
(سچل : ڪنيات)

**٣. زمان ماضي مدامي** - اهو زمان، جنهن مان گذريل زماني ۾ ڪنهن ڪم جي هميشه جاري هجڻ يا وري ٿيڻ جي خبر پوي، تنهن کي زمان ماضي مدامي چئبو آهي.

اسم حاليه جي پڇاڙيءَ 'هئڻ' مصدر جو ماضي مطلق گڏڻ سان زمان ماضي مدامي ٺهندو آهي، مثلاً: ڪندو هوس، ڏاهيندا هئا ۽ ڳائيندي يون هيون وغيره.

ماضي مداميءَ جي صيغي ۾ 'پوڻ' مصدر جو اسم مفعول به اضافي طور استعمال ٿيندو آهي، جنهن مان متواتر يا ڪم جي لاڳيتي ٿيڻ جي معنيٰ نڪرندي آهي، مثلاً: ڪائيندو پيو هو، پيو گهمندو وتندو هو وغيره.

ماضي مداميءَ جي صيغي ۾ فعل، جنس ۽ عدد سان موافق رهندو آهي. گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | مذکر واحد | مذکر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متکلم: | چوندو هيس، | چوندا هئاسون، | چوندي هئس، | چونديون هيون سون، |
| | چوندو هوس، | چوندا هئاسين، | چوندي هيئس، | چونديون هيون سين، |
| | چوندو هس | چوندا هياسون، | چوندي هس | چونديون هون سين، |
| | | چوندا هياسين، | | چونديون هون سين، |
| | | چوندا هاسون، هسون، | | چونديون هسون، |
| | | چوندا هاسين، هسين | | چونديون هسين |
| حاضر: | چوندو هئين، | چوندا هئو، | چوندي هئيئن، | چونديون هئو، |
| | چوندو هين | چوندا هيئو، | چوندي هيئن، | چونديون هيئو، |
| | | چوندا هئو، | چوندي هيئن | چونديون هئو، |
| | | چوندا هو | | چونديون هو |
| غائب: | چوندو هئو، | چوندا هئا، | چوندي هئي، | چونديون هيون، |
| | چوندو هيو، | چوندا هيا، | چوندي هيي، | چونديون هون |
| | چوندو هو | چوندا ها | چوندي هيي | |

زمان ماضي مداميءَ جو استعمال:

سلطان ناصرالدين پنهنجن هٿن سان پورهيو **ڪندو هو.**

*

اڳئين زماني ۾ ماڻهو پٿر ۽ لوهه جا زيور **پائيندا هئا** ۽ اسان جا وڏا سادي زندگي **گذاريندا هئا.**

*

جاهليه جي زماني ۾ جنگ جي وقت عورتون پنهنجن مڙدن کي همٿائڻ لاءِ رزمي گيت **ڳائينديون هيون.**

*

اڳيان ماڻهو بک ڏک ۾ صبر سان وقت **پيا ڪاٽيندا هئا.**

**٤. زمان ماضي قريب:** اهو زمان، جنهن مان ويجهي گذريل عرصي ۾ ڪنهن ڪم جي پوري ٿيڻ جي سڌ پوي، تنهن کي زمان ماضي قريب چئبو آهي.

اسم مفعول جي پٺيان 'هئڻ' مصدر جو زمان حال آڻڻ سان زمان ماضي قريب ڏهندو آهي، مثلاً: آيو آهيان، لکيو اٿم ۽ ڏنو آهي وغيره.

---

هُس، هُيس، هاسون، هُيسون، هين، هُيو، هو، ها، هيي، هُيون وغيره } اهي 'هئڻ' مصدر جي ماضي مطلق جون مختلف صورتون آهن جي عام استعمال ۾ ايندڙ يون آهن.

اسم مفعول جي پٺيان 'هئي' مصدر جو زمان حال آڻڻ سان زمان ماضي قريب ٺهندو آهي، مثلاً: آيو آهيان، لکيو اٿم ۽ ڏٺو آهي وغيره.

زمان ماضي قريب جون صورتون:

١. فعل لازميءَ جي حالت ۾ ماضي قريب جو صيغو جنس ۽ عدد مطابق ڦرندو آهي. مثال لاءِ گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | مذکر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متڪلم: | ويٺو آهيان | ويٺا آهيون | ويٺي آهيان | ويٺيون آهيون |
| حاضر: | ويٺو آهين | ويٺا آهيو | ويٺي آهين | ويٺيون آهيو |
| غائب: | ويٺو آهي | ويٺا آهن | ويٺي آهي | ويٺيون آهن |

٢. فعل متعديءَ جي فاعلي حالت ۾ ماضي قريب جو صيغو هر حالت ۾ ساڳيو رهندو آهي، مثلاً:

| | مذکر ۽ مؤنث | |
|---|---|---|
| | واحد | جمع |
| متڪلم: | مون ڏٺو آهي | اسان ڏٺو آهي |
| حاضر: | تو ڏٺو آهي | توهان ڏٺو آهي |
| غائب: | هن ڏٺو آهي | هنن ڏٺو آهي |

٣. فعل متعديءَ جي مفعولي حالت ۾ ماضي قريب جي ضمير متصل واري صيغي ۾ جنس ۽ عدد جي تبديل سان فعل معاون جي صورت ساڳي رهندي آهي ۽ ضمير متصل جي حالت ۾ فقط عدد ۾ ڦرندي آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد (نانگُ) | جمع (نانگَ) | واحد (ٻلا) | جمع (ٻلائون) |

(ضمير متصل جي صورت)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| **متڪلم:** | | | | |
| واحد: | ماريو آٿم | ماريا آٿم | ماري آٿم | ماريون آٿم |
| جمع: | ماريو آٿئون | ماريا آٿئون | ماري آٿئون | ماريون آٿئون |
| **حاضر:** | | | | |
| واحد: | ماريو آٿئي | ماريا آٿئي | ماري آٿئي | ماريون آٿئي |
| جمع: | ماريو آٿوَ | ماريا آٿوَ | ماري آٿوَ | ماريون آٿوَ |
| **غائب:** | | | | |
| واحد: | ماريو آٿس، آٿئين | ماريا آٿس، آٿئين | ماري آٿس، آٿئين | ماريون آٿس، آٿئين |
| جمع: | ماريو آٿن، اٿئون | ماريا آٿن، اٿئون | ماري آٿن، آٿئون | ماريون آٿن، آٿئون |

نوٽ: محاوري ۾ فعل معاون جو پهريون الف 'ا' استعمال ۾ ڪڏهن حذف ڪيو ويندو آهي، مثلاً: ٿم، ٿئون، ٿئي، ٿوَ، ٿس ۽ ٿن وغيره.

(ضمير متصل جي حالت ۾)

| | مذڪر: واحد | مذڪر: جمع | مؤنث: واحد | مؤنث: جمع |
|---|---|---|---|---|
| **متڪلم:** | | | | |
| واحد: | (مون) ماريو آهي | ماريا آهن | ماري آهي | ماريون آهن |
| جمع: | (اسان) ماريو آهي | ماريا آهن | ماري آهي | ماريون آهن |
| **حاضر:** | | | | |
| واحد: | (تو) ماريو آهي | ماريا آهن | ماري آهي | ماريون آهن |
| جمع: | (توهان) ماريو آهي | ماريا آهن | ماري آهي | ماريون آهن |
| **غائب:** | | | | |
| واحد: | (هن) ماريو آهي | ماريا آهن | ماري آهي | ماريون آهن |
| جمع: | (هنن) ماريو آهي | ماريا آهن | ماري آهي | ماريون آهن |

زمان ماضي قريب جو استعمال:

”ڪانگل ڪوهہ ٿيوءِ، جو **ڇپيو آهين** پٽ ۾.“
(شاهہ: ديسي)

”**ويٺو آهہ** وڳوڙجي، ڪنہن ڪي ڪوڙي“
(سچل: مالڪوس)

انهن ماڻهن کي جس آهي، جو محنت ۽ سچائيءَ سان پنهنجي ملڪ جو نالو روشن **ڪيو اٿن.**

*

مينهن **پئو آهي** تہ ڪاهہ **اپريا آهن.**

*

سائنسدانن اهڙيون شيون ايجاد **ڪيون آهن**، جن انسان کي حيرت ۾ **وڌو آهي.**

*

نيرو ۽ پيلو رنگ **ملايو اٿئون** تہ سائو رنگ **ٿيو آهي.**

*

گهڻي انتظار ڪانپوءِ اوهان جو خط **آيو آهي**، جنهن ۾ **لکيو آٿوَ** تہ هن سال فصل ڀلو **ٿيو آهي.**

**۵. زمان ماضي بعيد.** اهو زمان جنهن مان گهڻو اڳ گذريل زماني ۾ ڪنهن ڪم جي پوري ٿي وڃڻ جي خبر ملي، تنهن کي زمان ماضي بعيد چئبو آهي.

اسم مفعول جي پڇاڙيان 'هئڻ' مصدر جو ماضي مطلق ساڻ شخصي نشانين گڏڻ سان زمان ماضي بعيد ٺهندو آهي، مثلاً: آندو هوم، ڏٺيي هئي، مليا هئا وغيره.

ماضي بعيد جي مکيه فعل جي صورت به ساڳي ماضي قريب واري هوندي آهي، فقط فعل معاون جو صيغو مٽيل هوندو اهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

ضمير متصل سان گردان:

(فاعلي حالت)

| | واحد<br>مذڪر ۽ مؤنث | جمع<br>مذڪر ۽ مؤنث |
|---|---|---|
| متڪلم: | ڪاڙو هئُم، هيُم، هوم، هُم | ڪاڙو هئُوسون، هئُوسين هيُوسون، هيُوسين، هوسون، هوسين |
| حاضر: | ڪاڙو هئيي، هيئيي، هوءِ | ڪاڙو هئُوَ، هيُوَ هووَ، هُوَ |
| غائب: | ڪاڙو هئُو، هيُو، هو، هئائين | ڪاڙو هئُو، هيُو، هو، هون، هئائُون |

(مفعولي حالت)

| | مذڪر: واحد | مذڪر: جمع | مؤنث: واحد | مؤنث: جمع |
|---|---|---|---|---|
| **متڪلم:** واحد: | کاڌو هُئم، هُئم، هوم، هُم | کاڌا هُئم، هُيم، هام، هُم | کاڌي هُئم، هُيم، هُم | کاڌيون هُئم، هُيم هُم |
| جمع: | کاڌو هُئوسون، هُئوسين، هُيوسون، هُيوسين، هوسون، هوسين | کاڌا هُئاسون، هئاسين، هُياسون، هُياسين، هاسون، هاسين | کاڌي هُئيسون، هُئيسين، هيسون، هيسين، هُسون، هُسين | کاڌيون هيُونسون، هُيُونسين، هُونسون، هُونسين، هُسون، هُسين |
| **حاضر:** واحد: | کاڌو هُئين، هُيئين، هوءِ | کاڌا هُئين، هُيئين، هُئين | کاڌي هُئين، هُيئين، هُئين | کاڌيون هُئين، هُيئين، هُئين |
| جمع: | کاڌو هُئو، هُيو، هوو، هُو | کاڌا هُئو، هُيو، هاو، هُو | کاڌي هُئو، هُيو، هُو | کاڌيون هُئو، هُيو، هُو |

غائب:

| | مذڪر — واحد | مذڪر — جمع | مؤنث — واحد | مؤنث — جمع |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | ڪاڏو هُئو، هُيو، هو، هُئائين، هئين | ڪاڏا هُئا، هُيا، ها، هُئائين، هئين | ڪاڏي هُئي، هيي، هُئائين، هيئن، هئين | ڪاڏيون هُيون، هُون، هُئائين، هئين |
| جمع: | ڪاڏو هُئو، هُيو، هو، هُئائون، هون، هئون | ڪاڏا هئا، هُيا، ها، هُئائون، هان، هئون | ڪاڏي هُئي، هيي، هُئائون، هن، هئون | ڪاڏيون هُيون، هُون، هُئائون، هن، هئون |

ضمير متفصل سان گردان:

(فاعلي حالت)

| | واحد — مذڪر ۽ مؤنث | جمع — مذڪر ۽ مؤنث |
|---|---|---|
| متڪلم: | مون (نقشو) ڏاهيو هو | اسان (نقشو) ڏاهيو هو |

| | | |
|---|---|---|
| حاضر: | تو (نقشو) ٺاهيو هو | توهان (نقشو) ٺاهيو هو |
| غائب: | هن (نقشو) ٺاهيو هو | هنن (نقشو) ٺاهيو هو |

(مفعولي حالت)

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد (نقشو) | جمع (نقشا) | واحد (تصوير) | جمع (تصويرون) |
| **متڪلم:** | | | | |
| واحد: | مون ٺاهيو هو | مون ٺاهيا هئا | مون ٺاهي هُئي | مون ٺاهيون هيون |
| جمع: | اسان ٺاهيو هو | اسان ٺاهيا هئا | اسان ٺاهي هُئي | اسان ٺاهيون هيون |
| **حاضر:** | | | | |
| واحد: | تو ٺاهيو هو | تو ٺاهيا هئا | تو ٺاهي هُئي | تو ٺاهيون هيون |
| جمع: | توهان ٺاهيو هو | توهان ٺاهيا هئا | توهان ٺاهي هُئي | توهان ٺاهيون هيون |
| **غائب:** | | | | |
| واحد: | هُن ٺاهيو هو | هُن ٺاهيا هئا | هُن ٺاهي هُئي | هُن ٺاهيون هيون |
| جمع: | هُنن ٺاهيو هو | هُنن ٺاهيا هئا | هُنن ٺاهي هُئي | هُنن ٺاهيون هيون |

زمان ماضي بعيد جو استعمال:

"ٻڌيو هو نہ ٻت ۾، اڃا ڪو آدم".
(شاهہ: حسيني)

"اصل منهنجي انگ، جڙيو هو زنجير".
(شاهہ: مارئي)

حضرت آدم عليہ السلام، پهريون انسان هو، جنهن زمين تي قدم رکيو هو.

*

گهڻو وقت اڳ اسان جي ملڪ ۾ ٻوڏ آئي هئي، جنهن تمام گهڻو نقصان ڪيو هو.

*

ڏرين پاڻ ۾ ڳالهيون ڪيون هيون، پر متفق نہ ٿي سگهيا.

*

اهو ڪم اهڙو آسان ڪونہ هو، جيئن اوهان سمجهيو هو.

٦. **زمان ماضي شرطي** - اهو زمان، جنهن ۾ گذريل زماني ۾ ڪنهن ڪم جي پوري ٿيڻ لاءِ ڪو شرط ظاهر ڪيل هجي، تنهن کي زمان ماضي شرطي چئبو آهي.

مضارع جي پٺيان شرط جي علامت 'ها' گڏڻ سان زمان ماضي شرطي ٺهندو آهي، مثلاً: پڙهان ها، وڃين ها، ڏسن ها وغيره.

زمان ماضي شرطيءَ جو صيغو فاعلي توڙي مفعولي حالت ۾ ساڳيو رهندو آهي، ان ۾ جنس جي تبديل سان ڪو ڦيرو نہ ايندو آهي، البت فاعل جي عدد مطابق مڪيہ فعل ڦرندو آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

---

نوٽ: مٿين ٻن مصرعن ۾ استعمال ٿيل ماضي بعيد جو صيغو مجهولي صورت ۾ آهي.

(فاعلي حالت)

| | واحد (مذڪر ۽ مؤنث) | جمع (مذڪر ۽ مؤنث) |
|---|---|---|
| متڪلم: | ڏسان ٿو | ڏسون ٿا |
| حاضر: | ڏسين ٿو | ڏسو ٿا |
| غائب: | ڏسي ٿو | ڏسن ٿا |

(مفعولي حالت)

| | مذڪر واحد (شهر) | مذڪر جمع (شهر) | مؤنث واحد (جاءِ) | مؤنث جمع (جايون) |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | | | | |
| واحد: | ڏسان ٿو | ڏسان ٿا | ڏسان ٿي | ڏسان ٿيون |
| جمع: | ڏسون ٿا | ڏسون ٿا | ڏسون ٿا | ڏسون ٿيون |
| حاضر: | | | | |
| واحد: | ڏسين ٿو | ڏسين ٿا | ڏسين ٿي | ڏسين ٿيون |
| جمع: | ڏسو ٿا | ڏسو ٿا | ڏسو ٿا | ڏسو ٿيون |
| غائب: | | | | |
| واحد: | ڏسي ٿو | ڏسي ٿا | ڏسي ٿي | ڏسي ٿيون |
| جمع: | ڏسن ٿا | ڏسن ٿا | ڏسن ٿا | ڏسن ٿيون |

زمان ماضي شرطيءَ جو استعمال:

تون سچ ڳالهائين ها، ته ايڏي مصيبت ۾ نه پوين ها.

*

قوم سادگي اختيار **ڪري ها**، ته معاشرو نه **بگڙي ها**.

*

پيءُ نه **اچي ها**، ته جوانيءَ جو قدر نه **ٿئي ها**.

*

شهر ۾ صحت ۽ صفائيءَ جو پورو بندوبست **هجي ها**، ته بيماري نه **ڦهلجي ها**.

*

ماڻهو دين تي قائم **رهن ها**، ته ڪڏهن به غيرن جا غلام نه **ٿين ها**.

**۷- زمان ماضي تمنائي:** اهو زمان، جنهن ۾ گذريل زماني ۾ ڪنهن ڪم پوري ٿيڻ جي آرزو يا خواهش ظاهر ڪيل هجي، تنهن کي زمان ماضي تمنائي چئبو آهي.

بناوت ۾ ماضي تمنائي ۽ ماضي شرطي، ٻئي هڪجهڙا آهن ۽ فقط اڳئين ۾ تمنا يا خواهش ظاهر ڪندڙ لفظ، جهڙوڪ جي، جيڪر، شال، شل، ڪاش، مانَ، متَن وغيره استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

١. جي، مون کي ڪو موقعو ملي ها.

٢. جيڪر، موت ڪجهہ مهلت ڏئي ها.

٣. ڪاش، مان تنهنجي ڪا مدد ڪري سگهان ها.

تمنّا ظاهر ڪندڙ لفظ مضارع سان بہ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً،

١. متان، ڪنهن کي رحم پوي.

٢. شل، ڏاتر ڏکيا ڏينهن نہ ڏيکاري.

**٨. زمان ماضي متشڪي يا احتمالي:** اهو زمان، جنهن ۾ گذريل زماني ۾ ڪنهن ڪم جي واقع ٿيڻ بابت گمان يا احتمال ظاهر ڪيل هجي، تنهن کي ماضي متشڪي يا احتمالي چئبو آهي.

اسم مفعول جي پٺيان هئڻ مصدر جو مستقبل يا مضارع گڏڻ سان زمان ماضي متشڪي ٺهندو آهي، مثلاً: اڀريو هوندو، آيا هوندا، ويو هجي وغيره.

لازمي فعل جو زمان ماضي متشڪيءَ جو صيغو جنس ۽ عدد مطابق تبديل ٿيندو آهي؛ پر مضارع واري حالت ۾ جنس جي ڦرڻ سان صيغو ساڳيو رهندو آهي، فقط عدد ۾ ڦرندو آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

لازمي فعل جو ضمير متصل سان گردان:

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متڪلم: | ويو هوندس | ويا هونداسون، هونداسين | ويئي هوندس، هونديس | ويئون هونديونسون، هونديونسين |
| حاضر: | ويو هوندين | ويا هوندو | ويئي هوندينءَ | ويئون هونديو |
| غائب: | ويو هوندو | ويا هوندا | ويئي هوندي | ويئون هونديون |

مضارع سان گردان:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ويو هُجان | ويا هُجون | ويئي هُجان | ويئون هُجون |
| حاضر: | ويو هُجين | ويا هُجو | ويئي هُجين | ويئون هُجو |
| غائب: | ويو هُجي | ويا هُجن | ويئي هجي | ويئون هُجن. |

ضمير منفصل جي حالت ۾ ٻه زمان ماضي متشڪيءَ جو صيغو ساڳيو ضمير متڪلم وارو رهندو آهي.

فعل متعديءَ جو ماضي متشڪيءَ جو صيغو فاعل توڙي مفعول سان جنس ۽ عدد ۾ موافق رهندو آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

ضمير متصل سان گردان:

| | مذکر: واحد | مذکر: جمع | مؤنث: واحد | مؤنث: جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | | | | |
| واحد: | ڏنو هوندُم | ڏنا هوندَم | ڏني هوندَم | ڏنيون هوندَم |
| جمع: | ڏنو هوندوسون | ڏنا هونداسون | ڏني هونديسون | ڏنيون هونديونسون |
| حاضر: | | | | |
| واحد: | ڏنو هوندُءِ | ڏنا هوندَءِ | ڏني هوندَءِ | ڏنيون هوندَءِ |
| جمع: | ڏنو هوندُوَ | ڏنا هوندَوَ | ڏني هوندَوَ | ڏنيون هوندَوَ |

غائب:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | ڏنو هوندو، | ڏنا هوندا | ڏني هوندي، | ڏنيون هونديون، |
| | ڏنو هوندائين، | ڏنا هوندائين | ڏني هوندائين، | ڏنيون هوندائين |
| | ڏنو هوندس | ڏنا هوندس | ڏني هوندس | ڏنيون هوندس |
| جمع: | ڏنو هوندو، | ڏنا هوندا، | ڏني هوندي، | ڏنيون هونديون، |
| | ڏنو هوندائون، | ڏنا هوندائون، | ڏني هوندائون، | ڏنيون هوندائون، |
| | ڏنو هوندن | ڏنا هوندن | ڏني هوندن | ڏنيون هوندن |

مضارع سان گردان:

متڪلم:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | ڏنو هُجيم | ڏنا هُجنيم | ڏني هُجيم | ڏنيون هُجنيم |
| جمع: | ڏنو هُجيئون | ڏنا هُجنيئون | ڏني هُجيئون | ڏنيون هُجنيئون |

حاضر:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | ڏنو هجئي، هجئي | ڏنا هجنئي، هجنئي | ڏني هجئي، هجئي | ڏنيون هجنئي، هجنئي |
| جمع: | ڏنو هجيو | ڏنا هجنيو | ڏني هجيو | ڏنيون هجنيو |

غائب:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | ڏنو هجي، | ڏنا هجن، | ڏني هجي، | ڏنيون هجن، |
| | هجيس، | ڏنا هجَنِس، | هجيس، | هجَنِس، |
| | هجيئن، | هجنئين | هجيئين، | هجنئين |
| | هجيئين | | هجنئين | |
| جمع: | ڏنو هجي، | ڏنا هجن، | ڏني هجي، | ڏنيون هجن، |
| | هجين | هجنن | هجين | هجنن |

ضمير منفصل سان گردان:

متڪلم:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | مون ڏنو هوندو | مون ڏنا هوندا | مون ڏني هوندي | مون ڏنيون هونديون |
| جمع: | اسان ڏنو هوندو | اسان ڏنا هوندا | اسان ڏني هوندي | اسان ڏنيون هونديون |

حاضر:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | تو ڏنو هوندو | تو ڏنا هوندا | تو ڏني هوندي | تو ڏنيون هونديون |
| جمع: | توهان ڏنو هوندو | توهان ڏنا هوندا | توهان ڏني هوندي | توهان ڏنيون هونديون |

غائب:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | هن ڏنو هوندو | هن ڏنا هوندا | هن ڏني هوندي | هن ڏنيون هونديون |
| جمع: | هنن ڏنو هوندو | هنن ڏنا هوندا | هنن ڏني هوندي | هنن ڏنيون هونديون |

مضارع سان گردان:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| **متڪلم:** | | | | |
| واحد: | مون ڏنو هجي | مون ڏنا هجن | مون ڏني هجي | مون ڏنيون هجن |
| جمع: | اسان ڏنو هجي | اسان ڏنا هجن | اسان ڏني هجي | اسان ڏنيون هجن |
| **حاضر:** | | | | |
| واحد: | تو ڏنو هجي | تو ڏنا هجن | تو ڏني هجي | تو ڏنيون هجن |
| جمع: | توهان ڏنو هجي | توهان ڏنا هجن | توهان ڏني هجي | توهان ڏنيون هجن |
| **غائب:** | | | | |
| واحد: | هن ڏنو هجي | هن ڏنا هجن | هن ڏني هجي | هن ڏنيون هجن |
| جمع: | هنن ڏنو هجي | هنن ڏنا هجن | هنن ڏني هجي | هنن ڏنيون هجن |

زمان ماضي متشڪڪيءَ جو استعمال:

دنيا تمام گھڻي پراڻي آهي؛ اڄ تائين ڪيترائي انسان **آيا ويا هوندا.**

*

محرم ڏٺو آهي؛ حاجي حج ڪري **موٽيا هوندا.**

*

سج لهي اونده ٿي آهي؛ ماڻهو ۽ مال پنهنجن وٿاڻن تي **وريا هوندا.**

*

پاڳيا چورن جي تلاش ۾ نڪتا آهن؛ پيرو کڻي وڃي **پهتا هوندن.**

*

پيئي ڏريون گهڻو وقت کان پاڻ ۾ پئي وڙهيون؛ هڪ ٻئي جو گهڻوئي نقصان **ڪيو هونداءُن.**

*

اوهان جو ڪتاب مون وٽ نه آهي؛ ٿي سگهي ٿو، ته اوهان کي موٽائي **ڏنو هجيم.**

*

مهمان اچڻا ته هئا، شايد ارادو **بدلايو هجين.**

**۹. زمان ماضي امڪاني:** اهو زمان، جو گذريل زماني ۾ ڪنهن ڪم جي پوري ٿيڻ جو امڪان ڏيکاري، تنهن کي ماضي امڪاني چئبو آهي.

فعل معطوفيءَ جي پٺيان 'سگهڻ' مصدر جو ماضي استمراري گڏڻ سان زمان ماضي امڪاني ٺهندو آهي، مثلاً؛

وڃي سگهيس ٿي، ڪري سگهيو ٿي، لکي سگهيا پئي وغيره.

فعل معطوفيءَ جي صيغي ۾ ڪوبه ڦيرو نه ايندو آهي؛ فقط فعل معاون ٿي ضمير، جنس ۽ عدد مطابق تبديل ٿيندو آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

غائب:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | ڏنو هوندو، | ڏنا هوندا | ڏني هوندي، | ڏنيون هونديون، |
| | ڏنو هوندائين، | ڏنا هوندائين | ڏني هوندائين، | ڏنيون هوندائين |
| | ڏنو هوندُس | ڏنا هوندَس | ڏني هوندَس | ڏنيون هوندَس |
| جمع: | ڏنو هوندو، | ڏنا هوندا، | ڏني هوندي، | ڏنيون هونديون، |
| | ڏنو هوندائون، | ڏنا هوندائون، | ڏني هوندائون، | ڏنيون هوندائون، |
| | ڏنو هوندُن | ڏنا هوندِّن | ڏني هوندَن | ڏنيون هوندَن |

مضارع سان گردان:

متڪلم:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | ڏنو هُجيم | ڏنا هُجَنيم | ڏني هُجيم | ڏنيون هُجَنيم |
| جمع: | ڏنو هُجيئون | ڏنا هُجَنيئون | ڏني هُجيئون | ڏنيون هُجَنيئون |

حاضر:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| واحد: | ڏنو هجيئي، | ڏنا هجَنيئي، | ڏني هجيئي، | ڏنيون هجَنئي، |
| | هجئي | هجَنيي | هجئي | هجَنيي |
| جمع: | ڏنو هجيوَ | ڏنا هجَنيوَ | ڏني هجيوَ | ڏنيون هجَنيوَ |

فاعلي حالت:

| | مذکر واحد | مذکر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | وڃڻو هُيُس هوم | وڃڻا هُياسون | وڃڻي هُيَس هُيَم | وڃڻيون هيونسون |
| حاضر: | وڃڻو هُئين | وڃڻا هُيَئو | وڃڻي هُئينءَ | وڃڻيون هُيَئو |
| غائب: | وڃڻو هو هوس | وڃڻا هئا، هيا، وڃڻو هون | وڃڻي هُئي، وڃڻو هُيَس | وڃڻيون هيون، وڃڻو هُيُن |

مفعولي حالت:

| | مذکر واحد | مذکر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: واحد: | ڪرڻو هُيُم، هوم | ڪرڻا هُيَم | ڪرڻي هُيَم | ڪرڻيون هُيَم |
| جمع: | ڪرڻو هيوسون | ڪرڻا هياسون | ڪرڻي هئيسون | ڪرڻيون هيونسون |
| حاضر: واحد: | ڪرڻو هُيُئي، هوءِ | ڪرڻا هُيَئي، هَئي | ڪيرڻي هُيَئي هَئي | ڪرڻيون هَيَئي هَئي |

جمع: ڪرڻو هُيُئو، ڪرڻا هُيُئو، ڪرڻي هُيُئو ڪرڻيون هُيُئو،
هُئو هُئو هُئو هُئو

غائب:

واحد: ڪرڻو هو، ڪرڻا هئا، ڪرڻي هئي، ڪرڻيون هيون،
هوس، هُس هُيَس، هَس هُيَس، هَس هُيَس، هَس

جمع: ڪرڻو هو، ڪرڻا هئا، ڪرڻي هُئي، ڪرڻيون هيون،
هُيُن، هون، هُيَن، هَن هُيَن، هَن هُيَن، هَن
هُن

ضمير منفصل جيڪڏهن مجرور صورت ۾ هوندو، ته فعل لازميءَ جو ماضي التزاميءَ جو صيغو هر حالت ۾ ساڳيو رهندو، پر فعل متعديءَ جو ماضي التزاميءَ جو صيغو جنس ۽ عدد مطابق موافق رهندو، مثلاً:

فعل لازميءَ جو گردان:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| | مذڪر ۽ مؤنث | مذڪر ۽ مؤنث |
| متڪلم: | مون کي پهچڻو پيو | اسان کي پهچڻو پيو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| حاضر: | تو کي پڇڻو پيو | توهان کي پڇڻو پيو | |
| غائب: | هن کي پڇڻو پيو | هنن کي پڇڻو پيو | |

فعل متعديءَ جو گردان:

| | مذکر واحد | مذکر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | | | | |
| واحد: | ڏيڻو پيو | ڏيڻا پيا | ڏيڻي پيئي | ڏيڻيون پيئون |
| جمع: | ڏيڻو پيو | ڏيڻا پيا | ڏيڻي پيئي | ڏيڻيون پيئون |
| حاضر: | | | | |
| واحد: | ڏيڻو پيو | ڏيڻا پيا | ڏيڻي پيئي | ڏيڻيون پيئون |
| جمع: | ڏيڻو پيو | ڏيڻا پيا | ڏيڻي پيئي | ڏيڻيون پيئون |
| غائب: | | | | |
| واحد: | ڏيڻو پيو | ڏيڻا پيا | ڏيڻي پيئي | ڏيڻيون پيئون |
| جمع: | ڏيڻو پيو | ڏيڻا پيا | ڏيڻي پيئي | ڏيڻيون پيئون |

**٣. زمان مستقبل.** اهو زمان، جو ايندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جي واقع ٿيڻ جي اميد يا يقين ظاهر ڪري تنهن کي زمان مستقبل چئبو آهي.

اسم حاليہ جي پڇاڙيءَ شخصي نشانين ڳنڍڻ سان، يا اصل فعل جي پڇاڙيءَ 'ندو' يا 'يندو' پڇاڙين ملائڻ سان زمان مستقبل ٺهندو آهي، مثلاً: لکندو، ايندو، ويندا وغيره.

عام طرح امر جي پوئين حرف تي پيش (ُ) يا زير (ِ) جي اعراب هوندي آهي، بعضي ان جو پويون حرف 'ي' هوندو آهي، مثلاً: وٺُ، پارِ، ڏي وغيره.

زمان مستقبل جي ترڪيب ۾ 'پيش' جي حالت ۾ 'ندو' ۽ 'زير' يا 'ي' جي حالت ۾ 'يندو' پڇاڙي لڳندي آهي، جيئن هيٺ ڏيکاريل آهي:

| امر | زمان مستقبل |
|---|---|
| پَچُ | پچندو |
| پُڄُ | پڄندو |
| ڪَڏُ | ڪڏندو |
| لِکُ | لکندو |
| — | — |
| آڻِ | آڻيندو |
| پَرِ | پريندو |
| ڦاهِ | ڦاهيندو |
| مَٽِ | مٽيندو |
| — | — |
| ڏي | ڏيندو |
| ني | نيندو |

مٿي ڄاڻايل عام اصول کان سواءِ ڪي الڳ صورتون به هونديون آهن – يعني امر جي پوئين حرف تي اگرچ 'پيش' هوندو آهي، پر مستقبل جي ترڪيب ۾ ان جو پوين حرف

ڪيي 'يندو' ٻجاڙي لڳائبي آهي، اهڙيءَ طرح امر جي
ٻوئين حرف تي 'زير' هوندي آهي ۽ ان جو پويون حرف
ڪيي 'ندو' ٻجاڙي لڳائبي آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| آچُ | ايندو |
| وَڃُ | ويندو |
| ڪَرِ | ڪندو |

اسم حاليه ۽ زمان مستقبل بناوت ۾ هڪ جهڙا آهن،
مگر اسم حاليه ڪڏهن به جملي ۾ ٻجاڙيءَ وارو لفظ ٿي
استعمال نه ٿيندو آهي ۽ نڪي ان سان شخصي نشانيون لڳي
سگهنديون آهن. اسم حاليه جملي ۾ هميشه فعل معطوفي وانگر
عطف جو ڪم ڏيندو آهي.

زمان مستقبل مان بعضي امر جي معنيٰ به نڪرندي
آهي، مثلاً،

هڪ ته تون گهر ڇڏي ڪيڏانهن نه **ويندي** ۽ ٻيو،
پنهنجي پيءُ کي ملڪيت ۾ شريڪ **ڪندين**.

مٿئين جملي ۾ 'نه ويندين' ۽ 'ڪندين' مستقبل جا
صيغا آهن، پر انهن مان امر جي معنيٰ نڪري ٿي، يعني
'نه ويندين' جو مطلب آهي 'نه وڃ' ۽ 'ڪندين' مان مراد
آهي 'ڪر'.

زمان مستقبل مان امڪان، ارادي يا احتمال جي معنيٰ به
نڪرندي آهي، مثلاً:

١. مون کي شوق آهي، مان **پڙهندس**.
٢. منهنجي دل چوي ٿي، ته انعام **ملندو**.

ٻهرئين جملي ۾ 'پڙهندس' لفظ مان ٻه معنائون نڪرن ٿيون: 'مان پڙهي سگهندس' ۽ 'مان ضرور پڙهندس'. ٻهريون مثال امڪان ظاهر ڪري ٿو ۽ ٻيو ارادو.

ٽئي جملي ۾ 'ملندو' لفظ مان احتمال ظاهر ٿئي ٿو، يعني انعام ملڻ جو شڪ آهي.

زمان مستقبل مان اميد، آرزو يا تمنا جي معنيٰ بہ نڪرندي آهي، مثلاً:

الله اسان تي رحم **ڪندو.**

هن جملي ۾ اميد ۽ آرزوءَ جو اظهار ٿيل آهي.

زمان مستقبل جو استعمال:

"**ايندو** اڄ عجيب، شادي **ڏيندو** صحت جي."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"انـدر جنهين آڏ، ڏونـگـر سـي **ڏوريندين.**
(شاهہ: سسئي)

"هوتن لئي هاڙهو، سڀ **رڳيندين** رت سين."
(شاهہ: سسئي)

"جهوناڳڙهہ **جهرندو، پوندي** جهانءِ جهروڪ ۾."
(شاهہ: سورٺ)

"عشق **وڃندءُ** ويسر، آخـونـد اچـي اوچتي."
(سچل: پيروي)

"لاڳاپا لاهـي، **ويندين** ڪيڏ ڪوهيار جـي."
(سچل: ڪوهياري)

"ڪاهل تي ڪهل، **ڪندين** شال ڪريم تون."
(سچل: سارنگ)

"هي جو ٽيٺو هو، سو اکر **ملينديو** ڪونہ ڪو."
(سچل ۽ راڳو)

"**ايندم** ابـاڻـا، ڏور لاتـا جـن ڏيـنـهـڙا،
ڪـيـر **سهندم** سـومـرا، مـارن ري مـاڻـا."
(سچل ۽ ڪنيات)

زمان مستقبل جا قسم:

١. زمان مستقبل استمراري
٢. زمان مستقبل مدامي
٣. زمان مستقبل امڪاني
٤. زمان مستقبل التزامي

**١. زمان مستقبل استمراري:** اهو زمان، جو ايندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جي جاري رهڻ جو اظهار ڪري، تنهن کي مستقبل استمراري چئبو آهي.

مستقبل جي پڇاڻي 'پوڻ' مصدر جو اسم مفعول آڻڻ سان زمان مستقبل استمراري جڙندو آهي، مثلاً: گذاريندس پيو، سکندا پيا، نهارينديون پيئون وغيره.

فعل معاون ڪڏهن مستقبل جي اڳيان ايندو آهي تہ ڪڏهن پويان ۽ اڳيان اچڻ جي حالت ۾ فعل جو مفهوم زوردار بڻجي پوندو آهي، مثلاً: پيو ڏوريندس، پيا نباهيندا وغيره.

زمان مستقبل استمراريءَ جو مکيہ تـوڙي معاون فعل فاعل سان هـر حالت ۾ موافق رهندو آهي، مگر مفعول جي جنس ۽ عدد ۾ ڦيري اچڻ سان ان ۾ ڪو ڦيرو نہ ايندو آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | | مذکر: واحد (ڏٺو) | مذکر: جمع (ڏٺا) | مؤنث: واحد (ڏٺي) | مؤنث: جمع (ڏٺيون) |
|---|---|---|---|---|---|
| **متڪلم:** | | | | | |
| واحد | مذکر: | چاريندُس پيو | چاريندَس پيو | چاريندُس پيو | چاريندُس پيو |
| | مؤنث: | چاريند يس پيئي | چاريند يس پيئي | چاريند يس پيئي | چاريند يس پيئي |
| جمع | مذکر: | چارينداسون پيا | چارہنداسون پيا | چارينداسون پيا | چارينداسون پيا |
| | مؤنث: | چاريندہونسون پيئون | چاريند يونسون پيئون | چاريند يونسون پيئون | چاريندیونسون پيئون |
| **حاضر:** | | | | | |
| واحد | مذکر: | چاريند ين پيو | چاريند ين پيو | چاريند ين پيو | چاريند ين پيو |
| | مؤنث: | چاريند ينءَ پيئي | چاريند ينءَ پيئي | چاريند ينءَ پيئي | چاريند ينءَ پيئي |
| جمع | مذکر: | چاريندَو پيا | چاريندَو پيا | چاريندَو پيا | چاريندِو پيا |
| | مؤنث: | چاريندَيو پيئون | چاريندَيو پيئون | چاريندَيو پيئون | چاريندَيو پيئون |
| **غائب:** | | | | | |
| واحد | مذکر: | چاريندو پيو | چاربندو پيو | چاريندو پيو | چاريندو پيو |
| | مؤنث: | چاريندي پيئي | چاريندي پيئي | چاريندي پيئي | چاريندي پيئي |
| جمع | مذکر: | چاريندا پيا | چاريندا پيا | چاريندا پيا | چاريندا پيا |
| | مؤنث: | چاريند يون پيئون | چاريند يون پيئون | چاريند يون پيئون | چاريند يون پيئون |

**٢. زمان مستقبل مدامي:** اهو زمان، جو ايندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جي هميشه جاري رهڻ جي خبر ڏئي، تنهن کي مستقبل مدامي چئبو آهي.

اسم حاليه جي پٺيان 'رهڻ' يا 'وتڻ' مصدر جو مستقبل ڳنڍڻ سان زمان مستقبل مدامي ٺهندو آهي، مثلاً: گهمندو رهندس، رلندا وتندا وغيره.

زمان مستقبل مداميءَ جي فاعل ۽ مفعول سان موافقت به ساڳي مستقبل استمراريءَ واري هوندي آهي.

**٣. زمان مستقبل امڪاني:** اهو زمان جو ايندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جي ٿيڻ جو امڪان ظاهر ڪري، تنهن کي مستقبل امڪاني چئبو آهي.

فعل معطوفيءَ جي پٺيان 'سگهڻ' مصدر جو مستقبل ملائڻ سان زمان مستقبل امڪاني ٺهندو آهي، مثلاً: ڪٽي سگهندس اچي سگهندا، ڪري سگهنديون وغيره.

زمان مستقبل امڪاني جو مکيه فعل، ڇاڪاڻ ته معطوفي صورت ۾ آهي، تنهنڪري ان ۾ ڪو به ڦيرو نه ايندو آهي، مگر فعل معاون فاعل سان موافق رهندو آهي، مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | ڪٽي سگهندس | ڪٽي سگهنداسون | ڪٽي سگهنديس | ڪٽي سگهنديونسون |
| حاضر: | ڪٽي سگهندين | ڪٽي سگهندوَ | ڪٽي سگهندينءَ | ڪٽي سگهنديوَ |
| غائب: | ڪٽي سگهندو | ڪٽي سگهندا | ڪٽي سگهندي | ڪٽي سگهنديون |

۴. **زمان مستقبل التزامي** - اهو زمان، جو ايندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم جو ٿيڻ لازمي قرار ڏئي، تنهن کي مستقبل التزامي چئبو آهي.

اسمِ استقبال جي پڇاڙيءَ ۾ 'پوڻ' يا 'ٿيڻ' مصدر جو مستقبل ملائڻ سان زمان مستقبل التزامي ٺهندو آهي مثلاً: وڃڻو پوندو، ڏيڻو پوندن، پڙهائڻو پوندم، هلڻو ٿيندو وغيره.

مستقبل التزامي گهڻو ڪري مجهولي صورت ۾ استعمال ٿيندو آهي ۽ اهڙي حالت ۾ مفعول فاعل جو قائم مقام هوندو آهي، جو فعل سان جنس ۽ عدد ۾ مطابقت رکندو آهي، مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| | مذکر واحد (کهٽو) | مذکر جمع (کهٽا) | مؤنث واحد (رڍ) | مؤنث جمع (رڍون) |
|---|---|---|---|---|
| متکلم: | | | | |
| واحد: | ولٽو پوندُم | ولٽا پوندَم | ولٽي پوندَم | ولٽيون پوندَم |
| جمع: | ولٽو پوندوسون | ولٽا پونداسون | ولٽي پونديسون | ولٽيون پونديونسون |
| حاضر: | | | | |
| واحد: | ولٽو پوندُءِ | ولٽا پوندَءِ | ولٽي پوندَءِ | ولٽيون پوندَءِ |
| جمع: | ولٽو پوندُو | ولٽا پوندَو | ولٽي پوندَو | ولٽيون پوندَو |
| غائب: | | | | |
| واحد: | ولٽو پوندو، پوندُس | ولٽا پوندا، پوندَس | ولٽي پوندي، پوندَس | ولٽيون پونديون، پوندَس |
| جمع: | ولٽو پوندُن | ولٽا پوندَن | ولٽي پوندَن | ولٽيون پوندَن |

## ١٣- فعل جون پڇاڙيون

سنڌيءَ ۾ فعل سان لڳندڙ پڇاڙيون ضميري پڇاڙيون هونديون آهن، جي ضمير منفصل جي بدران استعمال ٿينديون آهن. اهي پڇاڙيون ٻين ڪن لفظن، جهڙوڪ اسم ۽ حرف جر جي بنسبت، فعل سان گهڻو لڳنديون آهن. انهن پڇاڙين جو ذڪر اڳ ضمير متصل جي بيان ۾ ڪيل آهي. اهي ضميري پڇاڙيون مکيه فعل يا فعل معاون سان لڳنديون آهن، جيئن هيٺ ڏنل مثالن مان ظاهر ٿئي ٿو:

زمان مضارع سان لڳل ضميري پڇاڙين جو مثال:

اچانءِ، ڏيانوَ، ڏيکارينِنِ، چئُونسِ، وٺانسِ وغيره.

زمان حال ۽ حال استمراريءَ جي صيغن ۾ ضميري پڇاڙيون مکيه فعل سان لڳنديون آهن ۽ زمال حال جي باقي قسمن ۾ فعل معاون سان لڳنديون آهن، مثلاً:

زمان حال: چئومِ ٿا، لکانسِ ٿو، ڏيَنِنِ ٿا وغيره.

زمان حال استمراري: ڏئيس ٿو پيو، چوَنيوَ ٿيون پيئون، وَٺَنيمِ ٿا پيا وغيره.

زمان حال مدامي: چوندو آهيانسِ، ڏسندا آهيونِ، ڏينديون اٿنِن وغيره.

زمان حال متشڪي: ڏيندا هوندَن، ڪندِي هوندَم، ڏسندا هوندَوَ وغيره.

زمان حال امڪاني: چئي سگهانسِ ٿو، وٺي سگهنيي ٿا، سڃاڻي سگهيسِ ٿو وغيره.

زمان حال التزامي: وڃڻو آهيم، ڪرڻو اٿئُون، ڏيڻا اٿنِ وغيره.

زمان ماضيءَ جي حالت ۾ ضميري ٻڌاڙيون ماضي مطلق، ماضي استمراري، ماضي شرطي يا تمنائي جي صيغن ۾ مکيه فعل سان ۽ ماضيءَ جي باقي قسمن ۾ فعل معاون سان لڳنديون آهن، مثلاً :

زمان ماضي مطلق : ڪيَمِ، چيوسونِ، ڏٺُوَ وغيره.

زمان ماضي استمراري: ڏٺُمِ ٿي، ورتائون پئي، رُنائين ٿي وغيره.

زمان ماضي شرطي ۽ تمنائي: چوانسِ ها، وڃونِ ها، ڇڏيومِ ها وغيره.

زمان ماضي مدامي : چونديِ هُيَمِ، ڏيندا هُيَوَ، ولندو هُئين وغيره.

زمان ماضي قريب : لکيو اٿمِ، پڙهيو اٿيئي، ڪيو اٿن وغيره.

زمان ماضي بعيد : ڏٺو هومِ، مليا هُيَئي، چيو هئائون وغيره.

زمان ماضي متشڪي : ويو هوندُس، ڪيا هوندَوَ، ڏنا هوندَن وغيره.

زمان ماضي امڪاني : ڪري سگهيُس ٿي، چئي سگهيَمِ ٿي، اچي سگهيَو ٿي وغيره.

زمان ماضي التزامي : ڏٺو هومِ، ڪرٺو هونِ، ڏيٺا پيَن وغيره.

زمان مستقبل ۾ ضميري ٻڌاڙيون مستقبل ۽ مستقبل استمراريءَ جي صيغن ۾ مکيه فعل سان ۽ مستقبل جي باقي قسمن ۾ فعل معاون سان لڳنديون آهن، مثلاً:

زمان مستقبل: پڇندُس، ڊوڙنداسون، آڻيندَن وغيره.
زمان مستقبل استمراري: گذاريندَس پيئي، ڏيندَن پيا، ساريندَس پيئون وغيره.
زمان مستقبل مدامي: ايندو رهندُس، پڇائيندا رهندَو، ستائينديون رهندَن وغيره.
زمان مستقبل امڪاني: اچي سگهنداسون، ڏيئي سگهندين، چئي سگهندَن وغيره.
زمان مستقبل التزامي: ڪرڻو پوندُم، ڏيڻا پوندَن، وٺڻو پوندُوَ وغيره.

مرڪب فعلن ۾ ضميري پڇاڙيون اڪثر فعل جي پوئين ڀاڱي سان لڳنديون آهن، مثلاً: ويٺو رهندُس، چڙي ڏيندَن، چوندو ايندُن وغيره.

فعل مجهول سان به اهي ئي پڇاڙيون لڳنديون آهن، جي فعل معروف سان لڳن ٿيون، مثلاً:

مضارع مجهول: ڏجيم، لکجيوَ، چئجين وغيره.
حال مجهول: سڏجان ٿو، ڏجيس ٿو، مارجن ٿا وغيره.
ماضي مجهول: ڪوٺيو ويُم، چئبو هوس، گهربو هونِ وغيره.
مستقبل مجهول: سڏبُس، لوڙبي پيئي، چئبو رهبُن وغيره.

سنڌيءَ ۾ ٻٽيون ضميري پڇاڙيون به استعمال ٿينديون آهن، جا سنڌي ٻوليءَ جي هڪ امتيازي صفت آهي ۽ انهيءَ استعمال سان عبارت کي مختصر يعني ننڍو ڪري سگهجي ٿو، مثلاً:

'لکيومانسِ ٿي' يعني مان هن کي لکيو ٿي.
'ڏنو هيُوَنِ' يعني توهان هنن کي ڏنو هو.
'چونداسُونِس' يعني اسان هنن کي چونداسون.

## ١٤- فعل جي نسبت يا پريوگ

فعل جي مختلف صيغن ۾ ڏٺو ويو آهي، ته فعل هميشه پنهنجي فاعل يا مفعول سان جنس ۽ عدد ۾ موافقت رکندو آهي. مثال طور ڪي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| ١. فاعل سان موافقت | ڍڳو رنڀي ٿو | ڍڳا رنڀن ٿا | ڍڳي رنڀي ٿي | ڍڳيون رنڀن ٿيون |
| ٢. مفعول سان موافقت | سيٺ نوڪر رکيو | سيٺ نوڪرَ رکيا | سيٺ نوڪرياڻي رکي | سيٺ نوڪرياڻيون رکيون |

پهرئين مثال ۾ ڏيکاريو ويو آهي، ته فعل فاعل سان جنس ۽ عدد ۾ موافق رهي ٿو ۽ ٻئي مثال ۾ فعل مفعول سان جنس ۽ عدد ۾ موافقت رکي ٿو. فعل جي انهيءَ فطري موافقت کي 'فعل جي نسبت' يا 'پريوگ' چئبو آهي. پريوگ هڪ مرڪب لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي طبعي جوڙ يا ميلاپ.

فعل جي نسبت يا پريوگ جا ٽي قسم آهن:

١. نسبت فاعلي يا ڪرتري پريوگ
٢. نسبت مفعولي يا ڪرمڻي پريوگ
٣. نسبت معطّل يا نراني يا ڀاوي پريوگ

**١. نسبت فاعلي يا ڪرتري پريوگ:-** اهو فعل لازمي يا متعدي، جنهن جي جنس ۽ عدد ۾ موافقت فقط پنهنجي فاعل سان هجي، تنهن جي نسبت فاعلي چئبي آهي.

فعل لازميءَ جي موافقت هروڀرو ٻه فاعل سان ٿيڻي آهي، ڇاڪاڻ ته فعل جو لاڳاپو سڌو سنئون فاعل سان هوندو آهي، مثلاً:

| | مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| متڪلم: | مان تران ٿو | اسين ترون ٿا | مان تران ٿي | اسين ترون ٿيون |
| حاضر: | تون ترين ٿو | توهان ترو ٿا | تون ترين ٿي | توهان ترو ٿيون |
| غائب: | هُو تري ٿو | هُو ترن ٿا | هُوءَ تري ٿي | هُوءَ ترن ٿيون |

فعل متعديءَ جو فاعل سان گڏ مفعول سان به واسطو آهي، تڏهن به ڪن حالتن ۾ ان جي نسبت فقط فاعل سان هوندي آهي، مثلاً:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| مذڪر: | مهاڻو ڪُرڙو ڦاسائي ٿو | مهاڻا ڪُرڙو ڦاسائن ٿا |
| مؤنث: | مهاڻي ڪُرڙو ڦاسائي ٿي | مهاڻيون ڪُرڙو ڦاسائن ٿيون |

مٿئين گردان ۾ مفعول جي جنس ۽ عدد ۾ به جي ڪئي ڦيرو آيو، ته به فعل تي ڪو اثر نه پوندو، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| مذڪر: | مهاڻو ڪُرڙا ڦاسائي ٿو | مهاڻا ڪُرڙا ڦاسائين ٿا |
| مؤنث: | مهاڻي ڪُرڙا ڦاسائي ٿي | مهاڻيون ڪُرڙا ڦاسائن ٿيون |

| | | |
|---|---|---|
| مذڪر: | مهاڻو ڪُرڙي ڦاسائي ٿو | مهاڻا ڪُرڙي ڦاسائن ٿا |
| مؤنث: | مهاڻي ڪُرڙي ڦاسائي ٿي | مهاڻيون ڪُرڙي ڦاسائن ٿيون. |

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| مذڪر: | مهاڻو ڪُرڙيون ڦاسائي ٿو | مهاڻا ڪُرڙيون ڦاسائن ٿا |
| مؤنث: | مهاڻي ڪُرڙيون ڦاسائي ٿي | مهاڻيون ڪُرڙيون ڦاسائن ٿيون |

مٿين مثالن ۾ فعل جي نسبت فاعلي آهي.

نسبت فاعليءَ وارن فعلن جو استعمال:

"**ويا** ڳڻن ساڻ، مارئڙا ٿر **اڪري**."
(شاهه: مارئي)

"ڪاهڙ ڏانهن **ڪٺي ويا** لڏي لاڏائا."
(شاهه: مارئي)

"سُهڻ **پسان ٿي** سومرا، پرينءَ ري پيئي."
(شاهه: مارئي)

"**اڄي ويا** اولار، ڪٺي سات سويل جو."
(سچل: ڪوهياري)

**۲. نسبت مفعولي يا ڪرمڻي پريوگ:** اهو فعل متعدي معروف يا مجهول، جو مفعول سان جنس ۽ عدد ۾ موافقت رکي، تنهن جي نسبت مفعولي چئبي آهي. مثال هيٺ ڏجي ٿو:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| مذڪر: | شڪاريءَ هَرَڻُ ماريو | شڪاريءَ هَرَڻَ ماريا |
| مؤنث: | شڪاريءَ هرڻي ماري | شڪاريءَ هرڻيون ماريون |

مٿين گردان ۾ 'ماريو' فعل متعدي معروف آهي، جنهن جي موافقت فقط مفعول سان آهي، تنهنڪري ان جي نسبت مفعولي چئبي. انهيءَ صورت ۾ فاعل ۾ ڦيري اچڻ سان فعل تي ڪوبه اثر نه ٿو پوي، مثلاً:

مذڪر: شهزادي گهوڙو ڊوڙايو شهزادن گهوڙو ڊوڙايو.
مؤنث: شهزاديءَ گهوڙو ڊوڙايو شهزادين گهوڙو ڊوڙايو.

---

مذڪر: شهزادي گهوڙا ڊوڙايا شهزادن گهوڙا ڊوڙايا.
مؤنث: شهزاديءَ گهوڙا ڊوڙايا شهزادين گهوڙا ڊوڙايا.

---

مذڪر: شهزادي گهوڙي ڊوڙائي شهزادن گهوڙي ڊوڙائي.
مؤنث: شهزاديءَ گهوڙي ڊوڙائي شهزادين گهوڙي ڊوڙائي.

---

مذڪر: شهزادي گهوڙيون ڊوڙائيون شهزادن گهوڙيون ڊوڙايون.
مؤنث: شهزاديءَ گهوڙيون ڊوڙايون شهزادين گهوڙيون ڊوڙايون.

مجهول فعلن جي نسبت به مفعولي سمجهي ويندي آهي.
مجهول جي صيغي ۾ مفعول اگرچ فاعل جو قائم مقام ٿي بيهندو آهي، تڏهن به معنيٰ ۽ مفهوم جي لحاظ کان سندس مفعولي صورت قائم رهندي آهي.
مجهول فعل جو گردان:

| | | |
|---|---|---|
| مذڪر: | چڙهو ويو | چڙها ويا |
| مؤنث: | چڙهي وئي | چڙهيون ويون |

مٿئين گردان ۾ 'چڙهو' اگرچ فاعل جي جاءِ تي بيٺل آهي، پر حقيقت ۾ مفعول آهي، ڇاڪاڻ ته چڙهي ڪي وڃائڻ وارو ضرور ڪو ٻيو هوندو، جو ظاهر نه ڪيو ويو آهي، تنهنڪري فعل جي نسبت مفعولي آهي.
نسبت مفعولي وارن فعلن جو استعمال:

"اونهي ۾ اڏ ڪيو، دليلن دلنو."
(شاهه: سهڻي)

"گهڙو ڀڳو تان گهوريو، ڀڃي تان مَ گهڙي."
(شاهه: سهڻي)
"ساٿيڙن سوير، آئي آٿ جهڪائيا."
(شاهه: ديسي)
"ويندي وير چانگن جو، چڙهيو ڪين چڙهه."
(شاهه: ڪوهياري)
"مادر ملاحن، ماڳ نه ڏٺويا مڪڙا."
(شاهه: گهاتو)
"زهري منجهه زهر، جوڳيڙي جهلي ونا"
(سچل: ڪاريهر)
"نوريءَ ناد رچام ڪي، ڪي چڪايون چانيون."
(سچل: ڪلياڻ)

٣. **نسبت معطل يا نرالي يا ڀاوي پريوگ.** اهو فعل جو فاعل يا مفعول سان ڪابه موافقت جنس توڙي عدد ۾ نه رکي، تنهن جي نسبت کي معطل يا نرالي چئبو آهي.

نسبت معطل جي حالت ۾ فعل هميشه ماضيءَ ۾ هوندو آهي ۽ مفعول جري حالت ۾ هوندو آهي، مثلاً:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| مذڪر: | جوڳيءَ نانگ کي ماريو | جوڳين نانگ کي ماريو. |
| مؤنث: | جوڳياڻيءَ نانگ کي ماريو | جوڳياڻين نانگ کي ماريو. |
| مذڪر: | جوڳيءَ نانگن کي ماريو | جوڳين نانگن کي ماريو. |
| مؤنث: | جوڳياڻيءَ نانگن کي ماريو | جوڳياڻين نانگن کي ماريو. |

مٿين گردان مان معلوم ٿيندو ته فاعل يا مفعول جي ڦيراڦير سان فعل تي ڪوبه اثر نه ٿو پوي، فعل جي صورت جنس توڙي عدد ۾ ساڳي رهي ٿي.

فعل اڪرترڪ جي نسبت هميشه معطل ليکبي آهي، ڇاڪاڻ ته ان کي نه ڪو فاعل ٿئي نه مفعول ۽ ان جي صورت اٽل هوندي آهي، مثلاً:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| مذڪر: | پڙي تي چڙهبو | پڙن تي چڙهبو. |
| مؤنث: | پيڙيءَ تي چڙهبو | پيڙين تي چڙهبو. |

مٿين جملن ۾ 'چڙهبو' فعل اڪرترڪ آهي ۽ ان جي صورت واحد يا جمع ۾ ۽ مذڪر توڙي مؤنث ۾ هڪجهڙي آهي، تنهنڪري ان جي نسبت معطل آهي.
نسبت معطل وارن فعلن جو استعمال:

"موت قبوليو تن، ڏڏو جن ڏکيءَ کي."
(شاهه: معذوري)

"ارادي آئي، سانگين سين سگ ڪيو."
(شاهه: ديسي)

"پاٺي پهنوارن، اڄ تا مون کي ياد ڪيو."
(سچل: ڪنيات)

"ڏاگهن ۽ ڏيرن، ڪيو ڏوهڻ سان ڏاڙو."
(سچل: ڪوهياري)

"جني سڱهيو ڪڪ، سيا ڳانئي ٿيا."
(سچل: ڪاريهر)

# ١٥- ظرف

ظرف اهو لفظ آهي، جنهن مان وقت، جاءِ يا هنڌ، طرف، ريت، قدر يا انداز ۽ اقرار يا انڪار جي معنيٰ نڪري ۽ جنهن جو جملي ۾ فعل، صفت يا ٻئي ظرف سان لاڳاپو هجي.

سنڌي زبان ۾ اصل يا بنيادي ظرف ٿوري تعداد ۾ آهن. بعضي صفت جا لفظ خود ظرف ٿي ڪم ايندا آهن، خاص ڪري انهيءَ حالت ۾، جڏهن انهن جو تعلق اسم يا ضمير ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن لفظ سان هوندو آهي، مثلاً:

١. وهٽ **تکو** هلي ٿو.

٢. ننڍڙا ٻار **گهڻو** رئندا آهن.

مٿين جملن ۾ 'تکو' ۽ 'گهڻو' اصل صفت جا لفظ آهن، مگر هتي ظرفي صورت ۾ ڪم آيل آهن ۽ انهن جو لاڳاپو فعل سان آهي.

ڪي اسم خود ظرف ٿي ڪم ايندا آهن، جن مان ڪي فاعلي صورت ۾ هوندا آهن ته ڪي عام صورت ۾، مثلاً:

١. **رات** چنڊ گرهڻ ٿيندو.

٢. **پاسي** ٿي ويهه.

مٿين مثالن ۾ 'رات' ۽ 'پاسي' اسم آهن، جي هتي ظرف ٿي ڪم آيا آهن.

ظرف جون صورتون:

١. بنيادي ظرفن جا مثال:

| آتِ | پَرهين، پرينهن | سدا | نيٺ |
|---|---|---|---|
| آڳُرِ | تُرت | ڪالهه، ڪلهه | وِيتر |

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڄ | توءِ | ڪَرَ | هاڻي |
| آيا | ٿهہ پٺهہ | ڳَنڍُ | هرو ڀرو |
| آرهَن، آريهَن جائي | | لَڙَ | هيئَر |
| اُمالڪ | جيڪس | مَسَ، مَسين | هُوندَ |
| بَس | ڇَنُ | نِتُ | هيرَ |
| بِنهہ | جهَٽ پَٽ | نِپَٽُ | هيڪر |
| پٽيءِ | ڇو | نيڃُ | هيڪاري |

٠٢ اُنهن صفتن جا مثال، جي ظرف ٿي استعمال ٿيندا يون آهن.

| | | | |
|---|---|---|---|
| اوچتو | اويلو | سڌو | سوايو |
| اوڏو | ٿورو | سنئون | گهڻو |
| اونهو | ڏاڍو | سوارو | ويجهو |

٠٣ اڪثر اهڙيون صفتون، جن مان وقت يا هنڌ جي معني نڪرندي هجي ۽ سندن پڇاڙيون 'آهون' 'آهين'، آرو يا 'آئتو' هجن، ظرف ٿي ڪم ايندو يون آهن، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| آڳاهون | پراهين | منجهاهين |
| آڳاهين | مٿاهون | سنهائتو |
| اوراهون | مٿاهين | ڪمائتو |
| اوراهين | منجهارو | وڙائتو |
| پراهون | منجهاهون | هنڌائتو |

٠٤ ڪي صفتون گردان هيٺ اچي نہ سگهنديون آهن، پر ظرف ٿي ڪم ايندو يون آهن، مثلاً:

| | |
|---|---|
| برابر | جلد |
| جال | زور |
| جام | عبث |

٥. اسم يا صفت جي پٺيان 'آن'، 'اَئِن'، 'آئُون' يا 'آئين' پڇاڙي ملائڻ سان ٻه ظرف ٺهندو آهي، مثلاً:

اندران، اندرُون — پٺيان، پٺيُون — مهندان
ٻاهران، ٻاهرُون — حقُّون — وچان، وچائين،
پاران، پارُون — ڏليان، ڏليُون — وچُون

صفت جو لفظ، جڏهن ڪنهن پڇاڙيءَ سان شامل ٿي، ظرف جي صورت وٺندو آهي، ته ان جو پويون 'و' مٽجي 'ي' ٿي پوندو آهي، مثلاً:

| صفت | ظرف |
|---|---|
| چڱو | چڱيان |
| ڏاڍو | ڏاڍيان |
| مٺو | مٺيان |
| هَورو | هوريان |

٦. ڪي ظرف ضميري بنيادن مان جڙندا آهن ۽ مختلف معنائون ڏيکاريندا آهن، مثلاً:

| ضميري بنياد | مختلف معنائون ڏيکاريندڙ: ريت | جاءِ يا هنڌ | طرف | وقت |
|---|---|---|---|---|
| اي | اهين، ائن، ائين، ايئن | ات، اتان، اتاهون، اتاهين، اتون، اتي | ايڏاهن، ايڏاهون، ايڏاهين، ايڏهن، ايڏي | ايسين، ايستائين، ايسيتائين |

---

نوٽ: وقت ڏيکاريندڙ ظرفن کي پٺيان حرف جر جون پڇاڙيون ٻه لڳنديون آهن، جهڙوڪ 'تائين' وغيره، جيئن مٿي مثالن ۾ ڏيکاريو ويو آهي،

| | ريت | جاءِ يا هنڌ | طرف | وقت |
|---|---|---|---|---|
| هي | هيئَن، هيئين، هيئَن | هيت، هيتان، هيتاهون، هيتاهين، هيتي | هيڏانهن، هيڏانهون، هيڏانهين، هيڏهن، هيڏي | هيسين، هيستائين، هيسيتائين |
| او | آونءَ، آهين، آئين | آت، آتان، آتاهون، آتاهين، آتون، آتي | اوڏاهن، اوڏاهون، اوڏاهين، اوڏهن، اوڏي | اوسين، اوستائين، اوسيتائين |
| هو | هُونءَ، هُهين، هُئين، هُئَن | هُت، هُتان، هُتاهون، هُتاهين، هُتون، هُتي | هوڏاهن، هوڏاهون، هوڏاهين، هوڏهن، هوڏي | هوسين، هوستائين، هوسيتائين |
| جو | جيئَن، جيئين، جيئن | جاتي، جاٿي، جيت، جيٿ، جيتان، جيٿان، جيهان، جيئان، جيتاهون، جتاهين، جٿاهون، جٿاهين، جتون، جيٿون، جيتي، جيٿي | جاڏي، جيڏاهن، جيڏاهون، جيڏاهين، جيڏهن، جيڏي | جاڪون، جڏهن، جڏهين، جيسين، جيستائين، جيسيتائين، جيستوڙين، جيستوڻي، جيستوئين |

| | ريت | جاءِ يا هنڌ | طرف | وقت |
|---|---|---|---|---|
| تو | تيئَن، تيئين، تيئَن | تاتي، تاٿي، تيت، تيٿ، تيٿان، تيٿ ان، تيهان، تيٿان، تيٿاھون، تيٿاھين، تيٿاھون، تيٿاھين، تيٿون، تيٿون، تيٿي، تيٿي | تاڏي، تيڏاھن، تيڏاھون، تيڏاھين، تيڏھن، تيڏي | تاڪون، تڏھن، تڏھين، تيسين، تيستائين، تيسيتائين، تيستوڙين، تيستوڻي، تيستوئين |
| ڪو | ڪيئن، ڪيئَن | ڪاٿي، ڪيت، ڪيٿ، ڪيٿان، ڪيٿان، ڪيٿاھون، ڪيٿاھين، ڪيٿيون، ڪيٿيين، ڪيٿئون، ڪيٿئين، ڪيٿون، ڪٿي | ڪاڏي، ڪاڏھن، ڪڏھون، ڪاڏھين، ڪيڏاھن، ڪيڏاھون، ڪيڏاھين، ڪيڏھن، ڪيڏي | ڪڏھن، ڪڏھين، ڪيسين، ڪيستائين، ڪيسيتائين، ڪيستوڙين، ڪيستوڻي، ڪيستوئين |

ڪن ظرفن سان پيون به ڪي پڇاڙيون لڳنديون آهن، مثلاً:

طرف ڏيکاريندڙ ظرف: ايڏ تي، ايڏ تائين، جيڏ تي، جيڏ تائين، تيڏ تي، تيڏ تائين وغيره.

وقت ڏيکاريندڙ ظرف: جانڪي، جانڪيتان، تانڪي، تانڪيتان،
جڏهانڪر، جڏهانڪون، جڏهوڪو،
تڏهانڪر، تڏهانڪون، تڏهوڪو،
ڪڏهانڪر، ڪڏهانڪون، ڪڏهوڪو،
راتاڪر، راتاڪون، ڪالهاڪر،
ڪالهاڪون وغيره.

٧. اسم مفعول يا اسم حاليه پڻ ڪڏهن ظرف ٿي ڪم ايندو آهي، مثلاً:

١. مان وينٺي ورهيه گذاري ڇڏيا.

٢. هو ڏڪندو غار ۾ گهڙيو.

مٿين مثالن ۾ 'وينٺي' اسم مفعول ۽ 'ڏڪندو' اسم حاليه جا لفظ آهن، جي هتي ظرف جي صورت ۾ ڪم آيا آهن، ڇاڪاڻ ته انهن ٻنهي لفظن مان حالت جي معنيٰ ٿي نڪري.

٨. سنڌيءَ ۾ ڪيترا مرڪّب لفظ، ظرف ٿي ڪم ايندا آهن، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

الف. ٻن ساڳين يا همجنس اسمن جا مرڪب لفظ، مثلاً:
اوڙي پاڙي، اوير سوير، پيري پيري، پل پل، دم دم، ڏينهن ڏينهن، رات ڏينهن، روز روز، سال سال، سانوڻ سياري، مهيني ماسي، هنڌ هنڌ وغيره.

ب. اسم ۽ اسم مفعول جا مرڪّب لفظ، مثلاً:
پيٺي پير، تتي تاءُ، پرهه ڦٽيءَ، چنڊ اڀرئي، ڏينهن ڏٺي، سج لٿي، لوڪ سُتي وغيره.

ت. اسم ۽ اسم حاليه جا مرڪب لفظ، مثلاً:
ٻڪ مرندي، تارا تڪيندي، ڳالهيون ڪندي، مينهن وسندي، واٽ ويندي وغيره.

ث. اسم ۽ صفت جا مرڪب لفظ، مثلاً:
اڀن ڀھر، اوڏيءَ مھل، اونڌي منھن، اپتري قدر، ٻئي ڀيري، ٻوئين ڀير، چوڏار، ذري گهٽ، گهٽي ڀاڱي، هڪدم وغيره.

ج. اسم ۽ حرف جر جا مرڪب لفظ، مثلاً:
انڪل سان، ٽيڙهي ٻنا، ٽڪڙ ۾، ٿڌي تي، رات جو، سانجهيءَ تائين، سک منجهان، شرم کان، عمر ڀر، گهرج آهر وغيره.

ح. اسم ۽ فعل معطوفيءَ جا مرڪب لفظ، مثلاً:
اکيون ڀٽي، ڀاڪر ڀري، پنڌ ڪري، پير ڪوڙي، دل جهلي، ڏيان ڏري، زور ڏيئي، سنڌرو ٻڌي، لاڳاپا لاهي، منهن ويڙهي، وجهه وٺي، هٿ جوڙي وغيره.

خ. اسم مفعول جي ٻن صيغن جا مرڪب لفظ، مثلاً:
آٽئي ويٺي، آڏي ڪٽي، ٽڪو ٽٽو، ڏني ورتي، رڌي پڪي، ڪاڍي پيتي، هڪيو ٽڪيو وغيره.

د. اسم حاليه جي ٻن صيغن جا مرڪب لفظ، مثلاً:
ايندي ويندي، رهندو ڪندو، ڪلندي ڪائيندي، ڳالهائيندي ٻولائيندي، گهمندي ڦرندي وغيره.

ذ. ٻن صفتن جا مرڪب لفظ، مثلاً:
آبتو سٻتو، اجايو سجايو، اولو سولو، آوٽو اڌوڙو، ٽڪڙو ٽڪڙو، ٿورو گهڻو، جهڙو تهڙو، چڱو ڀلو، ڏار ڏار، هر هر وغيره.

ر. فعل معطوفيءَ جي ٻن صيغن جا مرڪب لفظ، مثلاً:
جهلي جهلي، ڄاڻي ٻجهي، ساري سنڀالي، سوچي سمجهي، ليڪي ليڪي وغيره.

ز. ٻن ظرفن جا مرڪب لفظ، مثلاً:
اڄ سڀان، اڄ ڪلهه، اڳي پوءِ، اوري پري، ايڪڙ ٻيڪڙ، جاڏي ڪاڏي، جڏهن ڪڏهن، جيئن تيئن، ساجهر سويرو، ڪڏهن قضاني، هنڌين ماڳين، هيٺ مٿي، هيڏي هوڏي وغيره.

س. ظرفي اڳياڙين وارا مرڪب لفظ، مثلاً:
آڪارت، آڏو، آوجهڙ، سڌو، سڀنڌ وغيره.

ش. ظرفي پڇاڙين وارا مرڪب لفظ، مثلاً:
اڳيرو، پوئيرو، ٿانيڪو، ڏٿائين، هٿيڪو، هيٺيرو وغيره.

ص. ظرف جون ٻيون به ڪي مرڪب صورتون آهن، جي استعمال ٿينديون آهن، مثلاً:
انڌندو، انڌ پنڌ، هاسيڪار، هٿون هٿ، هرويرو وغيره.

۹. سنڌيءَ ۾ فارسي ۽ عربيءَ جا ظرفي لفظ ۽ ترڪيبون عام استعمال ٿين ٿيون، جن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

فارسي لفظ ۽ ترڪيبون:
آهسته، بس، جلد، شايد، مفت، هرگز، هميشه، بار بار، برابر، بيشڪ، درحقيقت، دمبدم، سراسر، صبح شام، ناحق، هردم، هر روز، هر سال، هر وقت، يڪدم وغيره.

عربي لفظ ۽ ترڪيبون:
اڪثر، بعيد، تمام، حاضر، ضرور، ظاهر، غائب، فقط، قريب، محال، مسلسل، مقابل، ممڪن، واجب، بلڪل، عنقريب، في الحال، في الحقيقت، اتفاقاً، دائماً، غالباً، فوراً، لازماً، مثلاً، يقيناً وغيره.

## ظرف جا قسم:

۱. ظرف مڪان
۲. ظرف زمان

٣. ظرف تمييز
٤. ظرف مقدار
٥. ظرف اقراري
٦. ظرف انڪاري

**١. ظرف مڪان** - اهو ظرف، جنهن مان ڪنهن جاءِ، هنڌ يا طرف جي معنيٰ نڪري، تنهن کي ظرف مڪان چئبو آهي. ظرف مڪان جو استعمال:

"**جيڏاهن** ڪريان پرک، **تيڏاهن** صاحب ساهه‌ون."
(شاهه: ڪلياڻ)

"**جتي** حبيب هُن، نائڪ پسري نيڻهن جي،
**تتي** طبيبن، وڃا وڃي وسري."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"مائين ڪن مياڻ ۾، ٻه ٽي ترارين ڏيت،
ايءَ پر آهي **آت**، **جتي** ناتو ناهه ڪو."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"**چوڌاري** چڙا ٿا ٻُرن ٻيلائن جا."
(شاهه: سهڻي)

"**جيڏان** گهڙي **ڏيڏان** گهيڙ، ڪپر ڇڏن ڪوڙيون."
(شاهه: سهڻي)

"**جيت** ڪو ٻرزا ٿئي، **ڏيت** ڪڇو ڪندو ڪيئن؟"
(شاهه: سهڻي)

"جو اڪنئون **اوڏو** آهه، سو پرين **پرانهون** م چئو."
(شاهه: مسئي)

”آءٌ اوراهون سپرين، وڃ مَ اڳاهون.“
(شاهه: سسئي)

”ڇڏينديس ڍنڍور، هنئون هيتِ نہ وندري.“
(شاهه: حسيني)

”هنڌ هنڌ تي هُڪار، ڍينر شهر ڍنڍور ۾.“
(سچل: ڪوهياري)

”شال نہ رهن ڏور، هُئن ابائا اوڏڙا،
ميان تن لئي مور، مون هيت جاڻ نہ ٿئي.“
(سچل: ڪنيات)

”قسمت قيد ڪٿي ڪيو، ڪٿان جي جائي.“
(سچل: ڪنيات)

”اوڏهن اڏاريام، ڪل لهڻ لشي ڪانگڙا.“
(سچل: ڪنيات)

”ڪاٿي آءٌ هُياس، ڪاٿي آيس سومرا،
هتان هلي هت، پورن منجهہ پياس.“
(سچل: ڪنيات)

”ڏاها ٿي نہ ڏور، ويهہ مون ڪي ٿي ويجهڙو.“
(سچل: مالڪوس)

هن جو نالو ملڪان ملڪ مشهور ٿي ويو.

*

سياري ۾ برسات جاءِ بجاءِ پوندي آهي.

*

اخبارن ۾ هيتان هُتان خبرون گڏ ڪري لکندا آهن.

*

هرڻ هيڏي هوڏي گهڻو ئي ڏٺو، پر پاڻي ڪٿي بہ نظر نہ آيس.

٢. **ظرف زمان:** اهو ظرف جنهن مان ڪنهن وقت يا زماني جي سُڌ پوي، تنهن کي ظرف زمان چئبو آهي.

ظرف زمان جو استعمال:

"تن ۾ تند تنوار، **سدا** سپرين جي."
(شاهه: ڪلياڻ)

"هئا **اڳهين** گڏ، پر پڌ ۾ هت تبا."
(شاهه: ڪلياڻ)

"سوري آهه سينگار، **اصل** عاشقن جو."
(شاهه: ڪلياڻ)

"**ٻهرين** ڪاتي ٻاءِ، پڇج **ٻوءِ** پريتڙو."
(شاهه: ڪلياڻ)

"**هڻ** نه وٺي هاڻ، مون ويڄن جو وصال."
(شاهه: ڪلياڻ)

"سوريءَ چاڙهيو سپرين، ڏنب ڏهاڙي ڏين."
(شاهه: ڪلياڻ)

"تڏهن **ڦڪيون** فرق ڪن، **جڏهن** امر ڪريو ان کي."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"**ڏهاڙيوءِ** ٿيو، مرڻ متارن جو."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"چنڊ لڳيسي منڊ، **سڀڄهيئي** سيخ ٿئين."
(شاهه: ڪنڀات)

"اڄ نه اڳينءَ ڀار، ڪرهو جيئن ڪالهه هو."
(شاهه: ڪنڀات)

”سامونڊين سعيو **سدائين** سفر جو.“
(شاهه: سامونڊي)

”هي جي آيا **هير**، سي مون اڳ نه ڏٺا **ڪڏهين**.“
(شاهه: ديسي)

”ساٿيڙن **سوير**، آئي آٿ جهڪائيا،
اتيس آءُ **اوير**، ڪري سڄ **سڀڪا** ويا.“
(شاهه: ديسي)

”جتن سان **جانڪون**، سرتيون مون سڱ ٿيو،
ڪري ڪوهيارو ويو، تن چني **تانڪون**،
آءُ پڻ **تڏهانڪون**، **آءُ** ڏکوئي آهيان.“
(شاهه: ديسي)

”**اڳي** ائن هياس، جيئن پنهونءَ ڏوتم ڪپڙا،
**هاڻي** ائن ٿياس، جيئن جت نه نينم پاڻسين.“
(شاهه: حسيني)

**جڏهانڪر** ٿيام، سانجاهه سپرين سين،
**تڏهانڪر** تر جيترو، وير نه وساريام.“
(شاهه: بروو)

”جانب جدائيءَ جا **ڏيهاڙي** پون پور.“
(شاهه: مومل راڻو)

”**ناڏڪي** ساڻن اور، **جان** آهين اوطاقن ۾.“
(شاهه: رامڪلي)

”اکيون **علي الصباح**، دوست ڏيکڻ آئيون.“
(شاهه: آسا)

”اڄ سڀان ايندا، ڪندا ور ويچاريءَ جي.“
(سچل: ڪوهياري)
”اول آنڌي آئي، پويان هٿئي برسات.“
(سچل: سارنگ)
”هر هر ويٺو هير جي، رانجهو ڏسي راهه.“
(سچل: ڪاريهر)
”کهڙ ڪئي پوءِ کهوٽ، پڻيءَ پان پوتار ڪان.“
(سچل: سورٺ)
”جڏهن ٿيا ابر، تڏهن روجهن ڳاٽ مٿي ڪيا.“
(سچل: پهاڙي)
”من ۾ اٿم مارئڙن جا نت ڏت سور نوان.“
(سچل: ڪنڀات)
”ايڏاهين ايندياس، ڏهل موچاريءَ مارئا،
لوئي اها لوءِ جي، ڇڏڻ نه ڇڏيندياس،
تنهبارون توڙي ٿئي، مور نه مٽيندياس،
آخر اچي ڏوٿن کي ڏوراپا ڏيندياس.“
(سچل: ڪنڀات)
”اڄ ڪي ڌڻي انهن جي، وات اٿم وائي.“
(سچل: ڪنڀات)
طلب تني جي تات، رانيان ڏينهان روح کي.“
(سچل: جوڳ)

٣. **ظرف تمييز:** اهو لفظ، جو ڪنهن فعل يا امر واقع ٿيڻ جو طور طريقو بيان ڪري، تنهن کي ظرف تمييز چئبو آهي.

اهي لفظ، جي عام طرح ظرف تمييز ٿي استعمال ٿين ٿا، تن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

الف. شڪ يا گمان ظاهر ڪندڙ لفظ، مثلاً:
اڪثر، جيڪس، شايد، غالباً، گهڻو ڪري وغيره.

ب. يقين ظاهر ڪندڙ لفظ، مثلاً:
برابر، بيشڪ، بيگمان، بلاشڪ، تحقيق، پڪ، جائي، خاطريءَ سان، ساڀيان، سچ پچ، صحيح، قطعاً، لاشڪ، يقيناً وغيره.

ت. تخصيص يا استثنيٰ جا لفظ، مثلاً:
البت، باقي، بس، خالي، رڳو، صرف، فقط، محض، نجو، نلو وغيره.

ث. اختصار يا قلت جا لفظ، مثلاً:
آخرڪار، الغرض، القصه، بالآخر، پڇاڙيءَ، حاصل ڪلام في الجمله، قصه ڪوتاهه، نيٺ وغيره.

ج. تاڪيد جا لفظ، مثلاً:
آوس، بهرحال، بهرصورت، ضرور، ڪيئن به، هروڀرو وغيره.

ح. تائيد جا لفظ، مثلاً:
اڙلندو، پاٽان، پاٺمرادو، پاڻون واٽي، پاڻهين، پاٽيهي، ڇاٽي واٽي، رهندو، سعيو ڪري، ماڳهين، مورڳو، هٿان، هٿانهون، هٿانهين، هٿانئين، هٿون، هٿئون، هيڪاري، هيڪارهين وغيره.

خ. امڪان ظاهر ڪندڙ لفظ، مثلاً:
اٽيٽي، عبث، غير ممڪن، محال، مس، مسين، مشڪل، ممڪن، ناممڪن، ورلي وغيره.

د. حادثي جا لفظ، مثلاً:
اتفاقاً، اتفاق سان، امالڪ، اوچتو، ناگهان وغيره.

ذ. تمثيل جا لفظ، مثلاً:
بعينه، تيئن، جيئن، ڄڻ ته، ڄڻڪ، مثلاً، مثال طور، هوبهو، يعني وغيره.

ر. جملي ۾ اسم مفعول يا اسم حاليه گھڻو ڪري ظرف تمييز تي ڪم ايندو آهي.

عام محاوري وارا ظرف تمييز جا ٻيا لفظ:
اجايو، اڪيلو، اهڙي طرح، تهڙي طرح، ٻڌ رو، ٻڌ ري پٽ، لڙ ئي، چپ چاپ، چوري چپي، جهڙي طرح، ڏ ک سک ۾، روبرو، زبردستي، زور سان، زوريءَ، ظاهر ظهور، غلط، گڏ، ڳجهي طرح، ڪنهن ٻر، ڪنهن طرح، ڪنهن نموني وغيره.

ظرف تمييز جو استعمال:

"ٻاڏان ڏوهه چڙهن، **جيئن** ورق ورائن وترا."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"**ايهين** ات اڻاءِ، **جيئن** هوندي رات هت مڙان."
(شاهه: ڪنڀات)

"لِڪه لڳ لطيف چئي، **هورين** هل مَ اتَ."
(شاهه: ڪنڀات)

"ڪپر تو ڪَنُ ڪري **جيئن** مانيءَ منجهه مٿي."
(شاهه: سريراڳ)

"**هُنئُهين** هوند مئي، پر ٻڌيءَ جا ٻيٺا تيا."
(شاهه: سهڻي)

"ڪئڙن ڪيئا چڏيا جي سڙيون تي ڊسَ."
(شاهه: سارنگ)

"سينهون **ٻاڏمراديون** تڏا چرن تر."
(شاهه: سارنگ)

"**وينئي** ور نہ پون، **سنئي** سان نہ سپرين."
(شاهه: سسئي)

”**هلندي** هوت پنهونءَ ڏي ڪُڇجن ڪي ڪونئون.“
(شاهه: معذوري)
”**جئن جئن** تپي ڏينهن، **تئن تئن** تاڻي پنڌ ۾.“
(شاهه: حسيني)
”هاري هيڪاندي، **ڪڏهن ڪي** ٽيڪنديءَ هوت سين.“
(شاهه: حسيني)
”سپيريان جي ڳالهڙي، **رڳو** رنجائو.“
(شاهه: حسيني)
”**ڪوهه** لڄائين پاڻ، **ناحق** وينو نينهن ۾.“
(سچل: راڻو)
”پٽ پٽيهر بافتا، **نپٽ** ڪيم ناس.“
(سچل: ڪاريهر)
”پيچل تندون ٽيڪم مان، **ڏهدل** ڪيون تيار.“
(سچل: سورٺ)
”**شايد** پري پهنوار ويا، جو سڌ نه لڌائون.“
(سچل: ڪنڀات)
”**جيڪس** سنگهارن، اهو ڏيهه وٺي ويو.“
(سچل: ڪنڀات)
”**چاهون** چڙهيائون، نه **چاڙهان** ملڪ ملير جو.“
(سچل: ڪنڀات)
”**آئي ويلي گهمندي**، تن تني جي تار.“
(سچل: ڪنڀات)
”محبن ڏهون **هتسين**، اڄ پڻ ڪانگل آيو.“
(سچل: مالڪوس)

٤. **ظرف مقدار** - اهو لفظ، جنهن مان وسعت، قدر يا انداز جي خبر پوي، تنهن کي ظرف مقدار چئبو آهي.

**ظرف مقدار جا مثال:**

اڃ، اپار، اڪيچار، باقي، بلڪل، بيحد، بيشمار، تيرُ، تيرَ جيترو، تمام، جهجهو، جهڪو، دل، ذرو، ڳپل، ڳچ، سارو، سڀ، سڀوئي، سڀيئي، سمورو، سوايو، ڪجهه، مڙيوئي، ماڻو، نسورو، وڌيڪ، هم، هيترو، هيڏو، هڪاندو، آڦي باقي، چڙو پاڏو، ذرو پرزو، سڄو سارو، عام جام وغيره.

**ظرف مقدار جو استعمال:**

"ذرو تفاوت نه ڪري، تنهن کي ڪو طبيب."
(شاهه: ڪليان)

"ڪڏهين اڀرين **سڀهڙو**، ڪڏهن اڀرين ڳچ."
(شاهه: ڪنڀات)

"ساهڙ ڌاران سهڻي، **نسوري** ناپاڪ."
(شاهه: سهڻي)

"هت بت رهيو **باقي**، تون ساهه وٺي وئين سپرين."
(شاهه: برو و سنڌي)

"موران **ماڻو** نه ٿئي، تازي جو تو ڙان،
هاٿي جي **هيڏو** وهي، ته به ڳهٽي ملهه گهوڙان."
(شاهه: سينهن ڪيڏارو)

"پورب سندي پار جا ڪڪر **ڪارونڀار**،
ترايون تجل جون، تيون **تارون** ڌار."
(سچل: سارنگ)

"**مٺنڊائتي** مندل ڪيا، جر آلا **جال**."
(سچل: سارنگ)

"لاهـج لـڳـ خـدا جـي، ڏرو ڀرزو زنگ."
(سچل : راڳو)

"سچل ساميـڙن تـي، محبت وسـي موڪ."
(سچل : جوڳ)

"هنئين سان هنڊائـجو، سرتيـون سهوڳي."
(سچل : مالڪوس)

٥. **ظرف اقراري**- اهـو ظرف، جنهن مـان اثبـات، اجابت يـا اقرار (هائو) جـي معنيٰ نڪري، تنهن کـي ظرف اقراري يا ظرف ايجاب چئبو آهي.

ظرف اقراري يا ايجاب جا مثال:

بجا، برابر، ڀلا، ڀلي، ڀلي ڪري، ٺيڪ، ٺهيو، جائيي، جيئڻ، چڱو، چوڻ، درست، صحيح، مترُ، واقعي، هـا، هان، هائو وغيره.

ظرف اقراريءَ جو استعمال:

"ڀلي ڪري نيوم، هيءَ سنگ ٻاروچن سين."
(شاهه : حسيني)

"بـيهـودن ڀـلا، ڪيڙو قـدر قـرب جـو."
(سچل : ڀيروي)

"ڏونـگـر ڏوري هتڙ مـران، ماهـه ميرون ڪائين،
آنڊا گونڊا اوجهريـون، ڀـل ڳيجهون ڳڙڪائين."
(سچل : ڪوهياري)

"راڻـا رنـج نـہ ڪر، معاني مـومـل ڏي ڪٺي."
(سچل : راڳو)

"تـن مـان ڪيـڪـيءَ جـي اچي، برابر بـد بـوءِ."
(سچل : ڪلياڻ)

**چڱو**، جيئن چوندين تيئن ڪندس.

*

**هائو**، اها حقيقت آهي.

*

**ڀلو**، مان توکي معاف ٿو ڪريان.

*

اسان غريبن ۽ يتيمن جي مدد **چونه** ڪريون، آخر هنن جو اسان تي حق آهي.

**٦. ظرف انڪاري-** اهو ظرف، جنهن مان نفي يا انڪار جي معنيٰ نڪري، تنهن کي ظرف انڪاري چئبو آهي. عام طرح هيٺيان لفظ ظرف انڪاري طور ڪم ايندا آهن:

ڪانه، ڪونه، ڪونڪو، ڪين، ڪينڪي، مَ، نَم، نه، نهِ، نا، نَڪو، نَڪي وغيره.

ڪي لفظ هوندا آهن، جن ۾ انڪار جي معنيٰ سمايل هوندي آهي ۽ ظاهري طرح ڪو شڪ يا گمان ڏيکاريل نه هوندو آهي، تن کي به ظرف انڪاري چئبو آهي، مثلاً:

الاجي، خيرڪو، ڪهڙي خبر، مڃاڻ، نه ڄاڻان، نه معلوم وغيره.

ڪي لفظ تنبيهه طور ڪم ايندا آهن، تن کي به ظرف انڪاري چئبو آهي، مثلاً:

جيمَ، خبردار، ڏِسُ، مچو، متان، هلا وغيره.

ظرف انڪاريءَ جو استعمال:

"**ڪانه** گهرجي سون، حياتي هوتن ري."
(شاهه: ڏهن ڪلياڻ)

"**نڪو** ساهڙ سڌ، نڪا سُڃي سهڻي."
(شاهه: سهڻي)

”سڄي ٻول سندان، ڄڃر سڀهين سسئي.“
(شاهه: سسئي)

”هيءُ ننڍ نه چاڙان، ڪڏهن هٿندءِ ڪٿي.“
(شاهه: سريراڳ)

”نڪي ڪتين، نه ڪتائين، نه ڪين ڪوريءَ ڪاڻ.“
(شاهه: ڪاپائتي)

”ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن ڪين ڪيام.“
(سچل: ڪوهياري)

”ووهه ووهه تا مَ وسار، متان سڄي مات ڪرين.“
(سچل: ڪوهياري)

”مومل مهڻي هاب، راڻا ڪر نه راءِ تون.“
(سچل: راڻو)

”مومل ناهه ميار، سودي سگ چني چڏيو.“
(سچل: راڻو)

الاجي، مون کي ڪهڙي خبر؟

*

خبردار، وري اهڙو ڪم نه ڪجانءِ.

*

ڏس، اهڙو ظلم متان ڪرين.

*

مون سمجهو ته ڪجهه ڪونهي، مگر ته ڪو نانگ ڇپر ۾ لڪو ويٺو هو.

## ١٦ - حرف

حرف انهيءَ لفظ کي چئجي ٿو، جو جملي ۾ اسم يا ضمير جو لاڳاپو ٻين لفظن سان ڏيکاري، ٻن لفظن، جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي ڳنڍي يا ڌار ڪري، اسم ۽ ضمير جي اضافت بيان ڪري يا جنهن مان سڏ، آواز، آرزو، ارمان، عجب، تعريف يا توهين جي معنيٰ نڪري.

هتي لفظ کي حرف سڏيو ويو آهي، حالانڪ حرف خود لفظ جو هڪ جزو هوندو آهي؛ پر چاڪاڻ ته لفظ هتي هڪ خاص صورت ۾ استعمال ٿئي ٿو، تنهنڪري ان کي حرف سڏجي ٿو. حرف اڪيلي سر ڪا معنيٰ نٿو رکي، پر جملي ۾ ان جو هجڻ اهڙو ضروري آهي، جو جيڪڏهن ان کي ڪڍي ڇڏجي ته جملو بي زيب، بلڪ ڪن حالتن ۾ بي معنيٰ ٿي پوندو.

حرف جا مختلف قسم هي آهن:

١. حرف جر
٢. حرف جملو يا حرف عَطف:

الف - حرف عطف
ب - حرف عطف بياني
ت - حرف عطف استدراڪي
ث - حرف عطف سببي
ج - حرف عطف شرطي

٣. حرف اضافت
٤. حرف ندا
٥. حرف تمنّا يا دعا

٦. حرف تعجب
٧. حرف تاسّف
٨. حرف تحسين
٩. حرف نفرين

**١. حرف جر** - اهو لفظ، جو اسم يا ضمير جي پٺيان اچي ۽ ان جو لاڳاپو ٻين لفظن سان ڏيکاري، تنهن کي حرف جر چئبو آهي. حرف جر جون صورتون:

١- سنڌيءَ ۾ اصل يا بنيادي حرف جر جا مثال:

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| آهر | تون | ري | ڪرَ | ڳنِ | لاڪر |
| پَرِ | جان | ريءَ | ڪنِ | ڳنان | لاڪون |
| پَرَ | جيئن | سارو | ڪنان | ڳنين | منجهه |
| تائين | جئين | سان | ڪنين | کي | منجهان |
| توئين | دوران | ساڻ | ڪنون | کان | منجهاران |
| تي | ڏانهن | سوڌو | ڳرِ | کون | ۾ |
| تان | ڏنهن | سين | ڳري | کانسواءِ | مان |
| | ڏنهون | سينءَ | | | مون |
| | ڏي | | | | وٽ |
| | | | | | وٽان |

ب- ڪن حالتن ۾ ظرف خود حرف جر ٿي ڪم ايندو آهي، مثلاً: ماٿهن اڳيان، جبل پٺيان، پيرن هيٺان، ڇت مٿان وغيره. 'اڳيان'، 'پٺيان'، 'هيٺان' ۽ 'مٿان' اصل ظرف آهن، پر هتي حرف جر جي صورت ۾ بيٺا آهن.

انهن ظرفن جا مثال، جي اڪيلي سر يا 'جي' لفظ سان شامل ٿي حرف جر جي صورت وٺندا آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ابتڙ | ٻاهرون | پڇاڙان | مٿون |
| آڏو | پَرِ | جان | وانگر |
| اوڏو | پار | جهڙو | وانگي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| اڳي | پاران | جئن | وانگيان |
| اڳيان | پاروُن | جئين | وچ |
| اڳيئون | پاسي | ڏاران | وچان |
| اندر | پٺاندر | سامهون | وچئون |
| اندران | پٺيءَ | سامهان | وڳهي |
| اندرون | پٺيان | سانگي | ويجهو |
| اوري | پٺيون | سِرِ | هيٺ |
| اوريان | پويان | ڳڏ | هيٺان |
| اوريئون | پويئون | لڳ | هيٺئون |
| ٻدران | پوٺتان | مَٿ | هَٿ |
| ٻاهر | پوٺتون | مٿي | هٿان |
| ٻاهران | پرپٺ | مٿان | هٿئون |

حرف جر جي صورت ۾ ظرف جو استعمال:

”ڳڻهه **پاسي** ڳهار، آيل سامونڊين جي.“
(شاهه: سامونڊي)

”ڏُکن **پٺيان** سُکَ، سگها ٿيندءِ سسئي.“
(شاهه: سسئي)

”ڪيچان **اوري** ڪٿهين، ون نه ويساهين.“
(شاهه: حسيني)

”ادب **وچان** انسين، ڳالهه نه ڪَيَمِ ڪاءِ.“
(شاهه: حسيني)

”هي سر سائيهه **سامهون**، منهنجو نج ميان.“
(شاهه: مارئي)

”سون **برابر** سڳڙا، ماروءَ سندا سون.“
(شاهه: مارئي)

”آڏو عجيبن جي، ڪجاڻ سڀ خبر.“
(شاهه: پورب)

”وڃي ڪاڻ ولايت ۾، اڳيان عجيبن.“
(شاهه: پورب)

”سارنگ ساري رات، رڻن مٿي ريج ڪيا.“
(سچل: سارنگ)

”اڄ پڻ انهن جي ٿيا، پيرن هيٺ پانگ.“
(سچل: ڪلياڻ)

”اڃا ڪالهو ڪال، هيس مارن گڏ مليرَ ۾.“
(سچل: کنڀات)

”عطر ڪٿوري اوتيان، پيا مالڪ تو مٿاءِ.“
(سچل: مالڪوس)

ت – ڪي اضافت جا لفظ پڻ حرف جر جو ڪم ڏيندا آهن، مثلاً:

”وسي ساري رات، صبح جو ساهه ڪڍي.“
(شاهه: سارنگ)

هو سج سندو گهر موٽي آيو.

پهرئين مثال ۾ ’جو‘ لفظ جي معنيٰ آهي ’جي وقت‘، جا اضافي ترڪيب آهي، پر هتي ’سان‘ جي معنيٰ ۾ حرف جر ٿي ڪم آيو آهي. اهڙيءَ طرح ’سندو‘ حرف اضافت جو لفظ آهي، پر هت ان مان مراد آهي ’سنئون‘ يا ’سان‘ جو حرف جر جي صورت ۾ استعمال ٿيو آهي.

ث – حرف جر عام طرح جدا صورت ۾ استعمال ٿيندو آهي، پر بعضي اسم يا ضمير سان گڏ ادغام جي صورت ۾ هوندو آهي. ادغام جي معنيٰ آهي سمايل. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

اسم سان ادغام: ٻاران، ٻارون يعني ٻار کان،
پيرين يعني پيرن تي يا ۾،
ڏندين يعني ڏندن ۾،
گهوڙان، گهوڙَون يعني گهوڙن کان يا سان
محلين يعني محلن ۾.

ضمير سان ادغام: کانئس يعني هن کان
منجهس يعني ان يا هن منجهه
وٽــام يعني مون وٽان
وٽــن يعني هنن وٽ.

سمايل حرف جر جي لفظن جو استعمال:

"ساهان اوڏو سپرين، لــوچــي تان نه لهن."
(شاهه: سسئي)

"مهر نه هئي ماڏهئين، هو سڀ هندوڪار."
(شاهه: سسئي)

"ڪيچان آيــو قــافــلــو، پــاــيــرو پانئيان."
(شاهه: ديسي)

"مـــون ڪيئي ڪيا سڏ، پنهوران ٻهر ٿـــي."
(شاهه: حسيني)

"پرديسان پــنــڌ ڪري، هلي آيـــو هـــيءُ"
(شاهه: سورٺ)

"هــريــا هٿ ٿــيــام، نيڻهئون نير وهـــي."
(شاهه: رپ)

"مون وٽ آيو ڪونه ڪو، ٻاڙنئون ٻڙي پير."
(شاهه: مارئي)

"مينڊيا ڏوئي نــه مــارئــي محلين مارڳان ڏار."
(شاهه: مارئي)

"آءٌ ڪيئن **سوڙئين** سمهان، مون ور گهاري ولهه."
(شاهه: مارئي)

"**رڏئون** روجهون آيون، ساريو پنهنجو ديس."
(سچل: پهاڙي)

"وڃائي وجود کي، **پاڻان** پاسي ٿيءُ."
(شاهه: رامڪلي)

"**وڻن** ويٺي آهيان، ڏسيو ڪين ڏسان."
(شاهه: رامڪلي)

"هنجهه ٻڏيوئي هنجهه، ميرو **مڇهن** ناهه ڪو."
(شاهه: ڪارايل)

"مُنهن نه لاهه **مٿائم**، آءٌ اوهان جي آهيان."
(سچل: ڪوهياري)

"چپ چپاتي سرتيون، **وڻون** هوت ويام."
(سچل: ڪوهياري)

عام حرف جر جي لفظن جو استعمال:

"چوڙا ٻيڙا چيڪ **۾**، لُڙ **۾** لڙهيس وار."
(شاهه: سهڻي)

"ساهڙ **ڪاڻ** سڙي، لنڪان لهرين **وچ**."
(شاهه: سهڻي)

"پاڻ مَ ڪڇ پاڻ **سين**، **ريءَ** وسيلي وڃ."
(شاهه: سهڻي)

مرج **وٽ** مهار، متان موڙين سهڻي."
(شاهه: سهڻي)

"'السّت' ارواحن **کي**، جڏهن چيائين،
هو من ڪاڍو ميهار **ڏي**، سهڻيءَ سدائين."
(شاهه: سهڻي)

"قضا جا ڪريم جي، تنهن ڪان ڪنڌ ڪڍ ٻو ڪيئن؟"
(شاهه: سهڻي)

"هي هڏو ۽ چم، ڳهوريو محب مهار تان."
(شاهه: سهڻي)

"گهڙن واريون تڙن تي، ڳهيڙن گهڻيئي،
سيڪا چئي آءٌ سهڻي، لئي پريان پيئي."
(شاهه: سهڻي)

"پنهون ائين پس، سر پر هلي سسئي."
(شاهه: سسئي)

"زاريءَ ڌاران زور، هلي ڪونه حبيب سين."
(شاهه: ديسي)

"پرتوو پنهونءَ جو، جهڙ جڻن جهالا ڏئي."
(شاهه: ڪوهياري)

"لڌيسون لطيف چئي، ڪنان ڏاتر ڏات."
(شاهه: مومل راڻو)

"سوڍا تو ڳر ساهه، نه تہ راڻا گهڻا راڄ ۾."
(شاهه: مومل راڻو)

"روزا رند رکن، عيد نہ اوڏا ڪاپڙي."
(شاهه: رامڪلي)

"ابو ڏاڏو ڳهور، پاڻ سوڌو پرينءَ ڌان."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"متان روئين رت، صبح وچ مرتئين."
(شاهه: ڪاپائتي)

"ٻاجهون راهه عشاقي سچا، پيا سڀ ڪوڙ ڪرانا."
(سچل: ڪجري)

”عاشق هت اوهان ۾ٺان، آهي مئجهہ حشر.“
(سچل: پيروي)

”رقعي ۾مئجهان راز، مڙيوئي معلوم ٿيو.“
(سچل: پيروي)

”پرينءَ ڏانهن نيو، تنهن کو خط خبر جو.“
(سچل: پيروي)

”حبيبن ڏَنهُن هئن، اديون لکجي آيو.“
(سچل: پيروي)

”منهنجو پيچ پنهونءَ سان، ازل لاکون آهہ.“
(سچل: کوهياري)

”سيني اندر سل، سالي ويم سپرين.“
(سچل: کوهياري)

”کريان کوهہ پنهور ۾، ور دمان ويهي.“
(سچل: کوهياري)

”کولن گڏ گذران، کاکيون کندس کيچ ۾.“
(سچل: کوهياري)

”مادر ناڻين موت، اهو اٿم آسرو.“
(سچل: کوهياري)

”روهہ مئجهارون راهہ، کاکيون ڏئم کيچ جي.“
(سچل: کوهياري)

”ووڙڻ وڻ پيام، قسمت سانگي کيچ جا.“
(سچل: کوهياري)

”جهاڳيون وتن جهاڳ، ميئون کارڻ قوت جي.“
(سچل: کلياڻ)

”لاهج لوئيڙن تان الله لڳم اولاڪ.“
(سچل: ڪنيات)

”ايندا مارو مون ڪڻين، ويندم شال وڻي.“
(سچل: ڪنيات)

”سچا سچ **سواءِ**، سودو ڪن نه ڪو ٻيو.“
(سچل: جوڳ)

”مڪر **سان** ملڪ ڪي، لٽيرا لٽين،
ڪريو پيا ڪرين، انڪلون الله **سان**.“
(سچل: متفرقه)

”جيڪي ڏسين ڏيهه ۾، سو اٿي **مڇ** انسان.“
(سچل: متفرقه)

ڪراڙن ماڻهن جي طبيعت ٻارن **وانگيان** هوندي آهي.

*

ماڻهو ڪاڏي پيتي **ڪانسواءِ** رهي نٿو سگهي.

*

نٺيڻ **لاڪر** منهنجي دل ۾ اها آرزو رهي آهي.

*

سياڻو ماڻهو سوڙ **آهر** پير ڏگهيريندو آهي.

*

پنهنجي طاقت **سارو** ڪم ڪجي.

*

گهر اچي ڏٺم، ته پيتي ڪپڙن **سميت** گم هئي.

*

سانوڻ جو درياهه ڪنڌن **ڪر** وهندو آهي.

*

هيءَ چاڙهي جبل **وانگر** اتاهين پيئي لڳي.

*

جنگ ڪاڻپوءِ ڪيترا ماڻهو وبا وگهي مري ويندا آهن .

ج- حرف جر جي انهن لفظن جا مثال، جي ڌارين ٻولين مان ورتل آهن :

عربيءَ مان ورتل لفظ:

ب ِ، بابت، باعث، بعد، بغير، تحت، خاطر، دوران، سبب، سواءِ، طرح، طور، عوض، قبل، متعلق، مثل، مطابق، مقابل، موجب، واسطي وغيره.

فارسيءَ مان ورتل لفظ:

بجاءِ، بجز، برابر، براي، برعڪس، روبرو وغيره.

پنجابيءَ مان ورتل لفظ:

پاجهون، لاءِ، لئي وغيره.

هندي ۽ سنسڪرت مان ورتل لفظ:

بن، بنا، ڪري وغيره.

ڌارين لفظن جو استعمال:

”بالله ري پرينءَ، سڀ اونداهي پانئيان.“
(شاهه : ڪنيات)

”آءٌ متاهون مگڻا، مقابل ميدان.“
(شاهه : سورٺ)

”سوڍي بگر سرتيڙن، هڏ نه ساهه سري.“
(شاهه : مومل راڻو)

”سون برابر سڳڙا، ماروءَ سندا مون.“
(شاهه : مارئي)

”ڪريان ڪوهه پنهور ۾، هار يون بنا هوت.“
(سچل : ڪوهياري)

---

نوٽ : ’بگر‘ لفظ عربيءَ جي ’بغير‘ لفظ جي بدليل صورت آهي .

ڪڪيءَ **خاطر** ڏيريون، ڏيـن منجهه ڏيون."
(سچل: ڪلياڻ)

"انهن **ٻاجهون** مـارئـي ٿي ميان هت مري."
(سچل: ڪنيات)

"جوانگيڙن لئي جيءَ، عمر آهـ اپاٽڪو."
(سچل: ڪنيات)

ٻچڙي نتيجي **بعد** انسان پنهنجي ڪئي تي پڇتائيندو آهي.

*

بجليءَ جي **باعث** زندگيءَ ۾ آساني ٿي آهي.

*

الله وٽ اجورو نيڪ عملن **جي عوض** ٿي ملندو.

*

دنيا ڪڏهن ختم ٿيندي؟ ان **متعلق** ڪنهن کي بہ ڄاڻ ڪانهي.

*

ٻوڏ **سبب** ماڻهو بي گهر ٿي پوندا آهن.

*

انسان جي زندگي جر جي ڦوٽي **مثل** آهي.

*

هر شهر واسيءَ تي لازم آهي، تہ ملڪ جي قانون **موجب** عمل ڪري.

*

مون جنگ **بابت** ڪتاب ۾ پڙهيو آهي.

*

انتقام **بجاءِ** درگذر ڪرڻ نيڪيءَ جو ڪم آهي.

*

هر انسان کي هڪ ڏينهن خالق جي روبرو پيش ٿيڻو آهي.

*

مان هي تحفو پنهنجي دوست لاءِ آندو آهي.

*

بد پرهيزيءَ ڪري اڪثر بيماري ٿئي ٿي.

**٢. حرف جملو يا حرف عطف.** اهو حرف، جو ٻن لفظن، جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي پاڻ ۾ ڳنڍي، تنهن کي حرف جملو يا حرف عطف چئبو آهي.

معنيٰ جي لحاظ کان حرف عطف جا پنج قسم آهن:

١. حرف عطف
٢. حرف عطف بياني
٣. حرف عطف استدراڪي
٤. حرف عطف سببي
٥. حرف عطف شرطي

**١. حرف عطف.** -هن لفظ جي تعريف مٿي بيان ڪئي ويئي آهي.

هيٺيان لفظ حرف عطف جو حڪم ڏين ٿا:

| | |
|---|---|
| ۽ | تيئن، تيئن |
| ٻيو | پڻ |
| ٻيا | پُڻ |
| ٻيي | نيز |
| توڙي | هَم |
| توڻي | وَ |

نوٽ: 'وَ' عربي ۽ فارسي ٻوليءَ جو حرف عطف آهي ۽ 'نيز' ۽ 'هم' نج فارسي ٻوليءَ جا حرف عطف آهن، جي سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندا آهن.

حرف عطف جو استعمال:

”آءٌ ٻه وجهان هٿڙا، آئين پڻ وجهو چار.“
(شاهه: سهڻي)

”رئڻ ۽ راڙو، سون نماڻيءَ جي نجهري.“
(شاهه: حسيني)

”آتڻ آڪنڊي آهيان تڏڻ آتڻ تڏڻ ڏيهه.“
(شاهه: مارئي)

”ننڊن ۾ نهاريان پکڙا ۽ پهنوار.“
(سچل: ڪنيات)

”تون ٻي چاين وارو، آءٌ ٻه ڪنهن چائي.“
(سچل: ڪنيات)

”نيڪ و بد جيڪي ڪو چوي سو چوي.“
(سانگي)

امير توڙي فقير خدا جي نظر ۾ هڪجهڙا آهن.

*

مان هن ڪي مسئلي کان آگاهه ڪيو، نيز ڪم ڪرڻ جي ترتيب پڻ ٻڌائي.

**٢. حرف عطف بياني** - اهو حرف، جنهن جي اڳئين جملي يا جملي جي ڀاڱي جي وضاحت سندس پوئين جملي يا جملي جي ڀاڱي ۾ ڪيل هجي، تنهن کي حرف عطف بياني چئبو آهي.

هيٺيان لفظ اڪثر حرف عطف بياني تي ڪم ايندا آهن: ته، تا، تان، يعني وغيره.

---

نوٽ: ’تا‘ يا ’تان‘ واري صورت گهٽو ڪري شعر ۾ استعمال ٿيندي آهي.

حرف عطف بيانيءَ جو استعمال:

"ڪنهن کي ائين چوان، ته مونکي ماريو سڄڻين."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"سگهن سُڌ نه سور جي، ته گهايل ڪيئن گهارين."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"پکين پاڻ پچاڙيو، ته لڌيو هوت وڃن."
(شاهه: ڪيڏارو)

"پيهي پروڙيوم، ڏا پنهون پاڻئي آهيان."
(سچل: ڪوهياري)

خدا سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪجي، يعني خدا کي هڪڙو ڪري ڄڄي.

**۳. حرف عطف استدراڪي - مرڪب يا ملتف**

يعني مخلوط جملي جي پوين ياڱي اڳيان ايندڙ حرف، جو پهرئين ياڱي جي معنيٰ کي موٽ ڪارائي يا ذهن نشين ڪرائي، تنهن کي حرف عطف استدراڪي چئبو آهي.

هيٺيان لفظ عام طرح حرف عطف استدراڪي طور ڪم ايندا آهن:

| | | |
|---|---|---|
| اچا به | ته به | ليڪن |
| ان ڪري به | توءِ | مگر |
| انهيءَ ڪري به | ته پوءِ | نه ته |
| ان هوندي به | تڏهن به | نات |
| انهيءَ هوندي به | تنهنڪري به | ورنه |
| ان جي باوجود | تنهن هوندي به | هٿان |
| باڪ | توڙي | هٿانئين |
| ته | پر | هٿئون |
| تان | ڪي | يا |
| تاهم | ڪي | |

حرف عطف استدراڪيءَ جو استعمال:

”توڻي ڇڪن ڇاڪ، تهه به آهه نه سلن عام کي.“
(شاهه: ڪيڏ)

”ڪڻين جي هارائين، نه هنڌ تنهنجو هيءَ.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”ڪيو وَسُ ويڄن، تان ڪيريءَ ري ڪين ٿئي.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”مادر مون مَ چور، تات پڌر پوندي پرينءَ ري.“
(شاهه: ساموندي)

”توڻي لهين نه پير، نه پڻ راحت رڻ ۾.“
(شاهه: سسئي)

”جيڪر ڪريان ريهه، پر چوندا مڻڌ چري ٿي.“
(شاهه: معذوري)

”ڪيچن جي ڪڙي ٿي، نوءِ تنهين جي تات.“
(شاهه: ديسي)

”پيئر آءُ پلياس، نه ته سڪ سهڻ ڇا لڳي.“
(شاهه: ديسي)

”جتڻُ ڪيچ جتن جو، آها ڪِ ايندا.“
(شاهه: ديسي)

”ڪِ جتن جڙون هنيئي، ڪِ پاڻهي نينهن لڳوءِ.“
(شاهه: حسيني)

”ڪاغذ مڪئين ڪيترا، پر ريڊو نه راڻو.“
(سچل: راڻو)

---

نوٽ: ’بلڪ‘، ’تاهم‘، ’ليڪن‘، ’ورنه‘ ۽ ’يا‘ فارسي ٻوليءَ جا حرف عطف آهن، جي سنڌيءَ ۾ عام طرح ڪم ايندا آهن. ’تات‘ واري حرف عطف جي صورت شعر ۾ استعمال ٿيندي آهي.

”لٽا ليڙون ليڙ ٿيا، ٿي پوتي پراڻي،
تہ بہ راڻي جي راڻي، سرتيون سڏن ساڻيھ ۾.“
(سچل : راڻو)

”تو ڙي اھڙيون اوېڙيون، تہ بہ سمي جام سھايون.“
(سچل : ڪلياڻ)

”لنگھو لائق ھو مگر، لڪ ڪيس لاچار.“
(سچل : سورٺ)

”حال اسان ھيت ھھڙا، ڪي ھُت پسي ھٿا ھيڻءَ.“
(سچل : مالڪوس)

هنن گھڻوئي چيو آکيو، بلڪ ڪجھہ ڏيڻ بہ قبول ڪيائون، پر ھن نہ مڃيُن.

*

ھو بلڪل نٿو مڃي تاھم وري چئي ٿو ڏسانس.

*

تنھنجو ارادو ھجي تہ پوءِ ان ڳالھہ ۾ ھٿ وجھجي.

*

دل کي ڪيترائي دم دلاسا ڏيان ٿو، تڏھن ھوندي بہ سرڇي نہ ٿي.

*

گھڻوئي سمجھايانس ٿو، ليڪن ھو ھڪ تي ٿي ويٺو آھي.

*

ھن کي رحم اچي ويو، ورنہ تھارون ڪڏي ڇڏيس ھا.

*

ٿورو مڃي ھا، سو تہ ٺھيو، ھٿائين وڙھڻ پيو اچي.

*

تون پاڻ ڪوشش ڪندين، يا مان ڪنھن کي چوان.

**٤. حرف عطف سببي** - اهو حرف جو جملي ۾ سبب يا وجهه بيان ڪرڻ لاءِ استعمال ٿئي، تنهن کي حرف عطف سببي چئبو آهي.

هيٺيان لفظ گهڻو ڪري حرف عطف سببيءَ جي صورت ۾ ڪم ايندا آهن:

| | | |
|---|---|---|
| انهيءَ ڪري | جنهنڪري | تهِ |
| انهيءَ لاءِ | جيلاهين | ڇا جي ڪري ته |
| تنهنڪري | جيلهن | ڇا جي ڪري جو |
| تنهن لاءِ | جيلان | ڇو ته |
| تيلاهين | جو | ڇو جو |
| تيلهن | ڇا جو | سبب ته |
| تيلان | ڇاڪاڻ ته | سو |
| جيئن ته | ڇاڪاڻ جو | لهذا |
| جيئن جو | ڇا لاءِ ته | متان |

حرف عطف سببيءَ جو استعمال:

"پاڙي وڃ هٿام، تان مون مور نه پڇيا،
**تيلاهين** پيام، سوريسر اکين ۾."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"متو ڏي ملوڪ، ته ڏيکاريان آءٌ ڏيهه کي."
(شاهه: سورٺ)

"ايءَ عشق جو آچار، **جو** دانهه ديوانا ڪري."
(شاهه: بروو سنڌي)

---

نوٽ: تيلاهين، تيلهن، تيلان، جيلاهين، جيلهن ۽ جيلان اگرچه حرف عطف سببي آهن ۽ اڳوڻي سنڌيءَ ۾ عام استعمال ۾ آيل آهن، پر اڄڪلهه جي ٻوليءَ ۾ ورلي ڪم آندا ٿا وڃن.

”مٺيھن منھنجو سومرا، مر سيرو ئي ھوءِ،
مٽان مارو چوءِ، تہ ڊوتوءِ ڊورائن ۾.“
(شاھ: مارئي)

”قاصد آئيو ڪونہ ڪو، ڪونہ لکيائون خط،
پھنوارن پاھت، ڍيلھان مون سان نہ رکيو.“
(سچل: ڪنيات)

زاغ نہ تي زبون، وئون اڏامي اوڏھين،
نہ تہ خاصو منھنجو خون، ڳچيءَ پوندءِ ڪانگڙا.“
(سچل: مالڪوس)

ھو ڏاڍو سخي ۽ رحمدل ھو، جنھڪري سندس نالو ملڪان ملڪ مشھور ھو.

*

ماڻھن ۾ محنت ڪرڻ جو جذبو گھٽبو ٿو وڃي، تنھڪري ملڪ ۾ بک ۽ بيروزگاري وڌندي ٿي وڃي.

*

تعليم عام ۽ مفت ھئڻ گھرجي، انھيءَ لاءِ تہ ھرڪو ماڻھو علم پرائي سگھي.

*

دولتمند ماڻھو مسڪينن کي پاڻ جھڙو نہ سمجھندا آھن، ڇاڪاڻ تہ کين انسانيت جو قدر ڪونھي.

*

گھڻي ڀاڱي ماڻھن کي دل جي سعادت ۽ قرار نصيب ڪونھي، ڇو جو دنيا جو حرص وڌي ويو آھي.

*

غريب کي پيٽ پالڻ ڏکيو ٿي پيو آهي، **سبب ته** مهانگائي وڌي ويئي آهي.

*

ماڻهو عام طرح خود غرض ٿي پيا آهن، **سو** قربانيءَ جو جذبو تقريباً ختم ٿي چڪو آهي.

*

دنيا ۾ ائٽمي تجربن ۽ تشدد جي ڪارروائين جو رجحان وڌي رهيو آهي، **لهذا** انسان پاڻ کي غير محفوظ ٿو سمجهي.

**٥. حرف عطف شرطي** - اهو حرف، جو جملي ۾ ڪنهن ڪم ٿيڻ لاءِ ڪو شرط ڄاڻائي، يا هڪ جملي ۾ ڄاڻايل ڪم جو مدار ٻئي جملي ۾ بيان ڪيل ڪم يا شرط تي ڏيکاري، تنهن کي حرف عطف شرطي چئبو آهي.

هيٺيان لفظ عام طرح حرف عطف شرطي ٿي ڪم ايندا آهن:

| | |
|---|---|
| اگر | جان |
| اگرچه | جيڪڏهن |
| باوجوديڪ | جيتوڻي |
| ته | جيتوڻيڪ |
| توڙي | چاهي |
| توڻي | خواهه |
| جي | ڪٿي |

---

نوٽ (١): 'لهذا' عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جو سنڌيءَ ۾ عام استعمال ٿئي ٿو.

(٢): 'اگر' 'اگرچه'، 'باوجوديڪ' ۽ 'خواهه' فارسي ٻوليءَ جا حرف آهن جي گهڻي قدر سنڌي ۾ استعمال ٿيندا آهن.

حرف عطف شرطيءَ جو استعمال:

”ڪانهي ڪڙائي، چکين **جي** چيت ڪري.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”اگر آيا **جان**، ته سرتيون مون سڪ ٿيا.“
(شاهه: سامونڊي)

”ڏورج پاسي ڏک، **ته** پوي پاڄه ٻروچ کي.“
(شاهه: حسيني)

”ڪو ڳنڍيندڙ هوءِ، **ته** ٻريت پرائي نه ٿئي.“
(شاهه: حسيني)

”اٿي ڪمر ٻڌ، لوچ **ته** لهين سپرين.“
(سچل: ڪوهياري)

توهان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيندين، **اگر** تنهنجو ارادو نيڪ آهي.

*

سچ ڳالهائڻ **اگرچ** ڏکيو هوندو آهي، پر ان جو نتيجو چڱو نڪرندو آهي.

*

مون ٿڪ بلڪل محسوس نه ڪيو، **باوجوديڪ** سفر ڏکيو ۽ اڙانگو هو.

*

انسان چڱو اخلاق پرائيندو، **جيڪڏهن** سندس صحبت چڱي هوندي.

*

مان پوري ڪوشش ڪندس، **جيتوڻيڪ** اهو ڪم منهنجي وس کان ٻاهر آهي.

*

موت اوس ايندو، **چاهي** انسان بچڻ جا ڪيترا به حيلا هلائي.

*

بري ڪم ۾ ڪڏهن به توسان شريڪ نه ٿيندس، **خواهه** رنج رهين **توڙي** راضي.

*

مان پنهنجو وعدو ضرور پاڙيندس، **ڪٿي** ڪيترين به تڪليفون پهچنم.

**٣. حرف اضافت** - اهو حرف، جو اسم يا ضمير جو تصرّف يا مالڪي ڏيکاري، تنهن کي حرف اضافت چئبو آهي. متصرّف چيز يا ملڪيت کي مضاف ۽ مالڪ کي مضاف اليه چئبو آهي.

معنيٰ جي لحاظ کان اضافت جون ڇهه مختلف صورتون آهن، جي اڳ حالت اضاقت بابت ڏنل تفصيل ۾ بيان ڪيون ويون آهن.

هيٺيان لفظ عام طرح حرف اضافت ٿي ڪم ايندا آهن:

| | | |
|---|---|---|
| جو | سندو | وارو |
| جا | سندا | وارا |
| جي | سندي | واري |
| جُون | سنديون | واريون |

---

نوٽ: ڪي حرف جملي يا عطف وارا لفظ، جهڙوڪ: نه، تان ۽ توڙي هڪ کان وڌيڪ عطف جي قسمن ۾ مشترڪ آهن، پر استعمال ۾ ڪڏهن انهن جي معنيٰ بياني آهي، ڪڏهن سببي نه ڪڏهن شرطي.

حرف اضافت جو وضع ۽ عمل:

١. سنڌيءَ ۾ عام اصول مطابق مضاف، مضاف اليہ جي پٺيان ايندو آهي، مثلاً:

بادشاهہ جو محل

وڻ جا پن

درياهہ جو پاڻي

مٿين مثالن ۾ 'محل'، 'پن' ۽ 'پاڻي' مضاف آهن، جي پنهنجي پنهنجي مضاف اليہ جي پٺيان آيل آهن.

شعر ۾ البت مضاف ڪڏهن اڳيان بہ ايندو آهي، مثلاً:

"پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي، ٻلائيءَ جا پير."

(شاهہ: ڪنيات)

مٿين مصرع ۾ 'پيشاني' مضاف آهي، جو مضاف اليہ 'پرين' جي اڳيان آيو آهي.

ب- جيڪڏهن مضاف جو لاڳاپو جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ مضاف اليہ سان هوندو آهي، تہ ان حالت ۾ مضاف جمع جي صيغي ۾ استعمال ٿيندو آهي ۽ پوئين مضاف اليہ جي پٺيان ايندو آهي، مثلاً:

١. بادشاهہ، وزير ۽ شهزادي **جا** گهوڙا نهايت عمدي نموني ۾ سينگاريل هئا.

٢. غريبن، يتيمن ۽ بيواهن **جي** ملڪيتن تي حريص ماڻهن جون نظرون هونديون آهن.

٣. انسانن، جانورن، پکين ۽ جيتن **جي** رهڻ سهڻ **جا** طريقا پنهنجا پنهنجا هوندا آهن.

مٿين مثالن ۾ 'جا'، 'جون' ۽ 'جي' حرف اضافت آهن، جن جا مضاف آهن 'گهوڙا'، 'نظرون' ۽ 'رهڻ سهڻ جا طريقا' جي جمع ۾ آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن جو تعلق هڪ کان وڌيڪ مضاف اليہ سان آهي.

ت ـ حرف اضافت جي موافقت جملي ۾ هميشه مضاف سان هوندي آهي. مثال طور گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| مضاف اليه | حرف اضافت | مضاف |
|---|---|---|
| مهاڻي | جو | چارُ |
| مهاڻي | جا | چارَ |
| مهاڻي | جي | چارِ ي |
| مهاڻي | جُون | چاريون |
| مهاڻن | جو | چارُ |
| مهاڻن | جا | چارَ |
| مهاڻن | جِي | چارِ ي |
| مهاڻن | جُون | چاريون |
| مهاڻيءَ | جو | چارُ |
| مهاڻيءَ | جا | چارَ |
| مهاڻيءَ | جِي | چارِ ي |
| مهاڻيءَ | جُون | چاريُون |
| مهاڻين | جو | چارُ |
| مهاڻين | جا | چارَ |
| مهاڻين | جِي | چارِ ي |
| مهاڻين | جُون | چاريُون |

مٿئين گردان مان ظاهر آهي، ته مضاف اليه جي جنس ۽ عدد ۾ ڦيرگهير سان حرف اضافت بلڪل ساڳي حالت ۾ ٿو رهي ۽ فقط مضاف سان ئي هر حال ۾ موافق رهي ٿو.

ث ـ فارسي ۽ عربيءَ جون اضافت جون ترڪيبون به سنڌيءَ ۾ عام استعمال ٿينديون آهن، تنهنڪري انهن جي ڄاڻ به ضروري آهي.

فارسي توڙي عربيءَ ۾ مضاف هميشه مضاف اليہ جي اڳيان ايندو آهي.

فارسيءَ ۾ حرف اضافت جون صورتون:

جيڪڏهن مضاف جو پويون حرف، حرف صحيح هوندو، ته ان جي هيٺان اضافت جي زير ( ِ ) ايندي آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| آبِ ڪوثر | رُخِ يار |
| آتشِ نمرود | رنگِ گل |
| باغِ ارم | زبانِ خلق |
| جامِ جم | ميدانِ جنگ |
| خاڪِ پا | نُورِ آفتاب |

جيڪڏهن مضاف جو پويون حرف 'ا' يا 'و' آهي ته زير جي بدران 'ي' سواءِ نقطن جي، ڏبي آهي، مثلاً:

| مضاف | |
|---|---|
| بُو | بوی گل |
| دانا | دانای راز |
| دوا | دوای مريض |
| ردا | ردای فقير |
| رُو | روی دوست |
| ڪُو | ڪوی يار |

جيڪڏهن مضاف جو پويون حرف 'ه' آهي ته زير جي بدران ان جي مٿان همزه 'ء' ڏبو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| پرده | پردهٔ حيا |
| جامه | جامهٔ درويش |
| خانه | خانهٔ خدا |
| غنچه | غنچهٔ گل |
| نامه | نامهٔ دوست |
| نعره | نعرهٔ حق |

عربيءَ ۾ اسم معرفه يا خاص جي حالت ۾ مضاف ۽ مضاف اليه جي وچ ۾ اضافت جي علامت 'ال' ايندي آهي، پر

اسم عام يا نڪره جي حالت ۾ اهڙي علامت استعمال نہ ٿيندي آهي. بهرحال مضاف اليہ جي پوئين حرف تي هميشه زير (ِ) ايندي آهي.

عربيءَ ۾ اضافت جي ترڪيبن جا مثال:

| اسم نڪره يا عام | اسم معرفه يا خاص |
|---|---|
| اميرُ بحرٍ | ابنُ الوقتِ |
| حاڪمُ مدينةٍ | ذِڪرُ اللّٰهِ |
| دارُ ڪتبٍ | رَسُولُ اللّٰهِ |
| معلّمُ زراعةٍ | عيدُ الفطرِ |
| ورقُ ڪتابٍ | يومُ الجمعةِ |

مسلمانن جا نالا عام طرح عربي نوع جا هوندا آهن، جن جي ترڪيب اضافت واري هوندي آهي، مثلاً:

امام الدين
عبدالستار
عبدالڪريم
عبداللّٰه
عبداللطيف
عبدالمجيد
مظهرالحق
نورالعين

حرف اضافت جو استعمال:

”توبہ **سنڌي** تسبيح پڙهي سا پچاء.“
(شاهہ: ڪلياڻ)

”سپيريان **جي** سور **جو** ماڻهن ڏجي نہ منجهہ.“
(شاهہ: ڪلياڻ)

”ٻــريــان **سنڌي** ٻــار **جي** مــڙيــئــي مٺائي.“
(شاھ: ڪلياڻ)

”محبت **جي** ميدان ۾، سر **جو** ڪرم سانگ.“
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

”اڪــر پــڙھــ الــف **جو**، ورق ســڀ وســار.“
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

”ميا تو مــهــار، ســڄــي ٻــايــان ســون **جي**.“
(شاھ: ڪنڀات)

”مــحــبــت **سندو** مــن ۾ مانڪ ٻــارج مــچ.“
(شاھ: سريراڳ)

”ڪچ ڪمايم ڪوڙ، يــڳــم عــهــد **الله جا**.“
(شاھ: سريراڳ)

”وڻــجــارن وائــي، ســدا آھــم ســفــر **جي**.“
(شاھ: ساموندي)

”سون سر ولــا جيڏيون، ڏڪــن **سندا** ميٺهن.“
(شاھ: ساموندي)

”مينهون هــن مــيــهــار **جون**، الا ســڀ جين.“
(شاھ: سهڻي)

”مندائتي ميينهن **جي**، ڪوڻ نــہ ڪــونــي.“
(شاھ: سارنگ)

”سڪــن **واري** سڌ، متان ڪا مون سان ڪري.“
(شاھ: سسئي)

”ڏکيءَ **سندي‌ين** ڏونگرين، اوچنگارون اچن.“
(شاهہ: معذوري)

”اڄ لڳيون آهين، اکيون آديسين **جون**.“
(شاهہ: رامڪلي)

”خالق **تنهنجي** ڪاند **جو** پرو پاند نہ ڪو،
نالو رب **سندو**، رهيو آهي روح ۾.“
(شاهہ: ڏهر)

”محبت **جون** ميڇون ڪور پروڙي ڪين ڪي.“
(شاهہ: آسا)

”سرمو سفيدي **جو**، جڏهن پاتو جن،
تڏهن ڏٺي تن، اڇائي عالم **جي**.“
(شاهہ: آسا)

”پکن ۾ پيهي، محلن **جي** مر لاهيان.“
(شاهہ: مارئي)

”آءٌ ڪانگا ٻهہ ڪول، سڱديون ڏي سائيهہ **جون**،
جي آندئي عجيبن **جا**، سي خط خوشيءَ مان ڪول،
آءٌ سٺان تون ٻول، سنيهو سڄڻ **جو**.“
(شاهہ: پورب)

”نڌر کي نصيب ٿئي، شل پنهل **جو** پاڙو.“
(سچل: ڪوهياري)

”رويون چمان رند، آيل اوٺارن **جا**.“
(سچل: ڪوهياري)

”تماچيءَ تيريون، ڪينجهر **جون** ڪنيون ڪٽي.“
(سچل: ڪلياڻ)

”سکڻ ۽ ماڪين جا چٽن ٺا چاٺا.“
(سچل : ڪلياڻ)
”ڪاريون ٿيون ڪڏن، سمي جي سهاڳ تي.“
(سچل : ڪلياڻ)
”ڏولائي جا ڏينهڙا، لاٺا پاڻ خداءِ.“
(سچل : ٻهاڙي)
”لوئي هڏ نہ لاهيان، نيشاني جا نيهہ جي.“
(سچل : ڪنڀات)
”ڪلهنئون ڪورين، عاشق عبداللطيف چئي.“
(شاهہ : ڪلياڻ)
”اولائڪ اصحاب الجنة، ماڳ سندن موجار.“
(شاهہ : مارئي)

۴. **حرف ندا** - اهو حرف، جو سڏ يا خطاب ڪرڻ واسطي استعمال ڪجي، تنهن کي حرف ندا چئبو آهي. ندا جي معنيٰ آهي آواز يا سڏ. ’اڙي‘، ’اي‘، ’او‘، ’وو‘ ۽ ’يا‘ حرف ندا جا لفظ آهن.

محاوري ۾ هرو ڀرو حرف ندا جا لفظ ڪم ڪرنہ آڻبا آهن، ڇاڪاڻ تہ مخاطب ماڻهن جي اڳيان اهڙن لفظن جو استعمال تحقير جو ڳُرو محسوس ٿيندو آهي، البت ڪن خاص حالتن ۾ اهڙو استعمال مناسب پڻ نظر ايندو آهي، مثلاً: استغاثہ يعني مدد گهرڻ يا عام ميڙ کي خطاب ڪرڻ جي وقت ندا جا لفظ ڪم آڻبا آهن. اهڙا کي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

**يا** الله، سنهنجا ڏک درد دور ڪر.

*

**اي** انسانو، پنهنجين ڪوتاهين تي نظر رکو ۽ انهن کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.

-يڪڏهن ڪو ماڻهو فاصلي تي يا پري هوندو آهي،
تہ هن کي 'او' يا 'وو' جي لفظ سان سڏبو آهي، مثلاً:
**او** ويندڙ، اتي بيهہ.

*

**وو** 'اڌيءَ وارا، 'ڌي اتي جهل.

'اڙي' خاص تحقير جو لفظ آهي، جو گهٽ درجي وارن ماڻهن يا نوڪرن چاڪرن کي چوڻ يا سڏڻ واسطي ڪم آڻبو آهي، مثلاً:

**اڙي**، تو ايترو وقت ڪٿي لاتو، ڇونہ وهندوئي موٽي آئين؟

ندا جي الڳ لفظن استعمال ڪرڻ کانسواءِ بہ ندا جو مفهوم ادا ٿيندو آهي، جو منادي لفظن ۾ سمايل هوندو آهي. اهڙيون سمايل صورتون هيٺ ڏجن ٿيون:

١. منادي لفظ جو پويون حرف جيڪڏهن حرف صحيح آهي، يعني حرف علت نہ آهي، تہ مذڪر جي حالت ۾ ان تي زبر ۽ مؤنث جي حالت ۾ ان تي زير ايندي آهي، مثلاً:

**فقيرَ**، تو کي جـو ڪجهہ ملي ان تي راضي رهہ.

*

**انسانَ**، تون پنهنجي عارضي زندگيءَ تي مغرور نہ ٿي.

**جاهلِ**، تون انهيءَ ڳالهہ کي نہ سمجهي سگهنديئن.

مٿين مثالن ۾ 'فقيرَ' 'انسانَ' ۽ 'جاهلِ' منادي لفظ آهن، جن جو جدا جدا مفهوم آهي: اي فقير، اي انسان ۽ اي جاهل (عورت).

استعمال:

"**عاشقَ**، معـشـوقـن جـو وٺـي ويـهـج دَرُ."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

---

نوٽ: منادي لفظ جو مطلب آهي، اهو لفظ جو ندائي حالت ۾ هجي.

”**واهڙَ**، ڀريون نہ ڀاءِ، تو پڻ ليکو ڏيٺو.“
(شاهہ: سهڻي)
”ڏونگرَ، مون مَ ڏکوءِ، آءٌ اڳ ڏکوئي آهيان.“
(شاهہ: کوهياري)
”**غافل**، غفلت ڇوڙ، تون ڪيئن اٿاسي اوجهرين.“
(شاهہ: کوهياري)
”ستر ڪر **ستارَ**، آءٌ اگهاڙي آهيان.“
(شاهہ: ڏهر)
”ڀنڀولا ڀنڀوار ڪي، **عمرَ**، آڇ مَ تون.“
(شاهہ: مارئي)
”**ڪانگلَ**، نيئي ڪانگم، منهنجي ڏي محبوب ڪي.“
(شاهہ: پورب)
”ويئي ورهہ وسايان، **ڪانگَ** اچي لهہ ڪل.“
(سچل: کوهياري)

ب- منادي لفظ جو پويون حرف 'و' هوندو تہ اهو 'و' مٽائي ان جي جاءِ تي 'ا' آڻبو آهي، مثلاً:

**ڇوڪرا**، جيڪڏهن تون سعادت ماڻڻ ٿو گهرين، تہ ماءُ پيءُ جو ادب ۽ خدمت ڪر.

*

**ابا**، دنيا جا ماڻهو ڪهڙا نہ لالچي آهن.

**شهزادا**، تنهنجي ڪنڌ تي سڄي ملڪ جو بار آهي، تنهنڪري سمجهي قدم کڻ.

مٿين مثالن ۾ 'ڇوڪرا'، 'ابا' ۽ 'شهزادا' منادي حالت ۾ آهن، جن جي اصلي صورت آهي: ڇوڪرو، ابو ۽ شهزادو.

استعمال :

"**انڌا اونڌا ويچ**، ڪـل ڪجاڙتا ڪانئين."
(شاهه : ڪلياڻ)

"**ٻيڙياتا**، ٻيئي ڳالهيون تـو نـہ ڦهندڀون".
(شاهه : سريراڳ)

"هلندي حبيبن ڏي، **ڪرها**، موڙ مَ ڪنڌ".
(شاهه : ڪنڀات)

"**اداڙي** ٻانڌي، توڪي ڪرِهان ڪرِ ٻاڻ ڪي".
(شاهه : سهڻي)

"مر تـہ آئين **مڱڻا**، چگو ڪيو تـو ڪم".
(شاهه : سورٺ)

"**سوڍا**، توڳر ساهہ، نہ تہ راڻا ڳهٽا راج ۾".
(شاهه : مومل راڻو)

"چڏ سپـرايـون **سومرا**، عمر، لڳـ اللهَ".
(شاهه : مارئي)

"**هـيـا**، اڻ مـيـا ٿـو ڪنيو وتـيـن بـار".
(سچل : ڪوهياري)

"**هلا**، سمجهين ڪين ڪي، تون محبوبن جي مام".
(سچل : آسا)

"ٻاجهہ **ٻاروچا** ڪر، مون ڏر ڏيليو نہ ٿئي."
(سچل : ڪوهياري)

---

نوٽ : 'انڌا اونڌا' حقيقت ۾ 'ويچ' اسم جون صفتون آهن، هتي ساندي صورت ۾ آيل آهن.

ڏاڍا، گهٽا ڏينهڙا، مستان تون لائين".

(سچل: مالڪوس)

"ڪانگا، چؤ ڪيئن، سرها ڏئي سهرين".

(سچل: مالڪوس)

ت - هيٺين مصرعن ۾ منادي لفظن جي مختلف صورت ڏنل آهي، جا شعر ۾ ڪم آندي ويئي آهي:

"ادا، انهيءَ پار جا سوڙي اچو سڏ".

(شاهه: سهڻي)

جتا شال جيو، جيو تا جاڙون ڪريو".

(شاهه: ديسي)

"شاها، تنهنجي شفقت جو آهي ڪونه شمار".

(سچل: ڪليات)

پهرئين مثال ۾ منادي لفظ 'ادا' جي اصلي صورت واحد جي صيغي واري آهي، پر هتي جمع جي معنيٰ ۾ استعمال ڪئي ويئي آهي. ٻئي مثال ۾ 'جتَ' لفظ، جو جمع جو صيغو آهي، ان ۾ 'ا' جو اضافو ڪري منادي لفظ بڻايو ويو آهي ۽ ٽئين مثال ۾ 'شاهه' لفظ جي منادي صورت 'شاهَ' هئڻ گهرجي، پر ان ۾ 'ا' جو اضافو ڪري 'شاها' ڪيو ويو آهي.

ث - بعضي اسمن جو پويون حرف 'ا' هوندو آهي، پر اهي واحد جي صيغي ۾ هوندا آهن ۽ منادي صورت ۾ ساڳي حالت ۾ رهندا آهن، مثلاً:

"راجا، پنهنجي روح ۾ آئج نا ارمان".

(سچل: سورٺ)

ج - مؤنث اسم عام طرح منادي صورت ۾ به ساڳي حالت ۾ رهندا آهن، مثلاً:

اسڙِ، آيلِ، جيجلِ، سائڻِ، زالَ، مادرِ، ماءُ، مٺڙَ وغيره.

استعمال:

”روئان رهن نه سپرين، آيلِ، کريان ڪيئن؟“

(شاهه: سامونڊي)

”ويهه مَ مٺڙَ، ٻنپور ۾، ڪر ڪو واڪو وس“.

(شاهه: سسئي)

”پيڙتِ، آءُ پوري، مون سگ سڄائي نه ڪيو“.

(شاهه: سسئي)

”ٻانڊيڙ، تي ٻوڙيون، تہ ڪتا ڪينئي ڪيچ جا“.

(شاهه: معذوري)

”مادرِ، مٺان مون، ڪانگ لمندا ڪڏهين“.

(شاهه: حسيني)

”امڙِ، اوري اچ، تہ سيٽَ سٺايئي سور جي“.

(شاهه: حسيني)

”ماءُ، وهاڻو وار، ڪڻ پٺراڻي پانهنجي“.

(شاهه: حسيني)

ح - اهي اسم، جن جي پڇاڙي 'او'، 'اون'، 'اِي'، 'اين' يا 'يُون' هوندي آهي، سي منادي صورت ۾ بہ ساڳي حالت ۾ رهندا آهن، مثلاً:

پينُو، مارو، ماڻهو يا ماڻهُون، ادِي، پاڻي، پرين، جوڳِي، ڏُڻي، ساٿي، سائين، ماهي، هادِي وغيره.

استعمال:

”ايهين ڪيچ ڀاڻي، جنهن پر پرينءَ مڙان“.

(شاهه: سامونڊي)

"ڏُٻي، ٻانيئي راند، ٻانهڻ، عشق ٻروچ جو."
(شاهه: سهڻي)

"اڏيون، سڀ انـدام، چڙُن منهنجا چوريا."
(شاهه: سهڻي)

"پڌهون پاڻ پيار، تہ اچ سين اچ اجهائيان."
(شاهه: سسئي)

"وريتيون، ورو، آءٌ نہ ورندي ور ريءَ."
(شاهه: سسئي)

"سـڌ تنهنجا سپرين، آءٌ تـي سچائـان."
(شاهه: بروو)

"جوڳي، تنهنجي جوڳ ۾ ڳالهہ گهرجي ڳچ."
(شاهه: رامڪلي)

"مارُو جـام ملير، پڇج ڪـي پهنوار ڪي."
(شاهه: مارئي)

"ٻانڌي، پرين پهنوار ڪـي، چيم تئن چئيج."
(شاهه: مارئي)

"آري، اچين شـال، نماڻيءَ جـي نجهري."
(سچل: ڪوهياري)

"ساقـي، ڏيج سڻي، سرڪ صراحيءَ مان ڪڍي."
(سچل: پيروي)

"والـي، وسائيج، دردمنديءَ جـو ديس."
(سچل: سارنگ)

٥. **حرف تمنا يا دعا**- اهو حرف، جنهن مان تمنّا، خواهش يـا آرزو ظـاهـر ٿئي، تنهن ڪـي حـرف تمنا يـا دعـا چئبو آهي.

هيٺيان لفظ تمنا ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪم آڻبا آهن:

آلا، جيڪر، شال، شل، ڪاش، ڪر، مانَ، متَنَ وغيره.

استعمال :

”ويچ مَ ٻَڌڪي ڏي، **آلا**، چڱي مَ ٽيان،
سڄڻ **ماڻ**َ اچي، ڪرلاهو تي ڪڏهين.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”**جيڪر** اچي هاڻ، تہ ڪريان روح رچند يون.“
(شاهه سامونڊي)

”ڏسان **شال**، اکين سان، هوتاڻو حضور.“
(سچل: ڪوهياري)

”نڌر کي نصيب ٿئي، **شل**، پنهل جو پاڙو.“
(سچل: ڪوهياري)

”هي مون ڏسي حال، **متن**َ پاروچل پاجهه ڪري.“
(سچل: ڪوهياري)

٦. **حرف تعجب** - اهو حرف، جنهن سان عجب يا حيرت جو اظهار ٿئي، تنهن کي حرف تعجب چئبو آهي.

هيٺيان لفظ عام طرح حرف تعجب تي ڪم ايندا آهن:
مارِ، مار پيٽي، وَجُ، هڻ تہ سهي وغيره.

استعمال :

**مار**، حال تہ ڪهڙا ٻيڙا ٿي ويا اٿس!

*

**هڻ تہ سهي**، پاڻي ناهي چڻ تہ آفت اچي ليٺي آهي!

*

**وَجُ**، اڃا اڳيرو، پنڌ تہ ڪٿيئي ڪونہ ٿو!

٧. **حرف تاسف** - اهو حرف، جو افسوس يا ارمان ظاهر ڪرڻ لاءِ منهن مان نڪري، تنهن کي حرف تاسف چئبو آهي.

هيٺيان لفظ حرف تاسف ٿي ڪم ايندا آهن:

آف، افسوس، اوهه، اوهو، آهه، آها، گهوڙا، گهوڙا گهوڙا، گهوڙاڙي، ناحق، واءِ، واءِ واءِ، هاءِ، هاءِ هاءِ، هئي، هئي هئي، هيهات وغيره.

استعمال:

”هئي هئي ڪيو هاءِ، ٿي پاڻ هٿي سر پاهٺين.“
(شاهه: ديسي)

گهوڙا ڙي گهوڙا، آءٌ نه جيئندي ان ري.“
(شاهه: رامڪلي)

”آتي لائين چيائين، ته گهوڙا، گهر نه سپرين.
(شاهه ڪريم)

**آف،** سنهنجي ڪري هن ويچاري ڪيڏو نه سور سٺو آهي!

*

**اوهو،** ڪهڙو نه سٺو وجهه مليو هوم!

*

**آهه،** ڪهڙو نه چڱو ماڻهو هو، آخر هر ڪنهن کي هلڻو آهي!

*

**ناحق،** سندس سڄو گهر اجڙ ٿي ويو!

**٨- حرف تحسين-** اهو حرف، جو خوشي ظاهر ڪرڻ يا ڪنهن جي تعريف يا تحسين ڪرڻ لاءِ ڪم اچي، تنهن کي حرف تحسين چئبو آهي.

اڪثر ڪري هيٺيان لفظ تحسين واسطي ڪم آڻبا آهن:
آفرين، ٻلي، ٻلي ٻلي، ڀلو ڀلو، جُسَ، خوب، سبحان الله، شاباش، شابس، واهه، واهه واهه، وغيره.

استعمال:

”وسايائين وڏ ڦڙو، وانئن تي، **واهه واهه.**“
(سچل: سارنگ)

”ادا مسڪين ڪي، **وهه وهه**، وٺي سانگيءَ سنڌي مصرع.“
(مسڪين)

**آفرين**، بيشڪ تون دلير آهين.

*

**خوب**، شعر ڪهڙو نه موزون ۽ ذو معنيٰ آهي.

*

**سبحان الله**، ڇا مڙس جو آواز هو ۽ ڇا سندس ڪلام.

*

**شاباش** يا **شاباس**، انسان ذات جي ائين خدمت ڪندين، ته توکي چڱو اجر ۽ ثواب ملندو.

٩- **حرف نفرين**- اهو حرف، جو ڪراهت، لعنت يا نفرت ظاهر ڪرڻ لاءِ منهن مان ڪڍجي، تنهن کي حرف نفرين چئبو آهي.

هيٺيان لفظ گهڻو ڪري نفرين طور ڪم آڻبا آهن:

الامان، الامان و الحفيظ، استغفر الله، آنڌهڻ، ٻَن، ٻوڏُ، تف، توبهه، ٿُو، ٿُوٿُو، پناهه، ڦيٺ، ڦوٽ، ڇيه، کوءِ، ڪڻهيه، ڪنهيه گهروءِ، گهوريو، لعنت، لاحول ولاقوت، معاذ الله، ماٺهيان، نعوذ بالله، هُڪ، هيٺ، هيٺ، هٽن وغيره.

استعمال:

”امڙ، **کوءِ گهروءِ**، مونهان ساٿڙو وڃي نڱيو.“
(شاهه: حسيني)

"**ڪوهه** ٻولي، **ڪوهه** ٻروچ، **گهوري** ذات جتن جي."
(شاهه: حسيني)

"**ڪَهِيَمِ** پنهون، **ڪَهِيَمِ** پريتمو، **ڪَهِيَمِ** هاڙهو، **ٻَئِي** هوت."
(شاهه: ديسي)

"**ڪَهِيَمِ** سا ڪاتي راتڙي، جا پريِنءَ ريءَ پيئي."
(شاهه: مومل راڻو)

"وَرَ اباڻن سين اَڄ، **ڪَهِيَمِ** شربت تنهنجو سومرا."
(شاهه: مارئي)

**ڪوهه** سميون، **ٻَئِي** سومريون جي چامن جون چايون."
(شاهه: ڪاموڏ)

"جي هو چونس، **ٻوڏ**، ته جيءَ سڻائي جڳ ۾."
(شاهه: حسيني)

"جنين سندو آهيـن، سي جي چونئي **هڻ**،
هوجي چونئي **ڦِٽ**، ته ڪانيارو ٿئين ڪرم ۾."
(شاهه: معذوري)

"**توبهه توبهه**، ڪيو تند تاڻي."
(حافظ پنيو: ڪاپائتي مت)

**توبهه الامان**، ترس نه تن تر جيترو."
(سچل: پيروي)

"گدڙ ڊاڪ نه پڄي، آکي **ٿُو**، کٿا."

*

"**ڏُوڙُو**، دوا ڏاڍي ڪوڙي آهي."

*

**نعوذ بالله**، چا الله جو شان، چا گستاخي.

---

# ١٧- جملو

جملو زبان جو اهم ترڪيبي جزو آهي، تنهنڪري ان کي سکڻ ۽ سمجهڻ نهايت ضروري آهي. عبارت جي سونهن جملن جي ساخت ۽ انهن جي ترتيب تي مدار رکي ٿي. لکڻ يا ڳالهائڻ جي عبارت جدا جدا فقرن ۾ ورهايل هوندي آهي. مثال طور عبارت جو هڪ ٽڪرو هيٺ ڏجي ٿو:

"دنيا ۾ سڀ انسان هڪجهڙا نه آهن، ڪي امير ته ڪي فقير، ڪي سگها ۽ متارا ته ڪي ڏٻرا ۽ نحيف ۽ ڪي سهٽا ته ڪي ڪوجها آهن، مگر الله تعاليٰ وٽ انهن جو ڪو امتياز ڪونه آهي."

مٿين عبارت ۾ ٽي فقرا آهن ۽ هر هڪ فقري کي معنيٰ جي لحاظ کان جملو سڏجي ٿو. اهي ٽي فقرا اهي آهن:

١. دنيا ۾ سڀ انسان هڪجهڙا نه آهن.

٢. ڪي امير ته ڪي فقير، ڪي سگها ۽ متارا ته ڪي ڏٻرا ۽ نحيف ۽ ڪي سهٽا ته ڪي ڪوجها آهن.

٣. مگر الله تعاليٰ وٽ انهن جو ڪو امتياز ڪونه آهي.

## ١. جملي جي ساخت يا جوڙجڪ-

مٿي ڄاڻايل جملن مان، هر هڪ کي ننڍين ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، مثلاً: پهرئين جملي جا ننڍا ننڍا ڀاڱا ٿيندا: دنيا ۾ - سڀ انسان - هڪجهڙا نه آهن. انهن ڀاڱن مان هرهڪ کي ڌار ڌار لکبو يا پڙهبو ته ان مان پورو مطلب نه نڪرندو. هرهڪ ڀاڱي کي اڃا به مزيد جزن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، دنيا - ۾ - سڀ - انسان - هڪجهڙا - نه - آهن. انهن مان هر هڪ جزي کي لفظ چئجي ٿو. هن مان معلوم ٿيو ته جملو ڪن لفظن جو مجموعو يا ميڙ آهي.

جملي جو هرهڪ لفظ خود ڪن حرفن يا اکرن جو ٺهيل آهي، مثلاً: 'دنيا' هڪ لفظ آهي، جو چئن حرفن: د – ن – ي ۽ الف جو مرڪب آهي.

جملي ۾ لفظن جي ترتيب ٻن نمونن ۾ ٿي سگهي ٿي:

١. دنيا ۾ سڀ انسان هڪجهڙا نه آهن.

٢. آهن دنيا سڀ هڪجهڙا ۾ انسان نه.

مٿين ٻنهي مجموعن ۾، لفظ صورت ۽ تعداد ۾ بلڪل ساڳيا آهن، فقط انهن جي ترتيب بدليل آهي. پهرئين مجموعي مان پورو مطلب يا معنيٰ نڪري ٿي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ لفظن جي ترتيب اصولن مطابق ڪئي ويئي آهي؛ پر ٻئي مجموعي مان ڪابه معنيٰ مطلب نه ٿو نڪري، انهيءَ ڪري جو لفظن جي ترتيب ۾ ڪوبه نحوي اصول نه رکيو ويو آهي، تنهنڪري انهيءَ مجموعي کي فقط لفظن جو ميڙ چئي سگهجي ٿو ۽ نه جملو. هن تجزيه مان هڪ بنيادي اصول معلوم ٿيو ته جملو اهڙن لفظن جو مجموعو آهي، جي نحوي اصول تي ترتيب وار هجن ۽ جن مان پورو مطلب نڪري سگهي.

مٿئين مثالي جملي ۾، جي لفظ استعمال ٿيل آهن، سي آهن:

| | | |
|---|---|---|
| دنيا | : | اسم |
| ۾ | : | حرف جر |
| سڀ | : | صفت |
| انسان | : | اسم (فاعل) |
| هڪجهڙا | : | ظرف |
| نه | : | ظرف |
| آهن | : | فعل |

ڪنهن به جملي کي مڪمل معنيٰ دار بنائڻ لاءِ لازمي آهي، ته ان ۾ فاعل ۽ فعل موجود هجن ۽ مختلف لفظن جو پاڻ ۾ لاڳاپو هجي. مذڪور جملي ۾ لفظن جي

ترتيب مطابق 'دنيا' اسم آهي، جو مجرور صورت ۾ آهي ۽ '۾' حرف جر سندس پويان آيل آهي. نحوي اصول موجب سنڌيءَ ۾ حرف جر هميشه مجرور جي پٺيان ايندو آهي. 'سڀ' صفت آهي ۽ سندس موصوف آهي 'انسان'، جو هت فاعل جي صورت ۾ آيل آهي. سنڌيءَ ۾ صفت هميشه موصوف جي اڳيان ايندي آهي. 'هڪجهڙا' ۽ 'نه' ٻئي ظرف آهن، جن جو لاڳاپو 'آهن' فعل سان آهي. سنڌيءَ ۾ ظرف جو لاڳاپو هميشه فعل، صفت يا ٻئي ظرف سان هوندو آهي. 'آهن' فعل آهي، جو جملي جي آخر ۾ آيل آهي. سنڌيءَ ۾ عام طرح فعل جملي جي آخر ۾ واقع ٿيندو آهي. هن مان ظاهر ٿيو ته جملي ۾ لفظن جي بيهڪ نحوي اصول پٽاندر ٿي ٿيندي آهي. البت، شعر ۾ وزن قائم رکڻ يا نثري عبارت ۾ ڪن لفظن کي زوردار بنائڻ خاطر لفظن جي ترتيب ۾ تبديل ڪئي ويندي آهي، پر اها تبديل اهڙي نه هوندي آهي، جا جملي کي ڊانوانڊول ۽ بي معنيٰ ڪري ڇڏي، مثلاً:

١. شعر جي مصرع: "مٿي ڪاڻ ڏياچ جي، سڪندي ٿيڙم سال."
(سچل ۽ سورٺ)

٢. نثري جملو: ميينهن تي ئي ٿر وارن جو گذر هوندو آهي.

مٿين مثالن ۾ جملن جي نحوي ترتيب هيٺينءَ ريت ٿيندي:

١. ڏياچ جي مٿي ڪاڻ سڪندي سال ٿيڙم.

٢. ٿر وارن جو ميينهن تي ئي گذر هوندو آهي.

ٻئي جملي ۾ 'ميينهن' لفظ جي اهميت ظاهر ڪرڻ لاءِ ان کي شروع ۾ آندو ويو آهي ۽ انهي تبديل سان معنيٰ ۾ ڪو ڦيرو نه آيو آهي.

جملي ۾ جي لفظ استعمال ٿيندا آهن، اهي ٻن قسمن جا هوندا آهن: هڪڙا اهي، جن مان ڪو مطلب يا معنيٰ نڪري سگهي ۽ ٻيا اهي جي بي معنيٰ هوندا آهن، جي فقط جملي کي ڍکهو ڪرڻ يا زيبدار بنائڻ لاءِ ڪم آڻبا آهن، مثلاً:

ٻاٽي ٻاٽي، گهر ٻر ۽ ماني ڊاني وغيره. انهن جوڙن ۾ ٻوبان لفظ، جهڙوڪ: ٻاٽي، ٻر ۽ ڊاني بي معنيٰ لفظ آهن، پر ڳالهائڻ ۾ اهڙا لفظ اڪثر استعمال ڪيا آهن.

گفتگو يا مڪالمي ۾ گهڻو ڪري ڏکهن يا پورن جملن جي بدران، مختصر عبارت يا ٿورا لفظ ۽ اڻپورا جملا ڪم آڻبا آهن، ۽ اهڙي مختصر عبارت کي به معنيٰ جي لحاظ کان جملو چئي سگهجي ٿو، حالانڪ لفظ ٿورا آهن، پر انهن مان معنيٰ پوري جملي واري نڪرندي آهي. مثال خاطر گفتگو جي عبارت هيٺ ڏجي ٿي:

هڪڙو دوست ٻئي کي: يار، ڪيتري وقت کان توسان ملاقات نہ ٿي آهي، ڪاٿي ٿو وتين؟

ٻيو دوست: اتي ئي.

پهريون دوست: آخر ڏسڻ ۾ ڪو اچين، ڇو؟

ٻيو دوست: بس، مڙيوئي دنيا جي مجبوري.

پهريون دوست: ڪاڏي ٻاهر ويو هئين ڇا؟

ٻيو دوست: نہ.

۲. **جملي جا قسم** - نحوي ترڪيب جي لحاظ کان جملو ٽن قسمن جو ٿيندو آهي:

۱. مُفرد يا مُجَرد يعني اڪيلو يا جدا

۲. مُرڪب يعني ڳنڍيل

۳. مَخلُوط يا مُشتَق يعني گڏيل

۱. **مفرد جملو** - مفرد جملو انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ فقط هڪڙو فعل هوندو آهي ۽ معنيٰ جي لحاظ کان مڪمل هوندو آهي. هن کي سادو جملو به چئبو آهي، مثلاً:

علم انسان جو زيور آهي.

*

اڄ ڪلهه هوائي جهاز جو سفر عام ٿي پيو آهي.

*

مينهن وسڻ سان هوا ۾ گهم پيدا ٿيندي آهي.

مفرد جملن جو استعمال:

”محبت جي ميدان ۾، سر جو ڪرم سانگ.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”ڪين مائيندا من ۾ خودي ۽ خداء.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”اونداهي آهي اجهو عاشقن جو.“
(شاهه: ڪنڀات)

”پائي ويا پرت جو زوراور زنجير.“
(شاهه: سسئي)

”سورن اسان ساڻ، ننڊ پئي نينهن ڪيو.“
(شاهه: حسيني)

”مون ماروءَ سين لڏيون، لوئيءَ ۾ لائون.“
(شاهه: مارئي)

”پسڻ ڪارڻ پريءَ جي وڃايائون وار.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا.“
(سچل: آسا)

”الفي پهر اڄ ۾، عاشق ڪم رهن.“
(سچل: آسا)

”نابوديءَ جي نشي اندر، ستگر سير ڪرايو.“
(سچل: گجري)

”عشاقن آڙاهه ۾ پسيو نظارو.“
(سچل: پيروي)

”پورن منجهه پيو واچيندڙ ورق جو.“
(سچل ۽ پيروي)

”آريءَ جي اچڻ جو روز نهاريان راهه.“
(سچل ۽ ڪوهياري)

”گلزاريون ۽ گاهه ٻڻن تي پڌرا ٿيا.“
(سچل ۽ سارنگ)

”ڪنوڻين ڪيا ڪيج اڄ ڏاڏائي ڏيهه تي.“
(سچل ۽ ڪنيات)

**۲. مرڪّب جملو.** مرڪّب جملو اهو آهي، جنهن ۾ هڪ کان وڌيڪ فعل يا جملا ڪم آندل هجن، جي پاڻ ۾ حرف عطف سان ڳنڍيل هجن، جن کي جيڪڏهن هڪ ٻئي کان جدا ڪجي، ته پنهنجي سر ڌار ڌار پورا جملا جڙي پون. مرڪب لفظ جي معنيٰ آهي ڳنڍيل.

مثال طور ڪي مرڪب جملا هيٺ ڏجن ٿا:

ساري دنيا انسان لاءِ پيدا ٿي آهي ۽ انسان فقط الله جي عبادت لاءِ پيدا ٿيو آهي.

*

ڪوڙو ماڻهو قسم کڻندو، ته به ڪوئي مٿس ويساهه نه ڪندو.

*

انسان جي حياتي پوري ٿي ويندي، مگر سندس خواهشون پوريون ٿي نه سگهنديون.

مرڪّب جملن جو استعمال:

”اکر پڙهه الف جو، ٻيا ورق سڀ وسار.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”اڻ چوندن ڪيم چؤ، چوندن چيو وسار.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)
”ڪيڄ ڪائي ڪڇ ڪي، ڪوڙ م ڪمائيج.“
(شاهه: سريراڳ)
”جهنگ ڪسامي پٽ ٽيو، لٿي چوران ليڪ.“
(شاهه: سريراڳ)
”لڳي اتر هير، سامونڊين سڙهه سنباهيا.“
(شاهه: ساموندي)
”اٿيس آءٌ اوير، ڪري سُڃ سنجهي ويا.“
(شاهه: ديسي)
”آءٌ ڪانگا، وڻ ويهه، سُڏيون ڏي سائيهه جون.“
(شاهه: پورب)
”اکر لکن نه دل تي، تا ڪاغذ ڪارا ڪن.“
(سچل: آسا)
”ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا.“
(سچل: آسا)
”ويسر نڪري قافلو، ڪل نه مون پيئي.“
(سچل: ڪوهياري)
”مون ڪي گهرجين تون، لوڪ رڙوئي گهوريو.“
(سچل: ڪوهياري)
”مومل ناهه ميار، سوڍي سڳ چني ڇڏيو.“
(سچل: راڻو)
”پاڪ نه ڪري ماڪ، ويٺو سازن ڪي سوري.“
(سچل: سورٺ)

"قاصد آيو ڪونہ ڪو، ڪونہ لکيائون خط."
(سچل: ڪنيات)

"آئي ڪانگ ڏنوس، ڪو عريضو عجيب جو،
ٻنہ سپ ٻنوس، ڳاڙيندي ڳوڙهن سين."
(سچل: مالڪوس)

٣. **مخلوط جملو.** مخلوط جملو اهو آهي، جنهن ۾ مطلق يا مکيہ جملي سان گڏ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ تابع يا ذيلي جملا هجن. مخلوط جي معنيٰ آهي گڏيل.

مخلوط جملي ۾ مطلق جملو فقط هڪڙو هوندو آهي ۽ باقي ٻيا ذيلي جملا هوندا آهن، جن جو انحصار مطلق جملي تي هوندو آهي. ڪوبہ تابع يا ذيلي جملو پنهنجي سر بيهي نہ سگهندو آهي. هڪ ذيلي جملو ٻئي ذيلي جملي سان حرف عطف جي ذريعي ڳنڍيل هوندو آهي يا وري هڪ ذيلي جملو ٻئي ذيلي جملي جي ماتحت هوندو آهي. ذيلي جملو مطلق جملي سان ضمير موصول، ضمير استفهام، ظرف يا ٻين اسمراڪي لفظن وسيلي ڳنڍيل هوندو آهي ۽ صفت، ظرف يا فعل جو پورائو ڪم ايندو آهي.

مخلوط جملي جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

*

'اهو سون ئي گهوريو، جو ڪَنَ چِنِي.'

*

اها حقيقت آهي، تہ هر جاندار شيءِ پاڻيءَ مان پيدا ٿي آهي.

*

انسان کي معلوم ناهي، تہ سندس مقدر ۾ ڇا لکيل آهي ۽ سندس حياتي ڪيتري آهي.

پهرئين مثال ۾ 'اهو سون ئي گهوريو' مطلق يا مکيہ جملو آهي ۽ 'جو ڪن ڇني' ذيلي جملو آهي، جو 'جو'

ضمير موصول سان مکيه جملي سان ڳنڍيل آهي. ٻئي مثال ۾ 'اها حقيقت آهي' مکيه جملو آهي، جنهن سان ذيلي جملو 'هر جاندار شيءِ پاڻيءَ مان پيدا ٿي آهي'، 'تہ' حرف عطف استدراڪي ذريعي ڳنڍيل آهي. اهڙي طرح ٽئين مثال ۾ 'انسان کي معلوم ناهي' مکيہ جملو آهي ۽ 'سنڌس مقدر ۾ ڇا لکيل آهي' ۽ 'سنڌس حياتي ڪيتري آهي' ٻيئي ذيلي جملا آهن جي مکيہ جملي سان حرف عطف سان ڳنڍيل آهن.

مخلوط جملي جي ڀيٽ ۾ مرڪب جملا آسان هوندا آهن، ڇو جو مرڪب جملن ۾ سڀ جملا مطلق هوندا آهن ۽ حرف عطف ذريعي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن، جن کي آسانيءَ سان هڪ ٻئي کان جدا ڪري سگهبو آهي؛ پر انهيءَ جي برعڪس مخلوط جملي ۾ ذيلي جملا مکيہ جملي جا محتاج هوندا آهن ۽ انهن کي معنيٰ ۾ خلل پيدا ڪرڻ کانسواءِ الڳ ڪري يا ڪڍي نہ سگهبو آهي.

عبارت ۾ مخلوط جملي کي وڏي اهميت هوندي آهي، ڇاڪاڻ تہ مخلوط جملا استعمال ڪرڻ سان ئي عبارت سهڻي ۽ وڻندڙ ٿيندي آهي، انهيءَ ڪري جو انهن جي وسيلي خيالن جي اظهار ۾ نرمي يا شدت پيدا ڪري سگهبي آهي. ٻئي طرف مرڪب جملن واري عبارت خشڪ ۽ اڻوڻندڙ لڳندي آهي، جو انهن ۾ خيالن جو اظهار هڪ ڪرو هوندو آهي.

اصول مطابق، اهميت وارن جملن کي مطلق جي شڪل ۾ ۽ گهٽ اهميت وارن جملن کي ذيلي جملن جي شڪل ۾ رکبو آهي. اهميت کي وڌائڻ يا گهٽائڻ خاطر، جملن کي مطلق يا ماتحت ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو. مثال لاءِ هڪ جملو هيٺ ڏجي ٿو:

انسان خرچ ڪري ٿو ۽ هن کي گهرج ٿئي ٿي.

هي جملو مرڪب آهي، جنهن ۾ ٻئي جملا مطلق آهن ۽ هڪ ڪري اهميت وارا آهن. انهن کي هيٺينءَ ريت مخلوط جملي ۾ ڦرائي سگهجي ٿو:

'انسان خرچ ڪري ٿو، جڏهن هن کي گهرج ٿئي ٿي.'

هي مخلوط جملو آهي، جنهن ۾ 'انسان خرچ ڪري ٿو' مطلق جملو آهي ۽ 'جڏهن هن کي گهرج ٿئي ٿي' ذيلي يا ماتحت جملو آهي. هن جملي ۾ مطلق جي هجڻ ڪري 'خرچ' کي اهميت ڏني ويئي آهي. هاڻي ذيلي جملي کي مطلق ۽ مطلق جملي کي ذيليءَ ۾ تبديل ڪجي ٿو:

انسان کي گهرج ٿئي ٿي، جڏهن هو خرچ ڪري ٿو.

هتي مطلق جملي ۾ 'گهرج' تي زور ڏنو ويو آهي.

ڪن حالتن ۾ معنيٰ ۽ مطلب کي وڌيڪ واضح ڪرڻ لاءِ مرڪب ۽ مخلوط جملن کي گڏي استعمال ڪبو آهي، مثلاً:

١. جڏهن مينهن پوندو آهي ته گهرن ۽ گهٽين ۾ گپ ٿيندي آهي، پر هوا ۽ وڻن ٽڻن ۾ تازگي پيدا ٿيندي آهي.

٢. جهاز، جيڪو وڏي بلنديءَ تي اڏامي رهيو هو، سو وڏي ڌماڪي سان پرزا پرزا ٿي ڪري پيو، جنهنڪري جهاز جا سمورا مسافر اجل جو شڪار ٿي ويا.

پهرئين جملي ۾ 'جڏهن مينهن پوندو آهي' ۽ ٻئي جملي ۾ 'جيڪو وڏي بلنديءَ تي اڏامي رهيو هو' ذيلي جملا آهن، جن کي عبارت مان الڳ ڪبو ته باقي مرڪب جملا رهجي ويندا.

مخلوط جملي جو استعمال:

"وڪر سو وهاءِ، جو پسي پراڻو نه ٿئي."

(شاهه؛ سريراڳ)

”جي نہ سڄاڻن سچ کي، وڃي هم مَ تني وٽ.“
(شاهہ: سريراڳ)

”جڏهن ڄام پنهون ڄائو، تڏهن ٿي وس وٽڪار ۾.“
(شاهہ: ديسي)

”جيڪي مٺي ڪندا، سو جانب ڪريو جيئري.“
(شاهہ: حسيني)

”ڪلي جو ڪنيوءِ، سو مٽان ور وسارئين.“
(شاهہ: حسيني)

”آن جي ڏٺا هون، تہ الله لڳ ڳالهہ ڪريو.“
(شاهہ: حسيني)

”سوڍي سٿي لوءِ، ڪا جا مونسين ڳالهہ ڪئي،
سا جي پڌر پوءِ، تہ سرتيون ڪا نہ سمهي.“
(شاهہ: مومل راڻو)

”جي ٻانئين جوڳي ٿيان، تہ ترڪ طمع ڪي ڪر.“
(شاهہ: رامڪلي)

”عشق جنين سان غمزو لاتو، علم نہ سي ٻيو پڙهندا.“
(سچل: گجري)

”ساريم سي سنگهار، جنم لنگهايم جن سان.“
(سچل: ڪنيات)

”ڪٿي ساڻ ڪٿي، سا آندم ملڪ ملير ڪان،
مٺي مارئيءَ تان، اها لحظو ڪين لٿي.“
(سچل: ڪنيات)

معنيٰ جي لحاظ ڪان جملي جا هيٺيان قسم آهن:

| | | |
|---|---|---|
| ١. جملو بياني | ٨. جملو استدراڪي | ١٥. جملو تمثيلي |
| ٢. جملو سوالي | ٩. جملو تنبيهي | ١٦. جملو تضميني |
| ٣. جملو اقراري | ١٠. جملو ندائي | ١٧. جملو تلميحي |
| ٤. جملو انڪاري | ١١. جملو قسمي | ١٨. جملو مدلل |
| ٥. جملو معطوفي | ١٢. جملو اظهاري | ١٩. جملو معترضه |
| ٦. جملو شرطي | ١٣. جملو دعائي | |
| ٧. جملو سببي | ١٤. جملو تشبيهي | |

**١. جملو بياني** - جملو بياني انهيءَ جملي کي چئجي ٿو، جنهن ۾ ڪنهن شيءَ جي وصف بيان ڪيل هجي يا ڪنهن ڳالهه جو تفسير يا وضاحت ڏنل هجي. اهڙي جملي کي جملو وصفي يا تفسيري به چئبو آهي. هن جملي جا به ڀاڱا هوندا آهن. پهرئين ڀاڱي ۾ ڪا ڳالهه بيان ڪيل هوندي آهي ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ ان جي وضاحت هوندي آهي. عام طرح جملي بيانيءَ ۾ حرف عطف بياني استعمال ٿيل هوندو آهي. جملي بيانيءَ جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

ڇڱن جو ڇوڻ آهي، ته ٻوڏائي کان قرض نه کڻجي.

*

هن جي دل ۾ سدائين کٽڪو رهندو هو، ته ڪڏهن نه ڪڏهن مٿس اوچتو حملو ٿيندو.

*

مؤمن کي فقط ايمان جي طاقت هوندي آهي، يعني هن کي الله تي ڀروسو هوندو آهي.

”سکهن سڌ نه سور جي، ته گهايل ڪيئن گهارين.“

(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”وڃي ڪيچ چئيج ته ويچاري وات مئي.“

(شاهه: معذوري)

”مون لوڏان ئي لڪيا، ته هاڃو ڪندا هيءِ،
ماريندا مون کي، پنهون نيندا پاڻسين.“
(شاهه : ديسي)

”سنجهي مون نه سنڀاليو، ته اولي ڪندا ايئن.“
(شاهه : ديسي)

”هيئن نه ڀانيم جيڏيون، ته ڏاڍي ڪندا ڏير.“
(شاهه : ديسي)

”ٻاڙي نساهه پروڙ، ته رات رنجائي گذري.“
(شاهه : حسيني)

”ٿيو غلغلو گرلار ۾، ته ڪو عطائي آيو،
ٻيجل ٻولايو، ته سر سوالي آهيان.“
(شاهه : سورٺ)

”خبر نه پيئي، ته ڏيج ڏنائون ڪيترو.“
(شاهه : بروو)

”ڀورو ائين نه ڀانئين، ته ڪو لوڪ لاڏائو ساعت جو.“
(شاهه : مارئي)

”جان تڪ پيئي توريان، تان ڏک موچارا سکن ڪان.“
(سچل : ڪوهياري)

”پيهي پروڙيوم، تا پنهون پاڻئي آهيان.“
(سچل : ڪوهياري)

”هاڻي نه ڄاڻان، ته موڻي ملندس مارئين.“
(سچل : ڪنهيات)

٣. **جملو سوالي** - جملو سوالي اهو جملو آهي، جنهن ۾ ڪو سوال ڪيل هجي يا ڪا ڳالهه دريافت ڪيل هجي. هيٺيان لفظ جملي کي سوالي بڻائيندا آهن:

ڇا، ڇو، ڪٿي، ڪجاڙو، ڪنهن، ڪو، ڪوهه، ڪهڙو، ڪيترو، ڪير، ڪيهو، ڪيئن وغيره.

جملي سواليءَ جا مثال:

"سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون؟"
(شاهه: ڪلياڻ)

"ڪنهن کي ائين چوان، ته مون کي ماريو سڄڻين؟"
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"هٿين ته ويڄن وٽ، تون ڪيئن جيءَ جڏو ٿئين؟"
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"رهٽيءَ رهيو نه سهيرين، ته ڪنٽيءَ ڪبو ڪوهه؟"
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"لاٿي وڃان لوڪ، تو ڪهڙي اکر آنڙي؟"
(شاهه: کنڀات)

"قضا ريءَ ڪير ڏري، متي پاڻيءَ پير؟"
(شاهه: سهڻي)

"ملڪ مڙئي منصور، ڪُهي ڪُهندين ڪيترا؟"
(شاهه: سهڻي)

"هوت تنهنجي هنج ۾، پڇين ڪوهه پهي؟"
(شاهه: مسئي)

"ڪيئن آڙايئي پاند، پلؤ پرڏيهين سين؟"
(شاهه: ڪوهياري)

"ڇاکي وڃيو ڇو، ٻيلي رهين ٻين جو؟"
(شاهه: برو)

"ماسڪ سلان ڪيئن، جنهن اندر آهيرا ڪيا؟"
(شاهه: برو)

"ڪٿان سکئين سپرين، ڪاسائڪي ڪار؟"
(شاهه: بروو)

"نينهن نهائينءَ جيئن، ڏڪيو ڪوهه نه ڏڪئين؟"
"ڇر ڇيري ڇڏي، ته ريچ پچندا ڪيئن؟"
(شاهه: رپ)

"ڪنڌئن ڪوهه رهي، سر ۾ سپيرين ري؟"
(شاهه: ڏهر)

"سي ڪيئن پرين پسن، ڪنّر جن اکين ۾؟"
(شاهه: آسا)

"سونهن وڃايم سومرا، ٿيندس ڪيئن قبول؟"
(شاهه: مارئي)

"متان متئهم منهنجي، ڪنهن آڏيو ڪانءُ؟"
(شاهه: پورب)

"ڪنڌيءَ تي ڪيهي، حاج تنهنجي هنجهڙا؟
وچين نه پيهي، پٽوئن لئي پاتار ۾؟"
(شاهه: ڪارايل)

**٣. جملو اقراري**- جملو اقراري انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن ڳالهه کي تسليم ڪيو ويو هجي يا ان جي حقيقت کي پڌرو ڪيو ويو هجي. انهيءَ جملي کي جملو هاڪاري به چئبو آهي.

جملي اقراريءَ جا مثال:

"وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرن ور وڌو ڪيو."
(شاهه: ديسي)

”حجت هوت پنهونءَ سين مون ڪيتيءَ ڪيهي،
هوءَ جا پائين پير ۾، تنهن جتيءَ نا جيهي.“
(شاهه: ڪوهياري)

”دارونءَ جا داٿا، ڏنم هوت هٿن سين.“
(شاهه: ڪوهياري)

”پيا در ڏيئي پين ڪي، آيس تنهنجي در.“
(شاهه: سورٺ)

”محبوبن منٿون ڪري، سڪن سيڪاريوم،
تهانپوءِ تيوم، پاٿهي پسڻ پرينءَ جو.“
(شاهه: بروو)

”مون سين مون پريَن، پورائيءَ ۾ پال ڪيا.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”مٺي مٿي جي هٿا، تن چٽن ڦير يم چيت.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”سهم پسان ٿي سومرا، پرينءَ ري پيئي.“
(شاهه: مارئي)

”سهڪيءَ پائي سڪو، اهڪيءَ تون هين تون.“
(شاهه: مارئي)

”سَتي تنهنجي ست ۾، ڳالهه گهرجي ڳچ.“
(شاهه: مارئي)

”مون ماروءَ سين لڏيون، لوئيءَ ۾ لائون.“
(شاهه: مارئي)

”هينئون منهنجو هٿ ٿيو، هيت مٿي ۽ ماهه،
پکن منجهه پساهه، قالب آهي ڪوٽ ۾.“
(شاهه: مارئي)

"مکر سيئي ڏينهن، جي مون گهاريا بند ۾،
وسايم وڏ ڦڙا، متي ماڙن ميهن،
نير منهنجي نينهن، اجاري اڇو ڪيو."
(شاهه: مارئي)

"سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم."
(شاهه: مارئي)

"مون ڪي ماروئڙن، سڄي ڳڻائي ميچ ۾."
(شاهه: مارئي)

"ايءَ قضا ڪم ڪيو، جيئن ٿر مارو، آءٌ ماڙئين."
(شاهه: مارئي)

"لکئي آئي لوح جي، هنڌ ڏيکاريس هيءُ."
(شاهه: مارئي)

"اصل منهنجي انگ، جڙيو هو زنجير."
(شاهه: مارئي)

**٤. جملو انڪاري-** جملو انڪاري انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن ڳالهه يا حقيقت جو انڪار ڪيل هجي. هن جملي کي جملو ناڪاري به چئبو آهي.

جملي انڪاريءَ جا مثال:

"سنڌ لڏيندي سات جي، ڏيرن ڪانه ڏني."
(شاهه: ديسي)

"هي جو ڏنپ ڏهاڳ جو، سگهان ڪين سهي."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"اجهو ريءَ الله، ڪونهي ڪاپڙين جو."
(شاهه: رامڪلي)

"نه ڪيلن، نه ڪين ڪي، نڪي ڳالهائين."
(شاهه: رامڪلي)

”مون وٽ آيو ڪونہ ڪو، ڍائرنئون ڍري ڀير.“
(شاهہ: مارئي)
”لڙڪ نہ لکڻ ڏيسن، ڪريو ڀون قلم تي.“
(شاهہ: مارئي)
”جانسين ٿي جيان، ڪانڌ نہ ڪنديس ڪو ٻيو.“
(شاهہ: مارئي)
”ڀريان سنڌي ڀار جو ڪانگل نہ ڪوڙو.“
(شاهہ: پورب)
”پٽ دعا پاراتي واري، ناهي راهہ رباني.“
(سچل: گجري)
”وار نہ سي ويهن، جني مٿي مامرا.“
(سچل: ڪوهياري)
”سپ سڄاتئون ڪين ڪي، جوڳن ماري جڪ.“
(سچل: ڪاريهر)
”هردي اندر هير جي، آهي ڪونہ ٻيو.“
(سچل: ڪاريهر)
”لوئي اها لوءِ جي، چن نہ ڇڏيندياس،
تهاران توڙي تئي، مور نہ مٽينديـاس.“
(سچل: ڪنيات)

٥. **جملو معطوفي** - جملو معطوفي انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ فعل معطوفي ڪم آندل هجي، مثلاً:
اٺ ڏئي رستي تي سوچي سمجهي ۽ اکيون کولي وک کڻجي.

*

ننڍڙو ٻار ماءُ جي ٿانءَ ۾ روئي روئي سمهي پيو.

مٿين جملن ۾ 'سوچي سمجهي'، 'اکيون کولي' ۽ 'روئي روئي' فعل معطوفي آهن، تنهنڪري مٿيان ٻئي جملا معطوفي چئجن ٿا.

جملي معطوفيءَ جا مثال:

"پاڙيو ويٺي پاڙ، جيڪي لکيو لوح ۾."

(شاهه: سهڻي)

"مون کي ڏنءَ ڏيئي، وڃي ڍوليو ڍٽ قراريو."

(شاهه: مومل راڻو)

"ڳالهيون ڪندي ڪاڪ جون، ڳوڙها ٻيس ڳڙي."

(شاهه: مومل راڻو)

"مٺي مٽي موهجي، چريو چٽ ٿيو."

(شاهه: ليلان چنيسر)

"نيٺن سين ناز ڪري، ريجهايائين راءِ."

(شاهه: ڪاموڏ)

"پسي ڪکيءَ ڪوڙ، متان ماڳر مٺين."

(شاهه: ڪاموڏ)

"لاکيايا لاهي، ويندس ڪڍ ڪوهيار جي."

(سچل: ڪوهياري)

"پارس لڳي سون ٿيون، لوهاٺيون لوريون."

(سچل: ڪلياڻ)

"ملي مهاڻا مير سان، ٿيوڙا مير بحر."

(سچل: ڪلياڻ)

"سنيري سرودن سان، سالڪ ڪيا سات،
ڦيري سازن ڦات، سوريئين سر سورٺ ڪي."

(سچل: سورٺ)

”روئـو روئـو رت، تـو پکي پارانيا ڏئي.“
(سچل: مالڪوس)

”پکي سوئـي پـر، اڄ اڏاڻـو اوڏهـين.“
(سچل: مالڪوس)

**٦. جملو شرطي-** جملو شرطي انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ حرف عطف شرطي استعمال ٿيل هجي.

جملي شرطيءَ جا ٻه ڀاڱا هوندا آهن: شرط ۽ جزا. جو ڀاڱو حرف عطف شرطيءَ سان شروع ٿئي، تنهن کي شرط چئبو آهي ۽ ٻيو ڀاڱو جو ان جي جواب ۾ اچي، تنهن کي جزا يا جواب شرط چئبو آهي، مثلاً:

جيڪڏهن تون ايمان جو سهارو وٺندين، ته شيطان تو کي هرگز گمراهه نه ڪري سگهندو.

*

ڪٿي ڪيتري به ڪوشش ڪندين، ملندئي اهوئي جو تنهنجي قسمت ۾ هوندو.

پهرئين جملي ۾ پهريون ڀاڱو ’جيڪڏهن تون ايمان جو سهارو وٺندين‘ آهي شرط ۽ ٻيو ڀاڱو ’ته شيطان تو کي هرگز گمراهه نه ڪري سگهندو‘ آهي جزا يا جواب شرط. اهڙيءَ طرح ٻئي جملي ۾ ’ڪٿي ڪيتري به ڪوشش ڪندين‘ آهي شرط ۽ ’ملندئي اهوئي جو تنهنجي قسمت ۾ هوندو‘ آهي جزا.

غير معين، ممڪن يا شڪي حالت ۾ شرط ۽ جزا جي ڀاڱن ۾ مضارع جو صيغو استعمال ٿيندو آهي ۽ مطلق جملي ۾ امر جو صيغو به ڪم ايندو آهي، مثلاً:

---

نوٽ: فعل معطوفيءَ واري باب ۾ به ڏنل استعمالي مثال معطوفي جملا آهن.

جي تون مونکي جو وعدو ڪرين، ته مان توسان گڏجي هلان.

هيڪر اچ، ته تنهنجي سڃاڻپ پنهنجن دوستن سان ڪرائي ڇڏيان.

پهرئين مثال ۾ مضارع جو صيغو ۽ ٻئي ۾ مطلق جملي ۾ امر جو صيغو استعمال ٿيل آهي.

جملي شرطيءَ جا مثال:

”جي تو سگهي سگهيو، ته ڪاتيءَ ٻئي مَ ڪينجهه.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”ڪرين جي ڪيري، ته تون توانو ٿئين.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”سک پنهور جا ڇڏ، ته ڪاهي رسين ڪيچ ڪي.“
(شاهه: سسئي)

”مري جيءَ، ته ماڻئين جانب جو جمال“
(شاهه: معذوري)

”وڏا طالع تن جا، جي مارگ منجهه مرن.“
(شاهه: معذوري)

”ٻڌين پير نهار، ته آرباڻي اتان لهين.“
(شاهه: معذوري)

”جي سرتيون وڃهم ساهه، ته ٿيان حوالي هوت جي.“
(شاهه: ديسي)

”نا اميدي نيچ، ته آڏي ٿئين اميد ڪي.“
(شاهه: حسيني)

”اچين جي هيڪار، مون سارينديء سپرين،
پيرين ڏريان پنبڻيون، هنڌ وڇايان وار.“
(شاهه: بروو)

”جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تا ويهي ڳول وجود.“
(شاهه: رامڪلي)

”ڇر ڇيري ڇڏي، تہ ڪيئن پڇندا تانءِ؟“
(شاهه: رپ)

”جي گهر اچين مون، تہ ميريائي مانُ لهان.“
(شاهه: پرڀاتي)

”مون، تون آئي، اسين، چارئي چتان لاهہ،
تہ سندي دوزخ باهہ، تو اوڏيائي نہ اچي.“
(شاهه: آسا)

”زيريون لاهہ زنجير، تہ سرتيون پسان سومرا.“
(شاهه: مارئي)

”اچين جي اوطاق، منهنجي ميان مينڌرا،
عيبن کان آجي ٿيان، ڪوجهي ٿئي نہ ڪاڪ.“
(سچل: راڻو)

”مارڳ مرن جي، ورتني کي ويجهڙو.“
(سچل: ڪوهياري)

”اچين تان اڳيان، ناتر ٿي نمان،
چاهون مان چمان، پرين تنهنجا پيرڙا.“
(سچل: راڻو)

”جي راضي ٿئين تون، تہ ملان مارن سان وڃي.“
(سچل: ڪنيات)

”ساهہ جو سانگو ڪرين، تا پير هن پڙ ۾ نہ پاءِ.“
(سچل: جوڳ)

”پير اڳڻ پائين، تہ منهنجو ساهہ سڌير ٿئي.“
(سچل: مالڪوس)

**٧. جملو سببي** - جملو سببي انهيءَ جملي کي چئبو آهي جنهن ۾ حرف عطف سببي استعمال ٿيل هجي، مثلاً:

گهرج کان وڌيڪ نه کائجي، ڇو جو گهڻو کائڻ صحت جو زيان آهي.

*

وقت اجايو نه وڃاءِ، نه تہ پڇتائڻو پوندئي.

*

انسان لاءِ علم حاصل ڪرڻ ضروري آهي، ورنه هو نيڪي ۽ بديءَ ۾ فرق نه ڪري سگهندو.

مٿين جملن ۾ 'ڇو جو'، 'نه تہ' ۽ 'ورنه' حرف عطف سببي آهن، جنهنڪري جملن جي نوعيت سببي آهي.

جملي سببيءَ جا مثال:

”جاني آيو جوءِ ۾، ٿيو قلب قرار.“
(شاهہ: سارنگ)

”وڃان ٿي وڻڪار، ڏنم پير پنهونءَ جو.“
(شاهہ: حسيني)

”تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي،
متان ٿئي اونداهہ، پير نه لهين پرينءَ جو.“
(شاهہ: حسيني)

”نئون نينهن لڳوس، ڳري ۽ ڳالهيون ڪري.“
(شاهہ: حسيني)

”سرتيون سڄي سُڄ، متان ڪا مون سين هلي.“
(شاهہ: حسيني)

”پنهي ڪام پڇاءِ، امڙ منهنجي آسري،
ڪتيم جنهين لاءِ، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.“
(شاهہ: حسيني)

”آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين.“
(شاهه: رامڪلي)

”ليلان ليلائيج، اٿي ماڳ منٺ جو.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”پئي ڏانهن ڪيم نهار، گهٽو ريسارا سپرين.“
(شاهه: آسا)

”ٻاڙو پئي نه ٻيڦڙي، منو منهن لڳوس.“
(شاهه: مارئي)

”آءٌ ڪيئن سوڙئين سمهان، مون ورگهاري سيج.“
(شاهه: مارئي)

”سارنگ سعي ۾ اٿي، سچل سستي ڇڏ،
اجهاپي ڪا اڏ، وسڻ ڪان اڳي وڃي.“
(سچل: سارنگ)

”نڪي پير مشائخ تنج تون، نڪي تج نجومي،
دائرا اهي دعوت وارا، اٿي علم رسومي.“
(سچل: گجري)

**٨. جملو استدراڪي** - جملو استدراڪي انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ حرف استدراڪي استعمال ٿيل هجي، يا جنهن ۾ ٻن بيانن ۾ مقابلو ڏيکاريل هجي ۽ مقابلي ۾ اتفاق ڏيکاريل هجي يا اختلاف، يا وري جنهن ۾ ظاهر ڪيل شڪ يا گمان جو ازالو ڪيل هجي. 'استدراڪ' لفظ جي معنيٰ آهي، لڪل حقيقت کي ظاهر ڪرڻ يا ڪنهن شڪ ۽ گمان کي دور ڪرڻ.

هيٺيان لفظ جملي کي استدراڪي بڻائيندا آهن:
بلڪ، پر، رڳو، سواءِ، فقط، ليڪن ۽ مگر وغيره.

جملي استدراڪيءَ جا مثال:

هرڪو انسان گنهگار آهي، مگر پيغمبر معصوم آهن:

*

مٺي آواز تي نه فقط ماڻهو، پر مرون به مست ٿيو پون.

*

منهنجو دوست هڪ حادثي ۾ گذاري ويو، بلڪ سندس سڄو ڪٽنب تباهه ٿي ويو.

”ڪو ڪم ڪنڀار جو، ڪي نهانئين،
سون ڪي وڃائين، ٻيلو ٻاڳي آئيو.“

(شاهه: سهڻي)

”سهسين سائر ٻوڙيون، سنڌ ٻوڙيو مهراڻ.“

(شاهه: سهڻي)

”آتڻ چونم ڪت، تاڻيان تند نه نڪري.“

(شاهه: حسيني)

”اکيي ائين هياس، جيئن پنهونءَ ڏوتم ڪڙا،
هاڻي ائين ٿياس، جيئن جسُت نه نينم پاڻسين.“

(شاهه: حسيني)

”يار سڏائي سڀڪو جاني زباني،
آهي آساني، ڪم پئي تي ڪل پوي.“

(شاهه: بروو)

”چري چري م چؤ، چريو آهي لوڪ.“

(سچل: آسا)

”تون سمو سردار، آءٌ ميٺي مهاڻي آهيان.“

(سچل: ڪلياڻ)

”جن پاسا هريل پنڌ تي، تن فرشين فراشون،
روءِ هيون راشون، پر سمي چام سهايون.“
(سچل، ڪليان)

”هوند ڏوراپا ڏيان، پر مونهون پهنور پري ٿيا.“
(سچل، ڪنيات)

”جوڳي آهن جال، پر لاهوتي لڏي ويا.“
(سچل، جوڳ)

”ڪانگا ڪتابت، ساري سانديج ساهه سين،
اها امانت، ٻئي ڪنهن عام نه آڇئين.“
(سچل، مالڪوس)

**٩. جملو تنبيهي** - اهو جملو، جنهن ۾ ڪنهن اڻوڻندڙ يا نقصان واري ڳالهه يا ڪم کان منع ڪيل هجي، يا ان کان بچڻ خاطر ضروري اپاءَ وٺڻ جي هدايت يا تنبيهه ڪئي ويئي هجي، تنهن کي جملو تنبيهي چئبو آهي.

خبردار، ڏس، مَ، متان، مچڻ، نه، نه ته، ورنه وغيره، تنبيهه جا لفظ آهن، جي جملي کي تنبيهي بڻائيندا آهن.

جملي تنبيهيءَ جا مثال:

خبردار، انهيءَ ڪم ۾ هٿ نه وجهه، اهو سراسر ظلم ٿيندو.

*

ڏس پٽ، جانورن کي نه ستاءِ، اهي به الله جا خلقيل آهن ۽ انسان لاءِ ڏاڍا ڪمائتا آهن.

*

زندگي هڪ وڏي نعمت آهي، ان جو هڪ لمحو به اجايو نه وڃائجي، ورنه آخر ۾ پڇتائڻو پوندو.

”پانسي ڪان ڪمان ۾ ميان مار مَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”جي نه سڃاڻن سچ کي، ويهه مَ تني وٽ.“
(شاهه: سريراڳ)

”متان گهڙين سهڻي، اڄ درياهه ۾ دمر.“
(شاهه: سهڻي)

”سچ سامهون منهن ۾، متان ڪرئين ڪٽ.“
(شاهه: حسيني)

”کلي جو کنيوءِ، سو متان ور وسارئين.“
(شاهه: حسيني)

”مالها ڦيرج من ۾، ڏڙ کي ڏوڙ مَ لاءِ.“
(شاهه: رامڪلي)

”چنيسر سين چاڳ، متان ڪا مُنڌ ڪري.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”مَ لنئن ڪونجي، ماٺ ڪر، چور مَ هينئين چاڪ.“
(شاهه: ڏهر)

”طمع جسي تنوار، متان ڪرين مڱڻا،
ڏکي ڪندئي ڏار، ماٺ ڪ ڏيئي مٽ ۾.“
(شاهه: پرڀاتي)

”مَ ڪي رو، مَ رڙ ڪي، مَ ڪي هنجون هار،
جهڙا اچن ڏينهڙا تهڙا ويهي گهار.“
(شاهه: مارئي)

"مون کي مون پرين، ٻڌي وڏو ٻار ۾،
ايا اينئن چون، سچڻ ٻاند ٻسائيين."
(شاهه: آسا)

"سو ڪانگ مَ قاصد ڪر، جو سدا ڏونئي ڏونئي ڪي."
(شاهه: پورب)

"مريد ڪرڻ جو خيال نه رکجانءِ، عاشق تُنج نرالو،
مان ۽ تون جي سودي اندر، متان ڪڏين ڏيوالو."
(سچل: گجري)

"ووءِ ووءِ تا مَ وسار، متان مُٺي ماٺ ڪرين."
(سچل: ڪوهياري)

"ڏاها گهٽا ڏينهڙا، متان تون لائين."
(سچل: مالڪوس)

"زاغ نه ٿيءُ زبون، وڏون اڏامي اوڏهين،
نه تہ خاصو منهنجو خون، ڳچيءَ ٻوندءِ ڪانگڙا."
(سچل: مالڪوس)

**١٠. جملو ندائي** - جملو ندائي انهيءَ جملي کي چئبو آهي جنهن ۾ حرف ندا استعمال ٿيل هجي.

جملي ندائيءَ جا مثال:

"خوف تنهنجو، يا خدا، منجهه آدمن آهي الپ."
(ديوان قاسم)

"فخر دولت تي نه ڪر، اي دل، خدا جي واسطي."
(مرزا قليچ)

"ساهڙ ڇام ستار، سگهو رسج سير ۾."
(شاهه: سهڻي)

"چنڊ، تنهنجي ذات پاڙيان نه پرينءَ سان."
(شاهه: ڪنيات)

"آهي آر اڪيـن ۾، نـاڪـئـا، ڪج نـگاهه،
ملاحظو مـلاح، ڪج ڪو انهيءَ ڪُنَ جو."
(شاهه: سريراڳ)
"جاجڪَ، تو مڱڻاءِ، ملڪ مڙيوئي گهوريان."
(شاهه: سورٺ)
"ميان ميـنـڌرا، موٽَ، بخش ڪر ٻچائيون."
(شاهه: مومل راڻو)
"تو در آيـس، داسڙا، اوگـڻ ڪري اپار."
(شاهه: ليلان چنيسر)
"سـهـج سـوري ڀانئيان، سـومـرا، سندوءِ."
(شاهه: مارئي)
"پرين جي پرديس ۾، تن جي، ڪانگا، ڪج خبر."
(شاهه: پورب)
"ڪر، ٻاروچا، ٻاجهه، هـن نـڌر نمائيءَ تي."
(سچل: ڪوهياري)
"مون تان مـهـڻـا لاهه، مولا ڪارڻ، مينڌرا."
(سچل: راڻو)
"وجـي وجهه گـرنـار ۾، ٻيجَـل، ٻائيتال."
(سچل: سورٺ)
"آهيان سوالي سر جو، گهوٽَ نہ گهرجي راج."
(سچل: سورٺ)
"عـمـرَ، مون ڏي آيـا، ابـائـون عـتـاب."
(سچل: ڪنيات)
"مون ڪان، امان، پڇ، جو آءٌ بہ ويندس تن سين."
(سچل: جوڳ)

"پرين، تنهنجي پار جي، محبت مون ماري."

(سچل : مالڪوس)

"ڏاهيون، سڀ ڏسو، جو آيو ڪانگ قريب جو."

(سچل : مالڪوس)

**١١. جملو قسمي** - جملو قسمي انهيءَ جملي کي چئجي ٿو، جنهن ۾ ڪنهن ڳالهه جي تصديق خاطر يا ان کي زورائتو بڻائڻ واسطي قسم جو لفظ استعمال ٿيل هجي. اهي لفظ جي عام طرح قسم طور ڪم ايندا آهن، سي آهن:

**الله** جو سنهن، **الله** ڄاڻي، **الله** سان، **الله** جو قسم، بالله، وَالله وغيره.

جملي قسميءَ جا مثال:

**الله** جو سنهن، تہ مون ڪڏهن بہ توسان برائي نہ ڪئي آهي.

*

وَالله، انهيءَ ڳالهہ جي مون کي ڪا خبر ڪانهي.

"ٻيالله، ري پرينءَ سڀ اونداهي ٻانئيان."

(شاهہ : ڪنڀات)

"موٽ مران ٿي مينڌرا، راڻا، ڪارڻ ربّ."

(شاهہ : مومل راڻو)

"**الله** ڪارڻ، اوليا، ڪرها مَ ڪاهيو."

(شاهہ : ديسي)

"مڃڻ ور وسارئين، آري، لڳ **الله**."

(شاهہ : سسئي)

"آڏر، لڳ **الله**، ويلو ڪر مَ وچ ۾."

(شاهہ : پورب)

"سائينءَ جو سوڳند، ساڄن سيڻان سهٽو."
(شاهه: بروو)

"ڪارڻ ربّ رحمان، سر وڍي سلطان ڏي."
(شاهه: سورٺ)

"لاهج لوئيڙن تان، الله لڱ، اولاڪ،
ڪارڻ، پرور پاڪ، مون ڪي ميڙئين مارئين."
(سچل: ڪنيات)

**١٢. جملو اظهاري.** جملو اظهاري انهيءَ جملي کي چئبو، جنهن ۾ عجب، افسوس، خوشيءَ يا ڏک جو اظهار ٿيل هجي. جي لفظ جملي کي اظهاري بڻائن ٿا، سي آهن: حرف تعجّب، حرف تاسف، حرف تحسين ۽ حرف نفرين وغيره.

جملي اظهاريءَ جا مثال:

"مديون پسي منهنجون شرمايا شيطان،
هن منهنجي حال تي، هئي هئي، ڪن حيوان."
(شاهه: سريراڳ)

"ور اونداهي راتڙي، ڪوءِ چانڊوڻي چانڊاڻ."
(شاهه: سهڻي)

"اتي ائن چياءِ، تہ گهوڙا! گهر نہ سهڙين."
(شاهه: ديسي)

"ور لڪن جي لوڙ، گهوريا مڪ ڀنڀور جا."
(شاهه: حسيني)

"ڪوءِ ٻولي، ٻَن ٻروچ، گهوري ذات جتن جي."
(شاهه: حسيني)

"ور سا سڄي ويڙهه، جنهن ۾ سڄڻ هيڪڙو."
(شاهه: ڪاهوڙي)

"هئي هئي، هن هڏي، همه ڪي حيران ڪيو."
(شاهه: رامڪلي)
"ڪوهه لڄائين ڀاڻ، ناحق ويٺو نيهه ۾."
(سچل: رائو)
"ڳهوڙا ڙي ڳهوڙا، ڪري مـن مستان ويـا."
(سچل: جوڳ)
"هئي هئي، منهنجي حال جي، ناهي ڪل اوهان."
(سچل: ڪنڀات)
"روئن ساري رات، هئي هئي، سوڪانڪو ڪيون."
(سچل: مالڪوس)
"ڏاهـي چڙهي ڏار تـي، ڪا جـا لـتـي لات،
ڀـيـون ۾ هـيـهـات، آتـڻ واريـون اتهين."
(سچل: مالڪوس)

**١٣. جملو دعائي-** جملو دعائي انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن آرزو اميد، دعا يا پٽ پاراتي جو اظهار ٿيل هجي يا ان ۾ حرف تمنا استعمال ٿيل هجي.

جملي دعائيءَ جا مثال:
"شال مَ ڇڄي نينهن، ڳهڙان ڳهوريو جند ڙو."
(شاهه: سهڻي)
"واءِڙ وهين مَ شال، سڪي پيلاڻيون ٿئين."
(شاهه: سهڻي)
"الله، سيئي آڻ، جن ساءَ چکايم سڪ جو."
(شاهه: سسئي)

---

نوٽ: ڀئن وغيره اهڙا لفظ آهن، جي نفرت ظاهر ڪرڻ لاءِ ۽ ڪم ايندا آهن ته بدعا يا پٽ پاراتي لاءِ ۽.

”ڪوءِ ڪتڻ، ٻن ڪهاهه، ڪوءِ آتڻ، ٻن جيڏيون.“
(شاهه: حسيني)

”پيجل سندو پنگ، خالق خالي مَ ڪرين.“
(شاهه: سورٺ)

”نادر شال ڪندوءِ، ميڙو هن مسڪين سين.“
(شاهه: برو و)

”ڏٺيم ڪر مَ ڏار، پاڙو تن پرينءَ جو.“
(شاهه: برو و)

”الله ائين مَ هوءِ، جيئن آءٌ مران بند ۾،
ٻورين وڃان لوءِ، پوءِ مَتَرِ پڇنم ڏينهڙا.“
(شاهه: مارئي)

”آري اچين شال، نماڻيءَ جي نجهري.“
(سچل: ڪوهياري)

”جيڏيون جت جين، جي سونهي سور سچي ويا.“
(سچل: ڪوهياري)

”ڪاهل تي ڪهل، ڪندين شال ڪريم تون.“
(سچل: ڪوهياري)

”موٽي شال اچن، مارو ئڙا مليرَ ۾.“
(سچل: ڪنيات)

”ايندي مارئي مارئين، پکين شل پيهي.“
(سچل: ڪنيات)

”ساجهر سنگهارن ڪي، الله شل آڻي.“
(سچل: ڪنيات)

”سنگهارن سويل، ملان شال ملير ۾.“
(سچل: ڪنيات)

”عمر، رب رکي، ٻوڙدي سان پناهه ۾،
هئان شال ٻکي، عمر اباڻن ڏي.“
(سچل : ڪنيات)

”ايندا مارو مون ڪئين، ويندم شال وٺي.“
(سچل : ڪنيات)

”الله اباڻن سان مون کي ڳنڍ ڪرين،
جي ويڙا تر پرين، سي مونئي آڻ ملير ۾.“
(سچل : ڪنيات)

١٤. جملو تشبيهي- جنهن جملي ۾ ٻن شين جي پاڻ ۾ ڀيٽ يا تشبيهه ڏنل هجي، تنهن کي جملو تشبيهي چئبو آهي، مثلاً:

’چا مهاڻي ۽ ڇا سندس سونهن، چوڏهينءَ جو چنڊ پيو ٻکي.‘

مٿين جملي ۾ ’مهاڻيءَ‘ جي ’چوڏهينءَ جي چنڊ‘ سان مشابهت ڏيکاري ويئي آهي. هتي ’مهاڻي‘ آهي مشبّه (جنهن جي ڀيٽ ڪيل هجي) ۽ ’چوڏهينءَ جو چنڊ‘ آهي مشبّه به (جنهن سان ڀيٽ ڪيل هجي).

جملي تشبيهيءَ جا مثال:

”عشق آهي نانگ، خبر ڪا ڏن کي پوي.“
(شاهه : يمن ڪلياڻ)

”تارا تراريون، نيزا نيڻ پرين جا،
هڻن منهن پاريون، سانگو ڪن نه سر جو.“
(شاهه : ڪنيات)

”جر ۾ ڦرنو جيئن، لهريون لڳندي اڌ ٿئي،
تون پڻ آهين تيئن، دنيا ۾ ڪو ڏينهڙو.“
(شاهه : سريراڳ)

”جـي تـو بيت ٻانئيا، سي آيـتـون آهين.“
(شاهه: سهڻي)
”جيڪو جبل لنگهيان، سو هيبت جو هائي.“
(شاهه: ديسي)
”پرتوو پنهونءَ جو، جهرڪ جيئن جهالا ڏني.“
(شاهه: ڪوهياري)
”هنڙو ڪچيءَ تند جئن، ڇڇيو ڇڇيو ٿيو.“
(شاهه: حسيني)
”مـومـل ڪـي مـجـاز جا اکين ۾ الماس.“
(شاهه: مومل راڻو)
”جهڙا گـل گـلاب جـا، تهڙا مٿن ويس.“
(شاهه: مومل راڻو)
”جهڙا پانن پن، تهڙيون شـالـون مٿن سائيون.“
(شاهه: مومل راڻو)
”نهائينءَ ڪـان نينهن، سـڪ منهنجا سهرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻـاڦ نـه نڪري.“
(شاهه: رپ)
”تو جو ٻانيو هـار، سو سورن جو سڳڙو.“
(شاهه: ليلان چنيسر)
”جيئن ڳنڍيون منجهه ڳنڍ ير، تيئن مون من ماروئڙن سين.“
(شاهه: مارئي)
”جـر ۾ سـهـون جـيـئـن، آهـن ابـر آسـري،
جيئن ڪونجون سارين روهه کي، مون تن اندر تيئن.“
(شاهه: مارئي)
”جئن سڳو وچ سرنڊڙي، تئن راڻين ۾ راڻي،
سمي سـچـاڻـي، ٻـيـڙو ٻـڌس ٻـانهن ۾.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”لڳي اتر واءُ، ڪينجھر هندورو ٿئي.“
(شاھ: ڪاموڏ)

**١٥. جملو تمثيلي** - جنهن جملي ۾ ڪنهن حقيقت کي واضح ڪرڻ لاءِ ڪو مثال يا تمثيل ڏنل هجي، تنهن کي جملو تمثيلي يا مثالي چئبو آهي، مثلاً:

'جھنگ جو جھانگي، شهر ۾ اھڙو اچي ڦاٿو جھڙو پکي پڃري ۾.'

مٿين جملي ۾ 'جھڙو پکي پڃري ۾.' تمثيل آهي، جا انهيءَ لاءِ پيش ڪئي وئي آهي، ته جيئن پهرين بيان ڪيل حقيقت جو پورو پورو اندازو لڳي سگهي. هتي 'جھنگ جو جھانگي' آهي مُمَثَّل (جنهن جو مثال ڏنل هجي) ۽ پکي پڃري ۾' آهي مُمَثَّل بِهِ (جنهن سان مثال ڏنل هجي).

جنهن جملي ۾ ڪو پهاڪو يا چوڻي ڏنل هجي ۽ ڇاڪاڻ ته اها به حقيقت کي واضح ڪري ٿي، تنهنڪري ان کي به جملو تمثيلي چئبو آهي، مثلاً:

'ڀُلي ڀُلي ڀاڻ آئي سا به نه چئجي ڀُلي.'

هن جملي ۾ هڪ عام چوڻي يا پهاڪو ڏنل آهي، جنهن جو مطلب آهي ته جيڪڏهن ڪو انسان يا جانور ڪجھه وقت گمراھ ٿي وڃڻ کانپوءِ پنهنجي صحيح منزل يا مقام تي پهچي وڃي، ته ان کي ڀُليل نه چئبو.

جملي تمثيليءَ جا مثال:

”اوديا رلائي ٿي جڳ ۾ هن جيءَ کي،
جيئن بازيگر باندر کي در در پنائي.“
(سامي)

”فصل جي خواهش ۾ وسري اصل ويو،
سنگ چوندي پنندي نه ڪانا ياد پيا.“
(سانگي)

"ڪاتيءَ ڪونهي ڏوھ، ڳن وڍيندڙ ھٿ ۾."
(شاھ: ڪياڻ)

"اکر پڙھ الف جو، ٻيا ورق سڀ وسار،
اندر تون اجار، پنا پڙھندين ڪيترا."
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

"ڪوڙ ڪتابن ۾، حرف سڙيوئي ھيڪ،
جي تو نظر نيڪ، تہ بسم الله ئي بس ٿي."
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

"جي رھڻيءَ رھيو نہ سھيرين، تہ ڪيڻيءَ ڪبو ڪوھ."
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

"اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي،
پاند ۾ پائي، ڪيني وارو ڪينڪي."
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

"مفتي منجھہ وھار، تہ قاضيءَ ڪانيارو نہ ٿئين."
(شاھ: يمن ڪياڻ)

"اکر چيتي ھيڪڙي، ٻھون جي نہ ٻجھن،
ڪوھ ڪبو ڪي تن، سچي سٽائي ڳالھڙي."
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

"عدل ڇتان آءٌ نہ، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو."
(شاھ: سريراڳ)

"وکر سو وھاءِ، جو پسي پراڻو نہ ٿئي."
(شاھ: سريراڳ)

"جي وڙ جڙن جنسين، سي وڙ سيئي ڪن."
(شاھ: سريراڳ)

"سمنڊ جي سيوين، تنين ماڻڪ ميڙيا،
چالر جي چوٽين، تن سانکوڙا ۽ سپون."
(شاهہ: سريراڳ)

"ڪپر ڏو ڪُنَ ڪري، جئين مانيءَ منجهہ مَهيي،
ايڏو سور سهي، ننڊ مَ ڪريو ناکئا."
(شاهہ: سريراڳ)

"ڀچن جي ميهار ڪي، ڀچي سي ميهار."
(شاهہ: سهڻي)

"جن کي سڪ ساهڙ جي، سي گهير نہ ڀڃن گهاٽ،
جن کي عشق جي آسات، سي واهڙ ڀانئين وَڪڙي."
(شاهہ: سهڻي)

"لکيو جو نراڙ، سو انگ ڪياڙيءَ نہ ٿئي."
(شاهہ: سهڻي)

"گهوڙن ۽ گهوٽن حسن تورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا."
(شاهہ: ڪيڏارو)

"پاڻيءَ مٿي جهوپڙا، مورک اڃ مرن."
(شاهہ: سسئي)

"مري جيءَ تہ مائين، جانب جو جمال."
(شاهہ: معذوري)

"مرڻان اڳي جي مئا، سي مري ٿين نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئان اڳي جي جيا."
(شاهہ: معذوري)

"منهنجو وس واڪا، ٻڌڻ ڪر ٻروچ جو."
(شاهہ: ديسي)

"هڏان تو پيئي، ٿي ڪڇو ڪيچين ڪي ڪرين."
(شاهه: ڪوهياري)

"تتيءَ ٿڌيءَ هل، ڪانهي ويل وهڻ جي."
(شاهه: حسيني)

"پڻ واريون پڏريون، ڳاڙها ڳل سندن،
پيون هنئينئين هٿ هڻن، رُئنديون رئڻ واريون."
(شاهه: حسيني)

"ڏُکَ تنهين کي ڏِکَ، حب جنهين کي هوت جي."
(شاهه: حسيني)

"پاڻهي ايندئي هوت، تون پڻ تج اڳيري."
(شاهه: حسيني)

ڏک سکن جي سونهن، کهوريا سک ڏکن ري."
(شاهه: حسيني)

"سهکو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سين."
(شاهه: بروو)

"ڪوڏر ۽ ڪاني، آهي سر سڳنهين."
(شاهه: بروو)

"سي چلولا چنجن، جي در در لائين دوستي."
(شاهه: بروو)

"ڳنڍي ۽ ڳراهه جن سناسين سانڍيو،
انهن ڪان الله، اڃا آڳاهون ٿيو."
(شاهه: رامڪلي)

"جڻن سي ڪوهيءَ نارَ، وهن واريءَ ڳاڏئان،
هنئڙو پريان ڏار، نبيريانس نه نبري."
(شاهه: رپ)

"ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهه مقام ۾،
سند و واريءَ ڪوٽ، اڏي ايندين ڪيترو."
(شاهه: ڏهر)

"ذات نه آهي ذات تي، جو وهي سو لهي."
(شاهه: پرڀاتي)

"پرين نه اکڙين ۾، ڏيئون نه حاضر جن،
سي هٿين جاڙ جين، لڳها لالا سڪشا."
(شاهه: آسا)

"ڪر جا ڪڏ ڪنئي، پنهنجي ڪارڻ پرينءَ جي،
تنهن ۾ پاڻ پسي، غيبتي غار تيو."
(شاهه: آسا)

"جو حسن سند و حق، سو ڪور پروڙي ڪينڪي."
(شاهه: آسا)

"منهن ۾ مسلمان، اندر آزر آهين."
(شاهه: آسا)

"هوءَ جي حق پڇن، سي ڪيئن ستيون سومرا."
(شاهه: مارئي)

"ويا مور مري، هنجهه نه رهيو هيڪڙو،
وطن تيو وري، ڪوڙن ڪانيرن جو."
(شاهه: ڪارايل)

"سنها ڀانءِ مَ سپ، ويا واسينگن جا،
جنهين جي جهڙپ، هاٿي هنڌان ني نه چري."
(شاهه: ڪارايل)

"سوريه مارو ابر ۾ لولين ڪين لڏو،
انڌي ساڻ انڌو، پشي پيا ڏڏ ۾."
(سچل: آسا)

"سون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان،
بجلي بادل سان، آهي جنن سپرين."
(سچل: سارنگ)

"پانياريءَ سر پهڙو، جر تي پکي جيئن،
اسان پرين تيئن، رهيو آهي روح ۾."
(شاهه ڪريم)

**١٦. جملو تضميني** - جملو تضميني انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن ٻئي جي قول يا ڪلام کي تائيد، سَنَد يا حوالي طور شامل ڪيو ويو هجي، مثلاً:

"تصوف کي دنيا ۾ غلط رنگ ڏنو ويو آهي، حالانڪ "هر صوفي فقيه آهي، مگر هر فقيه صوفي ناهي.""

مٿئين جملي ۾ "هر صوفي فقيه آهي، مگر هر فقيه صوفي ناهي" سچل سرمست جو قول آهي، جو جملي ۾ حوالي طور شامل ڪيو ويو آهي.

جملي جي تضميني صورت گهڻو ڪري شعر ۾ نظر ايندي آهي.

جملي تضمينيءَ جا مثال:

"عاشقن الله جي، سدا وائي وات،
"فاذڪروني اذڪرڪم" تن ۾ اها تات."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ڪنڙو پکو تہ گهوريو، آسرو-م لاهيج،
"لاتقنطوا من رحمة الله" ترهي ان تريج."
(شاهه: سهڻي)

"ساهڙ جا سينگار، مون اڻ ڏٺا اکي-هئا،
نہ ڪا "ڪُن فيڪون" هئي، نہ ڪا ٻي پچار."
(شاهه: سهڻي)

”واذڪر ربڪ في نفسڪ“، اندر آگ جلاءِ.“
(شاهه: راڻڪلي)
”الانسان سري و انا سره“، پروڙج پچار،
ڪندا ويا تنوار، عالم عارف اهڙي.“
(شاهه: آسا)
”ڪل شيءِ يرجع الى اصله“، تي جوڳيان جهانگين ڪاڻ.“
(شاهه: مارئي)

١٧. جملو تلميحي- جملو تلميحي انهيءَ جملي کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن خاص ڳالهه، قصي يا تاريخي واقعي ڏانهن اشارو ڏنل هجي، مثلاً:

ابتدا کان وٺي مٺي ۽ باهه جو پاڻ ۾ جهيڙو هلندو رهيو آهي.

*

حضرت يوسف عليه‌السلام نه کوهه ۾ پوي ها نه مصر جو عزيز بڻجي ها.

*

ميرن کي گهران نه لڳي ها ته سنڌ غلام نه ٿئي ها.
مٿين مثالن ۾ گذريل واقعن ڏانهن اشارو ڪيل آهي.
جملي تلميحيءَ جا مثال:

”اکيون منهن ميهار ڏي، جن رکيون جوڙي،
ريءَ سنڌ سيڌ چئي، تار گهرن توڙي،
تني کي ٻوڙي، سائر سگهي ڪينڪي.“
(شاهه: سهڻي)

”ڪامل ڪربلا ۾، آيا جنگ جوان،
ڌرتي ڌٻي، ترٿليا لرزيا آسمان،
ڪرهه هئي ڪانه، هو نظارو نينهن جو.“
(شاهه: ڪيڏارو)

"وڃين ڇو وڻڪار، هٿ نه ڳولئين هوت کي،
لڪو ڪين لطيف چئي، ڀاروچو ڀئي پار،
لائي نيڻ نهار، تو ۾ ڏيرو دوست جو."
(شاهه: سسئي)

"ساٿيڙن سوير، آئي اُٺ جهڪائيا،
هئن نه پائيم جيڏيون، ته ڏاڍي ڪندا ڏير،
اٿيس آءُ اوير، ڪري سيج سنجهي ويا."
(شاهه: ديسي)

"کهوڙن هنئي سڪا، اَلن هنئي آنءَ،
جا نينهن ڳنهندي نانءَ، سا مون جئن پوندي مامري."
(شاهه: حسيني)

"پرديسان پنڌ ڪري، هاڻي آيو هيءَ،
مال نه مڳي مڱڻو، جاچڪ گهري جيءَ."
(شاهه: سورٺ)

"ايءَ نه مارن ريت، جئن سيڻ مٽائن سون تي،
اچي عمرڪوٽ ۾ ڪنديس ڪانه ڪُريت،
پکن جي پريت، ماڙيءَ سين نه مٽيان."
(شاهه: مارئي)

"ڪنڌ جن جي ڪوڏ ۾ پاپوڙا پوشاڪ،
انهن جي اوطاق، راجا ريجهي آئيو."
(شاهه: ڪاموڏ)

"ٻانهڻ جو ٻروچ سان، اصل آهي ٻول،
'قالوا' سندو قول، پينر ڪيئن پلايان."
(سچل: ڪوهياري)

"ويم نڪري قافلو، آءُ پڻ ڪٿان پير،
ڏک ڏني ويا ڏير، مون پاروچل پاڇهه ڪري."
(سچل: ڪوهياري)

”پارس لڳي سون ٿيون، لوهائيون لوڙيون،
ڪوجهن منجهان سهڻيون، ٿيون جهٽ پٽ جهڙيون،
تماچيءَ تيريون، ڪينجهر جون ڪنيون ڪٽي.“
(سچل: ڪليان)

”سٺن هن سائل جي، ڪيو هاتڪ کي حيران،
هيرا موتي موتيا، دايو ولي نہ دان،
مگتو مهمان، سدا سوالي سر جو.“
(سچل: سورٺ)

”اباڻن جا ڏني، سا اوني ڏڏ نہ لاهيان،
ڪندس ڪين ڪني، ڪٽي ويندس ويڙهہ ڏي.“
(سچل: ڪنيات)

**١٨. جملو مدلل-** اهو جملو، جنهن ۾ بيان ڪيل ڳالهہ جي تائيد ۾ ڪو اثرائتو دليل ڏنل هجي، تنهن کي جملو مدلل يا مصدق چئبو آهي، مثلاً:

علم واري ماڻهوءَ کي نئڙت ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ميويدار ڏاري هميشہ نميل هوندي آهي.

مٿين جملي جي پوئين ڀاڱي ۾ اڳين ڳالهہ جي تائيد ۾ دليل ڏنو ويو آهي.

جملي مدلل جا مثال:

دوستي ڇني سا ڇني، ڀڳو شيشو وري سڄو نہ ٿئي.

*

تون هرو ڀرو ٿو پڌائينس، لياقت هوندس تہ پاڻيهي ظاهر ٿيندي، سج ترڇءَ هيٺان نہ لڪندو.

*

جو دنيا بہ حاصل ڪرڻ گهري ٿو ۽ دين بہ، تہ ڪيس نہ هيءَ هٿ ايندي نہ هو، پٺي گڏرا مٽ ۾ نہ ايندا.

”تـهِ جنين جي تـات، تن ٻـڻ آهـي تنهنجي،
فاذڪروني اذڪرڪم، ايءَ پـروڙج بـات.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”ڪين مائينـدا مـن ۾ خـودي ۽ خـداءِ،
ٻـن ترارين جـاءِ، ڪا آهـي هيڪ ميـاڻ ۾؟
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”هـوت تنهنجي هنج ۾، ٻچين ڪوهه ٻـهـي،
و في انفسڪم افـلا تبصرون، سوجهي ڪر سهي.“
(شاهه: سسئي)

”ڪُتو ڪرني هـڏيـون، جوانمرد جگر ڪاءِ،
الدنيا جيفة و طالبها ڪلاب، ايءَ هنئين سين لاءِ.“
(شاهه: معذوري)

”عمر اچـا ڪـپـڙا ڪاڻياريون ڪيئن ڪن،
هَنوءِ جي ـڌ پچن، سي ڪيئن سَتيون سومرا.“
(شاهه: مارئي)

**١٩. جملو معترضه** - اهـو جملو، جنهن ۾ ڪو ٻيو زائد جملو، جو وچ ۾ شامل ڪيو ويو هجي ۽ بيان جي سلسلي کي قطع ڪندڙ هجي يا ان ۾ خلل پيدا ڪندڙ هجي، تنهن کي جملو معترضه چئبو آهي، مثلاً،

شاهه عبداللطيف ڀٽائي، الله مٿس رحمت ڪري، هڪ اعليٰ درجي جو شاعر ۽ صوفي ٿي گذريو آهي.

*

پڻ، ڏٺي شـل ڏينهن ڏيس، هڪ سليٽو ۽ سدورو ٻار آهي.

*

الله جي عذاب جا ڪيئي مختلف قسم آهن، نعوذ بالله منها، جي انسان جي ڪڌن ڪرتوتن جي ڪري مٿس نازل ٿين ٿا.

مٿين جملن ۾ 'الله مٿس رحمت ڪري'، ڏٺي شل ڏينهن ڏئيس، ۽ 'نعوذ بالله منها' زائد جملا آهن، جي مکيه جملن جي وچ ۾ بيان ڪي وڌ ڻ خاطر آندا ويا آهن، تنهنڪري اهڙي قسم جي جملن کي جملو معترضه چئبو آهي. معترضه جي معنيٰ آهي روڪيندڙ يا خلل پيدا ڪندڙ.

## ١٨- جملي ۾ لفظن جي بيهڪ ۽ انهن جي اهميت.

جملي ۾ جي لفظ استعمال ٿي سگهن ٿا، تن جي الڳ الڳ تعريف ۽ ترڪيب اڳ بيان ڪيل آهي؛ هتي انهن جي بيهڪ ۽ باهمي لاڳاپو بيان ڪجي ٿو.

اسم جملي جو هڪ اهم جزو آهي، جنهن کانسواءِ جملو اڪثر اڻپورو هوندو آهي، مثلاً:

ٻيڙي پاڻيءَ تي ترندي آهي.

*

سج زمين ۾ گرمي پهچائي ٿو.

*

اتاهن جبلن تي برف پوندي آهي.

مٿين جملن ۾ ٻيڙي، پاڻي، سج، زمين، گرمي، جبلن ۽ برف اسم آهن، جي مختلف صورتن ۾ بيٺل آهن؛ انهن کي جيڪڏهن جملن مان ڪڍي ڇڏبو ته باقي لفظن کي نه جملو چئي سگهبو ۽ نه انهن مان ڪو مطلب نڪري سگهندو.

---

نوٽ: عربيءَ ۾ جملي کي ٻن قسمن ۾ ورهايو ويندو آهي؛

١. **جملو خبريه** - جنهن ۾ عام بياني، اثباتي ۽ سلبي (انڪاري) جملا اچي وڃن ٿا.

٢. **جملو انشائيه** - جنهن جا جدا جدا قسم آهن، جهڙوڪ امر ۽ نهيءَ وارا جملا، استفهاميه، دعائيه، تمنائيه، ندائيه، تنبيهه وغيره، جن جو بيان مٿي ڏنو ويو آهي.

اسم جي صورت معرفه يعني خاص هوندي آهي يا نڪره يعني عام. سنڌيءَ ۾ سنسڪرت وانگر معرفه جي ڪا خاص علامت استعمال نه ٿيندي آهي، جنهنڪري اسم مان ٻئي معنائون وٺي سگهجن ٿيون، مثلاً: 'گهر' اسم آهي، جنهن مان مراد آهي ڪو گهر. عام طرح اسم خاص يا عام جي سڃاڻپ جملي ۾ ڏنل حوالي مان معلوم ٿيندي آهي، جنهن کي هيٺين ٽن نمونن ۾ پروڙي سگهجي ٿو:

١. ڪن اسمن جي صورت ازخود معرفه واري هوندي آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جو اشارو ڪنهن هڪ خاص اسم ڏانهن هوندو آهي، جن جو ثاني نه هوندو آهي، مثلاً:

سج، چنڊ، آپ، ڌرتي وغيره.

٢. ڪو اسم، جيڪڏهن ٻئي اسم سان منسوب ٿي جملي ۾ واقع ٿيندو، ته ان مان معرفه جي معنيٰ نڪرندي، مثلاً:

شام ولايت، هماليه جبل، سنڌو ندي، يورپ کنڊ، ڪينجهر ڍنڍ، مسلمان قوم، عربي ٻولي وغيره.

٣. اسم کي نڪره يا عام بڻائڻ لاءِ ان جي اڳيان صفت عدديءَ جو لفظ 'هڪڙو' يا ضميري صفت جو لفظ 'ڪو' آڻبو آهي، مثلاً:

هڪڙو ماڻهو، ڪو ملڪ وغيره.

استعمال:

**سج** تو ڙي **چنڊ** پنهنجي پنهنجي دائري ۾ هميشه گردش ۾ هوندو آهي.

**آسمان ۽ زمين** جي تخليق الله جي قدرت جو هڪ عظيم ۽ بي مثال ڪارنامو آهي.

هڪڙو(١) سيلاني فقير پنڌ ڪندي ڪندي ڪنهن ڏورانهين ڏيهه تي وڃي نڪتو.

## اسم جي جنس.

عام طرح جنس جي تخصيص فقط جاندار شين ۾ هوندي آهي، جنس مذڪر جو اطلاق مذڪر يا نر شين سان ۽ جنس مؤنث جو اطلاق مؤنث يا مادي شين سان ٿيندو آهي، پر ڇاڪاڻ ته جملي ۾ اسم جي جنس جي سڃاڻپ سندس واسطيدار فعل مان پوندي آهي ۽ فعل جو صيغو يا مذڪر وارو هوندو آهي يا مؤنث وارو، بهرحال فعل جو اطلاق هر قسم جي اسم مان هوندو آهي، اگرچه ان ۾ جنسي فرق هجي يا نه، تنهنڪري لازمي طرح بي جان شين ۾ به مذڪر ۽ مؤنث جي تفريق ڪئي ويندي آهي، جيئن هيٺين مثالن مان ظاهر آهي، حالانڪ انهن شين جي جنس کي جنس بي جان يا غير ذي روح به سڏيو وڃي ٿو.

| | جنس مذڪر | جنس مؤنث |
|---|---|---|
| جاندار: | ڇوڪرو، مرد، گهوڙو | ڇوڪري، عورت، گهوڙي |
| ٻنهي جنسن واريون يا جنس عام واريون جاندار شيون: | ٻار، آدمي، جانور | بلا، ٻَهَرَ، قوم |
| بي جان يا غير ذي روح شيون: | پٿر، جبل، وڻ | سيرَ، ڀيتِ، جاءِ |
| اسم ذات واريون يا صفاتي شيون: | خيال، رايو، عقل | راءِ، ڳالهه، وائي |

---

(١) 'هڪڙو' اگرچه واحد جو صيغو آهي، پر بعضي ان جي جمع واري صورت به استعمال ٿيندي آهي، مثلاً: هڪڙا اهڙا به ماڻهو هوندا آهن، جي پاڻ کي ڏکيو رکي ٻين کي خوش رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

مٿين بي جان يا صفاتي شين جي مثالن ۾ ڏسبو ته انهن ۾ جنسي وصف موجود ڪانهي، تنهن هوندي به ڇاڪاڻ ته انهن سان لازمي طرح فعل مذڪر يا مؤنث وارو لڳي ٿو، تنهنڪري انهن سان به جنس جو قانون لاڳو ٿئي ٿو.

ڪي اسم اهڙا آهن، جن سان فقط جنس مؤنث لڳي سگهندي آهي، انهن جو مذڪر صيغو استعمال نه ٿيندو آهي، مثلاً:

ٻَيَرَ، سَنڌِ، سڱا، وَڏوَرَ وغيره.

ساڳي طرح ڪي اسم اهڙا هوندا آهن، جن سان فقط جنس مذڪر لڳندي آهي، انهن جو مؤنث جو صيغو استعمال نه ٿيندو آهي، مثلاً؛

خدا، نبي، رسول، فرشتو، شيطان، آدم، آدمي، ڪدڙو وغيره.

## اسم جو عدد-

اڳ بيان ڪيو ويو آهي، ته سنڌيءَ ۾ اسم جو عدد ٻن قسمن جو ٿيندو آهي: واحد ۽ جمع، البت عربيءَ سان گهري نسبت جي ڪري بعضي تثنيه جو استعمال به ٿيندو آهي. عدد بابت ڪي خاص ڳالهيون هيٺ ڏجن ٿيون؛

١. اسم جو عدد جيڪڏهن واحد هوندو ته ان سان فعل به واحد جو لڳندو ۽ جي ان جو عدد تثنيه يا جمع هوندو ته ان سان فعل جمع وارو لڳندو، مثلاً:

بادشاهه جي سر تي ته سلطاني تاج هوندو آهي، پر هن جي دل ۽ دماغ تي فڪر ۽ ڳڻتين جا ڪڪر ڇانيل هوندا آهن.

*

جنهن انسان کان سندس والدين خوش آهن، ته انهيءَ تي الله به راضي هوندو آهي.

مٿين جملن ۾ 'سلطاني تاج' ۽ 'الله' ٻنهي اسمن جو عدد واحد آهي، تنهنڪري انهن جي فعل 'هوندو آهي' جو

صيغو ٻہ واحد آهي ۽ 'ڪڪر' ۽ 'والدين'، جن جو عدد، جدا جدا، جمع ۽ تثنيہ آهي، انهن سان لاڳاپو رکندڙ فعل 'هوندا آهن' ۽ 'آهن' بہ جمع ۾ استعمال ٿيل آهن.

ب- جملي ۾ جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ اسم، فاعل يا مفعول جي صورت ۾ موجود هوندا ۽ اهي حرف عطف '۽' سان پاڻ ۾ ڳنڍيل هوندا، تہ انهن جو واسطيدار فعل جمع ۾ رهندو؛ پر جي اهي حرف عطف استدراڪي 'يا' يا 'ڪ' وغيره جي ڪري هڪ ٻئي کان جدا ٿيل هوندا، تہ جملي ۾ فعل واحد جو استعمال ٿيندو، مثلاً:

ڏيڳي گاڏي، موٽرڪار، ريل ۽ جهاز، اهي سڀ سفر جا وسيلا آهن.

*

انسان هجي يا جانور، پکي هجي يا جيت، هرهڪ الله جي عبادت جو پابند آهي.

ت- عربي ٻوليءَ جا غير قياسي يا بي قاعدي جمع جا صيغا سنڌيءَ ۾ گهڻو ڪري اسم جمع تي ڪم ايندا آهن، جن سان فعل واحد جو لڳندو آهي، مثلاً:

احوال، اخلاق، ارواح، اسرار، اشراف، اصول، اولاد وغيره.

استعمال:

ڪيترا ڏينهن گذري ويا آهن، مگر اڃا تائين ڪو احوال ڪونہ آيو آهي.

*

سٺو اخلاق ئي انسان جو سرمايو آهي.

*

منهنجو ارواح ٺٺو ڪيڊي، تہ ٻيهر هن جي در تي وڃان.

*

خبر ناهي ته هن جاءِ ۾ ڪهڙو اسرار آهي، جو اياسن کان منجهس ڪوبه نٿو رهي.

*

اشراف، چاهي، دنيا جي ڏکن ۽ تڪليفن ۾ مبتلا ڇو نه هجي، تڏهن به هر عقلمند ماڻهو سندس قدر ڪندو آهي.

*

جنهن ماڻهوءَ جو اصول صحيح ۽ عمل جو چڱو هوندو آهي، سو ضمير جي ملامت کان آجو هوندو آهي.

*

بعضي چڱن جو اولاد به ڪري پوندو آهي.

*

مٿي ڄاڻايل اسم جمع جا لفظ ڪڏهن جمع جو فعل به اختيار ڪندا آهن، مثلاً:

بي گهر ۽ دربدر ٿيل ماڻهن جا احوال ڪهڙا نه ڏکوئيندڙ هوندا آهن.

*

استاد جا اخلاق چڱا هوندا، ته شاگردن تي پڻ چڱو اثر پوندو.

*

دنيا ۾ انسانن کان اڳ ارواح پيدا ڪيا ويا هئا.

*

قدرت جا اسرار انسانن کي معلوم نه هوندا آهن، اهي فقط قدرت ئي ڄاڻندي آهي.

*

دنيا ۾ اشراف ٿورا هوندا آهن.

*

صحت کي قائم رکڻ لاءِ به اصول هوندا آهن.

*

تونگر هجن يا مسڪين، ڏاڍا هجن يا هيڻا، سهڻا هجن يا ڪوجها، سڀ هڪ ئي آدم جو اولاد آهن.

ث- ڪن اسمن جي اڳيان، اگرچه جمع جو عدد استعمال ٿيندو آهي، تڏهن به انهن جو صيغو واحد جو رهندو آهي، مثلاً:

اٺ سؤ، پنج آب، چار ديوار، ست ماڙ، صد بار وغيره.

ج- سنڌيءَ ۾ ادب ۽ احترام خاطر واحد اسم سان جمع جو فعل استعمال ڪبو آهي، يا وري واحد اسم کي خود جمع جي صورت ۾ آڻي استعمال ڪبو آهي، مثلاً:

پرين اڱڻ اچن، ته منهنجي لاءِ عيد ٿئي.

*

شاهه صاحب جن اڪثر سفر ۾ رهندا هئا.

*

سائينجن، جيئن فرمائيندا، تيئن حڪم جي تعميل ٿيندي.

اهڙي طرح، ضمير حاضر ۾ بہ جمع جو فعل استعمال ڪبو آهي، اگرچه مخاطب شخص خود واحد ۾ هوندو آهي، مثلاً:

اوهان ڀلي ڪري آيا، اوهان اچو ٿا، ته اسان جي دل بهار ٿئي ٿي.

ح- ڪي اسم جڏهن جمع جي صورت ۾ استعمال ٿيندا آهن، ته انهن جي معنيٰ ۽ اطلاق ۾ ڦيرو اچي ويندو آهي، مثلاً:

| واحد اسم | جمع اسم |
|---|---|
| انگُ = عضوو، بدن، قسمت، لڪيو | انگَ = عدد |
| ڀاڻُ = چوپائي مال جو فضلو يا خارج ڪيل مادو، جو کيتن ۾ ٻنين ۾ استعمال ٿيندو آهي. | ڀاڻَ = وٿاڻَ، جايون، گهرَ |

داڻو=ڪڻو، رزق، اَنُ

داڻا=ڪجهہ انداز يا تعداد

سببُ=ڪارڻ

اسباب=ساز سامان

لوهہُ=هڪ ڌاتوءَ جو قسم،
قابو، مضبوط

لوهہَ=ٻيڙيون، زنجيرون، پيڙ

موڙُ=ورُ، وراڪو

موڙَ=ڳانا

استعمال:

واحد اسم

جمع اسم

جن جو انگُ اگهاڙو ۽ پيٽ بکيو هجي، تن جي مدد ڪرڻ گهرجي.

گهٽي وقت گذرڻ ڪري يادگار پٿرن تان انگَ اکر ڊهي ويا آهن.

*

انسان جي انگ ۾ جو هوندو اوس ٿيندو.

*

”اڳهين سنهنجي انگہ، جڙيو هو زنجير“
(شاهہ: مارئي)

وٽاڻ جو ڀاڻُ پوک لاءِ نهايت ڪمائتو آهي.

ڀاڳوندن جا ڀاڻَ سدائين ڀريل هوندا آهن.

*

مينهون ٻنارين ۾ ڍور ڍڳا سڄو ڏينهن چري شام جو پنهنجن ڀاڻن تي موٽي ايندا آهن.

جيستائين انسان جو داڻو پاڻي دنيا ۾ آهي، تيستائين پيو جيئندو.

گهڻو مال تہ نيڪال ٿي ويو آهي، بس ڪي داڻا ڪڻا پيا هوندا.

*

*

پوک چڱي ٿي آهي، تيلن هاڻي ٿي داڻو جهليو آهي.

”دارونءَ جا داڻا، ڏنم هوت هٿن سين.“ (شاهہ: ڪوهياري)

پيٽ جي بيماريءَ جو سبب
بد پرهيزي آهي.

*

”جڏهن سائينءَ سبب ڪيو،
تڏهن سَتَرَ ٿيا سيد چئي.“
(شاهه: سامونڊي)

لوهه هڪ قيمتي ڌاتو آهي،
جو ڪنهن به ملڪ کي طاقتور
بڻائي سگهي ٿو.

*

پٿر پوڻ جي ڪري رستو
لوهه ٿي ويو آهي.

”ڪُچيءَ ڳانا لوهه جا، زيرون
۽ زنجير.“ (شاهه: مارئي)

”تِپي ڪندين ڪوهه، ڏونگر
ڏکوين کي،
تون جي پهڻ پٻ جا، ته لڳ
منهنجا لوهه.
(شاهه: ڪوهياري)

رستي ۾ موڙ اچي، ته گاڏيءَ
جي رفتار جهڪي ڪجي.

دنيا جو مال اسباب انسان کي
مغرور بڻائي ٿو.

*

”پر ۾ پڇيائون، عشق جي
اسباب کي. (شاهه: ڪلياڻ)

جنهن انسان کي آزاد رهڻ جي
خواهش ۽ قوّت آهي، تنهن کي
لوهه نه جهليندا.

*

”ويندس ويڙيچن ڏي، لوهه
پڇي لوہي.“ (شاهه: مارئي)

”لهي لوهه پيام، لطف سان
لطيف چئي. (شاهه: مارئي)

شاديءَ ۾ گهوٽ کي ۽ ميلي ۾
گهوڙن ۽ اٺن کي موڙ
ٻڌندا آهن.

خ- ڪي اسم فقط جمع جي صيغي ۾ استعمال ٿيندا آهن،
انهن جو واحد جو صيغو استعمال نه ٿيندو آهي، مثلاً:

ٽَريون، پِٽون، چِڻنڊا، ڏائيون، ڪَتيون، ڪُنهر،
سَٽِڻون وغيره.

استعمال:
گدلائيءَ کان **جُدا** ۾ چيڪون پونديون آهن.

*

ڪي مسافر سفر ۾ پاڻ سان **ستون** ڪندا آهن.

*

"تارا **ڪتيون** تائب ٿيا، ڏيکيندي دلبر."
(شاهه: ڪنيات)

"**ڪتيَن** ڪر موڙيا، نيڙو آيا نيڻي."
(شاهه: مومل راڻو)

"ڏونگر ڏوراپو، ڀڃين چونديس پرينءَ کي،
ته پهڻ پير **ڦٽون** ڪيا، تريون چنيون ٿو."
(شاهه: ڪوهياري)

"وهائيندبون سي آيون، ٿڻ مان **ٿريون**."
(سچل: سارنگ)

**اسم جو مقام**- جملي ۾ اسم جي مقام يا ويهڪ جون پنج صورتون آهن:

١. فاعلي صورت
٢. مفعولي صورت
٣. جري صورت
٤. اضافي صورت
٥. ندائي صورت

**١. فاعلي صورت**- اسم جي حيثيت جڏهن فاعل واري هوندي آهي، ته جملي جي شروعات ڪندو آهي، پر نزاڪت ۽ موقعي جي لحاظ کان جملي ۾ ڪٿي به پنهنجو مقام اختيار ڪري سگهي ٿو. البت پنهنجي فعل کان هميشه **اڳيان** ايندو آهي. شعر ۾ ته سندس ڪا جاءِ مقرر ڪانهي، ايتري قدر جو، ڪڏهن سندس فعل به ڪانئس اڳ اچي ويندو آهي.

هيٺين جملن ۽ مثالن ۾ اسم جا، فاعل جي حيثيت ۾، اختيار ڪيل مختلف مقام يا بيهڪ جا هنڌ ڏيکاريا ويا آهن:

**آڪ** رڻپٽن، بيابانن ۽ پهاڙي علائقن ۾ ڪم ايندو آهي.

*

شڪار ڪندي ڪندي، **بادشاهه** ڪنهن ڌارئي ملڪ ۾ وڃي نڪتو.

*

سنڌ جي شاعرن جو سرتاج، **شاهه عبداللطيف ڀٽائي** آهي.

*

پاتار ۾ سپون سوجهڻ وارا هوندا آهن **غواص يا ٽوٻا.**

*

"ڏائي چڙهي ڏار تي تو **زاغ** ڪري زاريون."
(شاهه: پورب)

"انهن جي اوطاق، **راڄا** ريجهي آئيو."
(شاهه: ڪاموڏ)

"سرهو سر وڃائيو ڪوڙن **ڪانيرن**،
رُنا روهه وڻن، ڪنهن هيٺائيءَ ڪان **هنجهڙا.**"
(شاهه: ڪارايل)

"پورب پنڌ نه ڪن ڪنهن ويلي **ڪاپڙي.**"
(سچل: جوڳ)

فاعل سان گڏ جيڪڏهن ٻيو اسم يا ضمير صفاتي يا اضافي حيثيت ۾ استعمال ٿيندو، ته اهو به فاعل جو حصو سمجهيو ويندو ۽ ان جي صورت به فاعلي ٿيندي، مثلاً:

ڪراچي بندر، اڪبر بادشاهه، رمضان مهينو، ونجهه وٽي راند وغيره.

استعمال:

ڪراچي بندر هڪ ڏيهان ڏيهي واپار جو مرڪز آهي.

*

اڪر بادشاهه عمرڪوٽ ۾ ڄائو هو.

*

رمضان مهينو مسلمانن جي لاءِ نهايت مبارڪ ۽ مقدس آهي.

*

ونجهه وٽي راند ڳوٺن ۾ مقبول آهي.

"پنڌي پرڏيهه ۾، تن سوڍين ٿئي شرم."

(شاهه: سارنگ)

"ڏٺو محرم ماهه، سونڪو شهزادن ٿيو."

(شاهه: ڪيڏارو)

"سدا سانوڻ ڏيههڙا، هنئين نه هوندا."

(شاهه: سهڻي)

"تان جي ملير ڄائيون، توسين سگ نه ڪن."

(شاهه: مارئي)

"مون ڪي ڪيو ماڻ، ڇوڇڪ ڏيءَ چريو."

(سچل: ڪاريهر)

"آسروند آهين، روحون راهون رٽن ۾."

(سچل: پهاڙي)

"ڪاهڙي ڪن ڪارَ، آيل، اڄ لنگهي ويا."

(سچل: جوڳ)

تعداد ظاهر ڪندڙ يا ٻيا صفت وارا لفظ پڻ فاعل سان گڏ فاعلي صورت ۾ بيهي سگهن ٿا، مثلاً:

هزارَ ماڻهو، ڍير مڇيون، ڪوڙ شيون وغيره.

استعمال:

تلاءَ ۾ **ڍير مڇيون** ميون پيون هيون.

*

حج جي موقعي تي **لکَ ماڻهو** جمع ٿيندا آهن.

*

ٻنهي ڌرين جو **ڪوڙ لشڪر** اچي گڏ ٿيو.

سنڌيءَ ۾ جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ اسم، فاعل جي حيثيت ۾ استعمال ٿي سگهن ٿا، پر اهي جملي کي ھرو ڀرو ڊگهو ڪندا آهن، تنهنڪري ان کي مختصر ڪرڻ لاءِ هڪ ڪانسواءِ ٻين اسمن کي ضمير يا ضميري صفت جي صورت ۾ آڻبو آهي، مثلاً:

ٻاهر ۾ گهر جو **ان ٻاڙي، هنڌ ٿپڙ، ڍور ڍڳا، گهرگهٽا ۽ پيسا ڏوڪڙ** سڙي خاڪ ٿي ويا.

مٿين جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ فاعل استعمال ٿيل آهن، جن کي گهٽائڻ ۽ جملي کي مختصر ڪرڻ لاءِ ان جي ترتيب هن طرح ڪري سگهجي ٿي.

باهه ۾ **ان ٻاڙي ۽ ٻيو سڀڪجهه** سڙي خاڪ ٿي ويو.

ٻوليءَ جي خوبي انهيءَ ۾ آهي، تہ لکڻ ۾ جملن کي اجايو ڊگهو نہ ڪجي. سڄو ڪلام اهو ليکبو آهي، جو مختصر يا مجمل هجي.

مختصر جملن جا ٻيا مثال:

گندگيءَ جي ڪري **دست ۽ ٻيون بيماريون** پيدا ٿين ٿيون.

*

ڏڪار ۽ بيماريءَ ۾ **ماڻهو ۽ ڪيترا جانور** مري ويا.

*

زلزلي ۾ **شهرن جا شهر** ناس ٿي ويا.

**٢. مفعولي صورت-** جملي ۾ مفعول، اصول مطابق، فاعل کان پوءِ ۽ فعل کان اڳ واقع ٿيندو آهي؛ البت معنيٰ جي مناسبت سان يا تاڪيد خاطر فاعل کان اڳ ۾ به اچي سگهي ٿو، پر شعر ۾ فاعل وانگر ڪٿي به مقام حاصل ڪري سگهي ٿو.

مفعول جو استعمال هيٺ ڏجي ٿو.

هاري **هر** ڪاهيندو آهي ۽ ٻنيءَ ۾ **ٻج** ڇٽيندو آهي.

*

ڳچ ڏاهن لاءِ **واري ۽ چن** ملائيندا آهن.

*

**تاج محل** شاهجهان جوڙايو هو.

*

**"مالها ڦيرج من ۾، ڏڙ کي ڏوڙ مَ لاءِ."**

(شاهه، رامڪلي)

"ڪاهوڙين خفيءَ کان سوجهي لڌو **سبحان**."

(شاهه، ڪاهوڙي)

"**ميو** وجهان مچ ۾، هائيءَ هٿان **هار**."

(شاهه، ليلان چنيسر)

فاعلي صورت وانگر مفعولي صورت ۾ به جملي ۾ مفعولن جي تعداد گهٽائڻ لاءِ اختصار کان ڪم وٺي سگهجي ٿو.

جملي ۾ ڪڏهن مفعول لفظ جي پٺيان حرف جر 'کي' به استعمال ٿيندو آهي. ان حالت ۾ جملي جو مفهوم ته ساڳيو رهندو آهي، پر ان جو پريوگ مٽجي ڀاوي ٿي پوندو آهي، مثلاً:

جوڳيءَ مرليءَ جي آواز تي **ڪاريهر نانگ** کي ڦاسايو.

مفعول سان حرف جر 'کي' هيٺين سببن جي ڪري لڳائبو آهي.

١. جڏهن ڪنهن فعل يا ڪم جي ڪرڻ ۾ احتياط، ارادي يا ڪوشش جو دخل هوندو آهي.

مثال طور ڪي ساڳي قسم جا جملا هيٺ ڏجن ٿا، جن مان هڪ ۾ مفعول جي پٺيان 'کي' حرف جر استعمال ڪيو ويو آهي:

| | |
|---|---|
| مالهيءَ نانگ ماريو. | مالهيءَ نانگ کي ماريو. |
| چوڪيدار چور ٻڌائي ڇڏيو. | چوڪيدار چور کي ٻڌائي ڇڏيو. |
| ڇوڪري ڪرسي پٽي ڇڏي. | ڇوڪري ڪرسيءَ کي پٽي ڇڏيو. |
| اُٺ ماڻهو ماري ڇڏيو. | اُٺ ماڻهوءَ کي ماري ڇڏيو. |
| نوڪر طوطو اڏائي ڇڏيو. | نوڪر طوطي کي اڏائي ڇڏيو. |

مٿين جملن بابت غور ڪبو ته محسوس ٿيندو، ته پهرئين قسم جي جملن ۾ جنهن ڪم جو ٿيڻ ڏيکاريو ويو آهي، ممڪن آهي ته اهو ڪنهن اتفاق سبب ٿيو هجي، پر ٻئي قسم جي جملن ۾ يقيناً ارادي يا ڪوشش جو عمل دخل ڏسجي ٿو.

٢. جملي ۾ فعل جو واسطو، جيڪڏهن هڪ ئي وقت لازمي طرح ٻن مفعولن سان هوندو آهي، ته هڪ جي پٺيان 'کي' حرف جر استعمال ڪبو آهي، مثلاً:

منهنجي دوست مهمانن کي ماني کارائي.

*

شاديءَ جي دعوت ۾ آيل مهمانن گهوٽ کي هار وڌا.

*

استاد ٻارن کي سبق پاڙهي ٿو.

مٿين جملن ۾ 'مهمان' ۽ 'ماني'، 'گهوٽ' ۽ 'هار' ۽ 'ٻار' ۽ 'سبق' ٻه ٻه مفعول آهن، جي لازمي طرح هڪ ئي فعل سان واسطو رکن ٿا، تنهنڪري هڪڙن سان 'کي' حرف جر لڳايو ويو آهي ته جيئن جملي جي ترڪيب کي سولو ۽ سهڻو بڻائي سگهجي.

وڌيڪ مثال:

"هاڙهو هيٺيءَ کي، لنگهائج لطيف چئي."
(شاهه: ديسي)

"ڪانگل نيئي ڪانگ، منهنجي ڏي محبوب کي."
(شاهه: پورب)

"سڀيئي ساري، منهنجا چئو محبوب کي."
(سچل: مالڪوس)

"وڃين ڏيج ڀريڻ کي، ٻاجيءَ جا پيغام."
(سچل: مالڪوس)

٣. جري صورت- نحوي قاعدي مطابق حرف جر جا لفظ مجرور اسمن جي پويان ايندا آهن، مثلاً:

| جملو | مجرور اسم | حرف جر |
|---|---|---|
| ڪتابن مان گهڻوئي علم پرائي سگهجي ٿو. | ڪتابن | مان |
| * | | |
| درياهه ۾ ڪُنن ۽ واڳن جو خطرو هوندو آهي. | درياهه | ۾ |
| * | | |
| جنگ يا جهاد قلم سان به ڪري سگهجي ٿو. | قلم | سان |
| * | | |
| نديون جبلن تان وهي هيٺ ماٿرين ۽ تراين کي سيراب ڪن ٿيون. | جبلن<br>ماٿرين، تراين | تان<br>کي |
| * | | |

شام جو ٻکي وڻن تي واهيرو ڪندا آهن. وڻن تي

*

شعر ۾ حرف جر جا لفظ اڳي پوءِ به واقع ٿيندا آهن. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

”حبين هيڪار، مڙهان مهر سڏ ڪيو.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”تون حبيب، تون طبيب، تون دارون ڪي دردن.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”سانڍي پنهنجا ڏيڙا، ڪڏ ڪٺي ۾ پون.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”جيڪس مڙهم قطار، ڪا ول ڇيناٺين وهم جي.“
(شاهه: ڪنڀات)

”لائي وچان لوڪ، تو ڪهڙي اکر آئڙي.“
(شاهه: ڪنڀات)

”قادر ساڻ ڪرم، حاصل ڪري حاج تو.“
(شاهه: سريراڳ)

”مرج وٽ مهار، متان موٽين سهٽي.“
(شاهه: سهڻي)

”جت جهجها ۾ جڳ، منهنجي پرت پنهونءَ سين.“
(شاهه: ديسي)

”مٿان جيءَ جتن، گهوريو گهوري سٿي.“
(شاهه: حسيني)

”ڏيا تيل قليل جا، ٻاريم ٿاٺين ٻانڪ.“
(شاهه: مومل راڻو)

”هنيا لئي حورن، عاشق عقبيٰ جا ٿيا.“
(سچل: آسا)
”نهاري ڏي ننگ، ڪر وهر ويچاريءَ جي.“
(سچل: ڪوهياري)
”مٿي راهه رئاڻ گهڻو، ڪارڻ ڪيچيئڙن.“
(سچل: ڪوهياري)
”پينز ڪان برسات، اکين اوتڻ سکيو.“
(سچل: سارنگ)
”راتو ڏيهان ڪاڻ ٿي، جهڄان جهانگيئڙن.“
(سچل: ڪنيات)
”ڏاهو مٿي ڏار، عجب اڄ لاتيون لنوين.“
(سچل: مالڪوس)

هڪ ئي جملي ۾ حرف جر هڪ کان وڌيڪ لفظن سان لڳي سگهي ٿو؛ پر جملي جي مفهوم موجب ڪي لفظ مجرور صورت ۾ آئي سگهي ٿو، مثلاً:

هن دنيا ۾ انسانن، جانورن، پکين، جيتن ۽ جيوڙن کي مقرر مدت تائين زنده رکيو وڃي ٿو.

*

ڪاٺ، لوهه، پٿر، مٽي ۽ پاڻيءَ تي انسان جي معيشت جو وڏو دارومدار آهي.

*

اٺ ئي هڪ اهڙو جانور آهي، جو لڏائيءَ، سواريءَ، بار کڻڻ ۽ گاڏي ۾ ڪم اچي ٿو.

*

آبهوا جو اثر ساهوارن، فصلن توڙي بي جان شين تي به ٿيندو آهي.

*

وڻن ۽ ٻوٽن مان ٻه انسان کي خوراڪ ملي ٿي.

*

ڌرتي جبلن، مائرين، ندين، وڻن ٽڻن ۽ ساوڪ سان سهڻي لڳي ٿي.

*

سنڌيءَ ۾ حرف جر جي ادغام جي صورت عام آهي، جنهن جو تفصيلي بيان اڳيين حالت جري ۽ حرف جر جي بابن ۾ ڏنو ويو آهي.

۴. **اضافي صورت**- اضافي صورت ۾ حرف اضافت جو جملي ۾ ٻئو لاڳاپو هوندو آهي: هڪڙو مضاف اليه سان ۽ ٻيو مضاف سان. عام طرح مضاف، مضاف اليه جي تصرف ۾ هوندو آهي، يعني ان جي ملڪيت، ان جو حصو يا ان جي خاصيت ڏيکاريندو آهي.

حرف اضافت جي لاڳاپي جون مختلف صورتون:

(الف) نحوي قاعدي موجب مضاف، مضاف اليه جي ٺهيان ايندو آهي، مثلاً:

| مضاف اليه | حرف اضافت | مضاف |
|---|---|---|
| بهار | جي | مند |
| تاريخ | جا | ورق |
| چنڊ | جي | روشني |
| درياهه | جو | ڪُن |
| راجا | جو | محلات |
| سج | جي | گرمي |
| سمنڊ | جون | لهرون |
| سياري | جي | رات |
| قدرت | جا | نظارا |
| ڪوهه | جو | ٻاٽي |

| | | |
|---|---|---|
| گلاب | جو | گل |
| چن | وارو | پٽر |
| مانوڻ | منڌا | ميينهن |

(ب) تاڪيد جي صورت ۾ مضاف، مضاف اليه جي اڳيان به ايندو آهي ۽ اها صورت شعر ۾ عام نظر ايندي آهي، مثلاً: ڏينهن قيام جو، گل گلاب جو، مند بهار جي، فرض حڪومت جو، مال يتيم جو وغيره.

استعمال:

”ڏينهن قيام جو نهايت سخت ۽ طويل ترين ٿيندو.

*

گل گلاب جو ٿي سڀني کي پسند هوندو آهي.

*

مڙني مندن ۾ مند بهار جي چڱي هوندي آهي.

*

اهو فرض حڪومت جو آهي، ته رعيت کي خوش رکي.

*

مال يتيم جو امانت هوندي آهي، جنهن ۾ خيانت ڪرڻ وڏو گناهه آهي.

*

”دارون هن درد جو، ڏاڍو ڏسيائون.“
(شاهه، ڪليان)

”ويچ ويچائي چڏ، توکي سڏ نه سور جي.“
(شاهه، يمن ڪليڻ)

”صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو.“
(شاهه، يمن ڪيان)

”پڙهيا پڙهيا، سبق انهيءَ سور جو.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”لڳيس نانگ نيڻهن جي، نهوڙيو نانگو.“
(شاهه: ڪنڀات)

”موٽي معرفت جا، سچا سوديائون.“
(شاهه: سريراڳ)

”هيءَ جو ڏنيپ ڏهاڳ جو، سڳهان ڪين سهي.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”تو ۾ ٻوءِ بهار جي، مشڪ ڪٿوري منڻ.“
(شاهه: پورب)

”ڪشتي ڪميٽيءَ جي، الله لڳ آڪار.“
(شاهه: بروو)

”مالڪ مون سيڪار، ڪو ڏِنهن انهيءَ ڀاند جو.“
(شاهه: آسا)

”قدر هدايت جو، منجهه آهي ضلالت.“
(سچل: آسا)

”تاڏي ڪَنُ نه ڪن، جو فرمودو فائق جو.“
(سچل: آسا)

”سٺون سيپارن جون، پڙهڻ ٿيون ثواب.“
(سچل: پيروي)

”آهي ڪو جو جهلي، تڪو تاب حسن جو.“
(سچل: پيروي)

”چڪو انهيءَ چاش جو، چڪي ٿيا چريا.“
(سچل: پيروي)

"مصحف پاڪ چوان، مٺڙو محبوبن جو."
(سچل: پيروي)

"هن پانيو نامو، پر شعلو هيڙو شوق جو."
(سچل: پيروي)

"ڏيهہ ڏکيءَ جو ڏور، رهبر رس تون رَڃ ۾."
(سچل: ڪوهياري)

"طعنا ٺڪا لوڪ جا، سر چڱا چايام،
پليءَ پت پانيام، سهرا سور سڄڻ جا."
(سچل: ڪوهياري)

"اندر آڳ عشق جي، ويو ٻاروچل ٻاري."
(سچل: ڪوهياري)

"هردي اندر هيرو جي، آهي ڪونہ پيو."
(سچل: ڪاريهر)

ت- جملي ۾ 'ڪي' يا 'وٽ' حرف جر جو واسطو جيڪڏهن هٿ يا ٽيٺ مصدر جي ڪنهن فعل سان هوندو تہ انهيءَ حرف جر مان حرف اضافت واري معنيٰ نڪرندي، مثلاً:

مون کي گهر ۾ ڪابہ رقم رکيل ڪانهي.

*

مون وٽ رات مهمان آيا هئا.

مٿين جملن ۾ 'مون کي' ۽ 'مون وٽ' جو جدا جدا مطلب ٿيندو 'منهنجي' ۽ 'منهنجا'.

ث- جملي ۾ حرف جر جي ترڪيب ۾، جيڪڏهن انداز يا مقدار جو مفهوم سمايل هوندو، تہ ان جي صورت بہ اضافت واري ٿي پوندي، مثلاً:

سمهڻ وقت گهر وارن کير مان ٻه وٽا ڀري ڏنا.

*

دانهن تي شهر منجهان ڪو به ماڻهو ٻاهر نه نڪتو.

مٿين مثالن ۾ 'مان' ۽ 'منجهان' مان ڏار مراد آهي 'جا' ۽ 'جو'.

ج- اسم فاعل يا اسم مفعول، جڏهن ڪنهن ٻئي اسم سان گڏ استعمال ٿيندو آهي، ته ان جي صورت به اضافت واري ٿيندي آهي، حالانڪ اهڙيون ترڪيبون صفت طور به ڪم اينديون آهن، مثلاً:

باهه سڙيل يعني باهه جو سڙيل
پاڻيءَ ٻڏل يعني پاڻيءَ جو ٻڏل
زهر پياڪ يعني زهر جو پياڪ
کير ڏانڪ يعني کير جو ڏانڪ.

"عاشق زهر پياڪ، وهه ڏسي وهسن گهڻو."
(شاهه ڪلياڻ)

"جهانگي جهڙ پياڪ، ناهن شربت هيروان،"
(سچل ۽ ڪنيات)

ح- حرف اضافت، جڏهن اسم ظرف سان استعمال ٿيندو آهي، ته ان مان وقت جي معنيٰ نڪرندي آهي، مثلاً:

ڏينهن جو يعني ڏينهن جي وقت ۾
شام جو يعني شام جي وقت.

خ- ڪڏهن ظرف جي لفظن جي اڳيان يا مصدر جي پويان حرف اضافت جي عام صورت 'جي' استعمال ٿيندي آهي، مثلاً:

گهر جي آڏو      گهمڻ جي لاءِ
شهر جي ويجهو      کائڻ جي لاءِ
دڪان جي سامهون      پڙهڻ جي واسطي

استعمال:
پنڌ ڪندي ڪندي، آخر وڃي هڪ ڳوٺ جي ويجهو پهتس.

*

منهنجي گهر جي سامهون هڪ وڏو وڻ آهي، جو نهايت پراڻو آهي.

"آڏو عجيبن جي، ڪجاڻ سڀ خبر."

(سچل ۽ پيروي)

د- حرف اضافت ڪڏهن ڪڏهن حذف ڪيو ويندو آهي. خاص طرح ان حالت ۾، جڏهن هڪڙي اسم سان گڏ ٻيو اسم يا ضمير تخصيص خاطر استعمال ڪبو آهي، مثلاً:

ڪراچي شهر يعني ڪراچيءَ جو شهر
لٽو بندر يعني لٽي جو بندر
خيبرلڪ يعني خيبر جو لڪ

حرف اضافت جي هيءَ محذوف صورت شعر ۾ گهڻي نظر ايندي آهي. ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

"مدي ڏيرن من ۾، ڪليو ڪينڪاريان."

(شاهه ۽ ديسي)

"وطن مون ملير، قضا آندءِ س ڪوٽ ۾."

(شاهه ۽ مارئي)

"پسي ڪکيءَ ڪوڙ، متان ماڳر مٽيين."

(شاهه: ڪاموڏ)

"روز ازل استاد اسان کي، سٽ پريت جي پاڙهي."

(سچل ۽ گجري)

"هنڌ هنڌ تي هٻڪار، پينر شهر ڀنڀور ۾."

(سچل: ڪوهياري)

"پلر سان ڦسي پيا، ٻهڪوارن ڏلال."

(سچل: سارنگ)

"مون تي لڳندو ڪونه ڪو، پيارا ڀاڻيءَ پاءِ."

(سچل: راڻو)

"اصل آنيراءِ جو سورٺ ور سان وير."

(سچل: سورٺ)

"جت ماڻهن ميڙاڪو ٿئي، سا جوڙي جوڳن جاءِ."

(سچل: جوڳ)

٥. **ندائي صورت**- ندا جا لفظ، جي سڏ يا خطاب ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن، عام طرح جملي جي منڍ ۾ واقع ٿيندا آهن ۽ انهن جو جملي ۾ منادي اسمن ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن ٻه لفظ سان لاڳاپو نه هوندو آهي، مثلاً:

**او ڪمہ وارا،** تنهنجي ڪير ۾ ته پاڻي ڳڏيل ٿو ڏسجي.

*

**اي ڇوڪر،** هن ڳوٺ ۾ ڪا سراءِ آهي؟

*

**اڙي ڀيلي،** مون کي هن مصيبت کان ڇڏايو.

*

**يا الله،** منهنجون مدايون معاف ڪر.

مٿين جملن ۾ ڏسبو، ته ندا جا لفظ 'او' 'اي' اڙي ۽ 'يا'، هرهڪ پنهنجي پنهنجي منادي اسم سان گڏ جملي جي شروعات ڪري ٿو. اها ندائي صورت نحوي قاعدي پٽاندر آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ندا جا لفظ ۽ منادي اسم جملي جي وچ ۾ يا آخر ۾ به استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

منهنجي حال جون، **اڙي ادا،** ڪهڙيون ٿو ڳالهيون پڇين.

*

دنيا اڇٽي وڇٽي شيءِ آهي، ان تي ڀروسو نہ ڪر اي دوست.

*

مون غريب تي اهڙو ظلم نہ ڪر، سائين.

هڪ ٻئي جملي ۾، هڪڙي ندا جي لفظ سان، هڪ کان وڌيڪ منادي لفظ بہ استعمال ڪري سگهجن ٿا، مثلاً:

اڙي چوڪيدار، ماڇي، ٻورچي، اڄ کان اوهان جي نوڪري ختم ڪئي ويئي آهي.

*

سائينڏاد، صديق، سومر، اوهان جي ڪيتن ۾ ٻوڏ جو پاڻي ڪاهي پيو آهي.

منادي اسم گهڻو ڪري حرف ندا جي مدد کانسواءِ استعمال ٿيندا آهن، البت جڏهن انهن جو خاص ڌيان ڇڪائڻو هوندو آهي، تہ پوءِ ندا جا لفظ ڪم آڻبا آهن.

صفت جيڪڏهن ڪنهن منادي اسم سان گڏ ايندي، تہ ان جي صورت بہ ندائي ٿيندي، پر جي صفت جملي ۾ ظرف ٿي ڪم ايندي، تہ ان جي حالت ندائي نہ رهندي، مثلاً:

منهنجا پيارا مٺڙا پاءَ، مان هر وقت تنهنجي خيريت جو خيال رکندو آهيان.

*

”دوس، مٺا، دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.“

(شاھ: سارنگ)

”ڏونگر، تون ڏاڍو، ڏاڍا، ڏاڍيون ڪرين.“

(شاھ: ڪوهياري)

پهرين ٻن مثالن ۾ صفت جا لفظ: ’منهنجا‘، ’پيارا‘، ’مٺڙا‘، ۽ ’مٺا‘، ’دلدار‘، منادي صورت ۾ آهن ۽ پوئين مثال ۾

لفظ 'ڏاڍو' جو درحقيقت صفت آهي، هتي ظرفي صورت ۾ پيٺو آهي، تنهنڪري اهو منادي صورت ۾ ڪونهي ۽ وري 'ڏاڍا' جو منادي اسم 'ڏونگر' جي صفت آهي، تنهن ڪري منادي شڪل ڏني ويئي آهي.

منادي اسم، جيڪڏهن اسم معرفه هوندو آهي، ته ان سان ندا جو لفظ گهٽو ڪري استعمال نه ڪبو آهي، مثلاً:

**سليمان**، تنهنجا ڏڳا ڏڪ تي ڪهي ويا آهن.

*

**گلڻ**، تو شيرل کي واهه جي ملهه دسي.

*

**بشير**، تون هاڻي ڪيڏو نه وڏو ٿي ويو آهين.

ڪي منادي اسم ندائي حالت ۾ پنهنجي اصلي صورت قائم رکندا آهن، مثلاً:

ابا، ادا، امان امڙ، جيجل وغيره.

"**ادا**، اٺـائيـن، ڪو ويو ساٿ سڄڻ جو."
(شاهه: سسئي)

"سـتـي پـون چرڪ، **آڍل**، پاروچن جـا."
(شاهه: ڪوهياري)

"لـڳم پـاڻ پـروچ جو، **امڙ**، پل م مون."
(شاهه: حسيني)

ضمير متڪلم ۽ حاضر ۾ ندا جا يا منادي لفظ استعمال نه پيا ڪبا آهن، انهن جي ندائي صورت خود لفظن ۾ سمايل هوندي آهي، مثلاً:

اچ، ته توکي شاهي باغ گهمايان.

*

اچان، ته ڪڏجي هلون ٿا.

*

ڪير آهين، هتي ڪهڙو ڪم اٿيئي؟

*

ڪيڏو نه بي پرواهه آهين، جو تو کي پنهنجن جي به خبر ڪانهي.

**صفت جي نحوي صورت-** صفت، جيئن اڳ صرف واري ڀاڱي ۾ بيان ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته فقط پنهنجي موصوف سان واسطو رکندڙ آهي، تنهنڪري هميشه ان سان گڏ ۽ ان جي اڳيان ايندي آهي، پر ڪڏهن تاڪيد خاطر موصوف جي پٺيان به اچي سگهي ٿي ۽ شعر ۾ ته وٿيءَ تي به واقع ٿي سگهي ٿي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

'**سياڻو** ڪانءُ ٻنهي پيرن کان ڦاسندو آهي.'

*

**خود غرض** انسان ڪڏهن به ڪنهن جو دوست نٿو ٿي سگهي.

ماڻهو **چڱو** انهيءَ کي سمجهبو آهي، جيڪو ٻين سان چڱائي ڪري.

*

"مينهون پاڻ مراديون **ٿڌا** چرن ٿر."

(شاهه: سارنگ)

"وچون وسڻ آئيون، ڪري **لعل** لبيس."

(شاهه: سارنگ)

"سجڻ **سڀاجهو**، پيچ پنيءَ گهر آئيو."

(شاهه: سارنگ)

"وسي **ساري** رات، صبح جو ساهه ڪٽي."

(شاهه: سارنگ)

"راڻو ڪا رات ويو، ڪري ڳالهه ڳجهي."
(شاهه: مومل راڻو)
"ٻاروچا ٻيا گهڻا، منهنجو پنهون سر سين."
(شاهه: حسيني)
"ڪڻوريءَ ۾ ڪنب، لوڀاڻ لاڪيٽا سڀئي."
(سچل: مالڪوس)

اسم يا ضمير جي وصف يا خاصيت هڪ لفظ ۾ به بيان ٿي سگهي ٿي، تہ هڪ کان وڌيڪ لفظن ۾ به، تنهنڪري صفت جو لفظ جملي ۾ هڪ به ٿي سگهي ٿو تہ وڌيڪ به، مثلاً:

جهانگير، **شهنشاهہ اڪبر جو پٽ، هڪ عادل** بادشاهہ ٿي گذريو آهي.

*

چين، **جيڪو هڪ قديم هنر ۽ حرفت وارو ملڪ آهي**، پاڪستان جو **مخلص** دوست آهي.

*

اهي شيون، **جيڪي وزن ۾ هوا کان هلڪيون آهن،** سي مٿي اڏامي سگهن ٿيون.

*

ڏيل ۽ ڏيک ۾ **سهڻو** ماڻهو هرو ڀرو لڇڻن جو سهڻو نہ هوندو آهي.

*

ماڻهو، **جيڪو ٻين ٿي ساراهہ ۽ پرپٺ گلا ڪري،** سچو نٿو ٿي سگهي.

مٿين جملن ۾، جي لفظ صفت ٿي ڪم آيا آهن، سي هيٺ ڏيکارجن ٿا:

| موصوف | صفت |
|---|---|
| جهانگير | شهنشاهه اڪبر جو پٽ، عادل |
| چين | جيڪو هڪ قديم، هنر ۽ حرفت وارو ملڪ آهي، مخلص |
| شيون | اهي، جيڪي وزن ۾ هوا کان هلڪيون آهن. |
| ماڻهو | سهڻو |
| ماڻهو | جيڪو منهن تي ساراهه ۽ پر پٺ گلا ڪري. |

جملي ۾ بعضي موصوف کي حذف ڪري ان جي بجاءِ صفت استعمال ڪبي آهي، مثلاً:

'ڏاڍي جي لٺ کي ٻه مٿا هوندا آهن.'

*

مانيءَ جو قدر بکايل کي ۽ پاڻيءَ جو قدر اڄايل کي هوندو آهي.

هوءَ ڏسندي ۾ پير لهندي.

*

"ڏانگهي ۾ تالي ٻڌ پنهنجو ترهو،
اونهي ۾ آئي ڪونهِ ڏيندئي ڪو ٻيو."
(شاهه: سريراڳ)

"ڏونگر ڏکوئين کي، دلاسا ڏجن."
(شاهه: ڪوهياري)

"سهسين سورٺ جهڙيون، ٻئيو ڪين پار."
(شاهه: سورٺ)

"الله ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"”اڏيا سٽيا نہ ڪري، سونهن وڃائيس سور.“"
(شاهہ: مارئي)
"”سهڙ پسي سومرو، ڏکي ويو ڏيهي.“"
(شاهہ: مارئي)
"”پورو ائين نہ پانئي، تہ لوڪ لاڏائو ساعت جو.“"
(شاهہ: مارئي)
"”ڪاريون ٿيون ڪُڌن، سمي جي سهاڳ تي.“"
(سچل: ڪلياڻ)
"”اگلا ۽ سگلا، سمي ناء سچا.“"
(سچل: ڪلياڻ)
"”سمي جي سهج، پرائين کي پکهہ پيا.“"
(سچل: ڪلياڻ)
"”هام هٺي هوشيار، هايو ساز سرود سان.“"
(سچل: سورٺ)

صفت جڏهن جملي ۾ موصوف جي بجاءِ ڪم ايندي آهي، تہ اها بہ اسم يا ضمير وانگر فاعل توڙي مفعول جي جاءِ وٺندي آهي ۽ ان سان بہ اهي ئي حالتون لاڳو ٿي سگهن ٿيون، جيڪي اسم يا ضمير سان ٿينديون آهن جيئن مٿي ڏنل مثالن مان ظاهر آهي.

**ضمير جي نحوي صورت-** ضمير، چاڪاڻ تہ اسم جو قائم مقام يا بدل هوندو آهي، تنهنڪري جملي ۾ ان جو مقام بہ اهوئي هوندو آهي، جيڪو اسم جو آهي جيئن اڳ بيان ڪيو ويو آهي. ضمير جا مختلف قسم بہ اڳ تفصيل سان بيان ٿي چڪا آهن.

١. ضمير شخصيءَ جون ٻہ صورتون هونديون آهن: منفصل ۽ متصل. ضمير منفصل تہ عام طرح اسم وانگر جملي جي

شروعات ڪندو آهي، مگر ضمير متصل ڪڏهن ٻه جملي جي ابتدا نه ڪندو آهي، مثلاً:

آءٌ اهڙو اپهرو قدم هرگز نه کڻندس.

*

مان محنت ڪري پنهنجي روزي ڪمائيندو آهيان.

*

تون محتاجن جي مدد ڪندين ته ڦل پائيندين.

*

تو ڪڏهن ٻاهرين ملڪن جو سير ڪيو آهي؟

*

هُو هڪ سمجهو ماڻهو آهي، ڪڏهن به غلط ڪم نه ڪندو.

*

هُن ڪيترين ئي تڪليفون ڏٺيون آهن، پر ڪڏهن به ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍي اٿئين.

مٿين جملن ۾ پهريان ٽلها يا جلي لفظ ضمير منفصل جا مثال آهن.

ضمير متصل، جاڪاڻ ته پنهنجي سر الڳ نه بيهي سگهندو آهي، تنهنڪري هميشه ٻين لفظن جهڙوڪ اسم، حرف جر يا فعل جي منصرف پڇاڙين سان شامل ٿيندو آهي، مثلاً:

پٽم هڪ ذهين ڇوڪرو آهي.

*

ايندڙ سومر تي ملڪ کان ٻاهر ويندس.

*

ڪيس انهيءَ ڳالهه جي پرواهه ڪانهي، ته ماڻهو سندس لاءِ ڇا ڇا چوندا وتن.

*

**وٺم ڪجھه ٻه ڪونهي جو ڪانئس لڪائي رکان.**

جملي ۾ ڪڏهن ڪڏهن ۽ شعر ۾ عام طرح ضمير شخشي حذف ڪيو ويندو آهي ۽ ان جو مفهوم سندس واسطيدار فعل ۾ سمايل هوندو آهي، مثلاً:

جڏهن اها خبر ظاهر ٿيندي، ته منهن مٽو پٽيندا.

*

انتظار ڪندي ڪندي رات **گذاري ڇڏيائون.**

*

شعر جا ڪجھه مثال:

"**ڇڏ** جهوري **ڏي** جهات، ته هونديءَ رات هت **مڙون.**"
(شاهه: ڪنڀات)

"چندن چڪي **آئهو**، ٻيءَ دل **وجهي** نه وات."
(شاهه: ڪنڀات)

"**الـٺـي** پـهـر **اٿن**، سعيو ڪنهن سـفـر جو."
(شاهه: سامونڊي)

"**ستيئن** پير ڏکـهـا ڪري، وڏي جاڙ ڪياءِ."
(شاهه: ڪوهياري)

"**رهو رات** پنهور ۾، ڪا ڪوڙي هت گهاريو."
(شاهه: ڪوهياري)

"**وهين** ۽ ويـلا ڪرين، ڀڃين ٿي پانڌي،
هاري هيڪاندي، ڪنهن پر **ٿيندين**ءَ هوت سين."
(شاهه: حسيني)

"ڪيندي ڪاتي **وڌائين** ڪرت ڪـهـار ۾."
(شاهه: سورٺ)

”هنـيـر اٿيئي هيءَ، صبح سوايو ڏيان ءِ.“
(شاهه: سورٺ)
”بڪ مرندي بڪيا ڪنهن ڪان ڪين گهرن.“
(شاهه: رامڪلي)
”نـه ڪيان نـه ڪين ڪـي، نڪي ڳالهائين.“
(شاهه: رامڪلي)
”وڳر وساري ويئين ءِ ڪيئن مـاٽ ڪري.“
(شاهه: ڏهر)
”وڳر ڪيو وڃن، پرت نـه ڇڏن پـاڻ ۾.“
(شاهه: ڏهر)
”ڏکي اڳهاڙن ڪـي، ڪين ڏکائين پاڻ.“
(شاهه: مارئي)
”نيـشن سـان نـاز ڪري ريجهايائين راءِ.“
(شاهه: ڪاموڏ)
”پرزو پـاڻ پڙهان، پڙاڏان لـه ٻـين ڪي.“
(سچل: پيروي)
”هڪ سٽ پڙهيائين، ٻي سٽ سڏ ڪن ۾ پيو.“
(سچل: پيروي)
”ڪريان ڪوهه پنـيـور ۾، ور بغا ويـهـي،
جـيـهـي جـا تـيـهـي، وڃان ڪيچيئڙن ڏي.“
(سچل: ڪوهياري)
”عيب ڏسي عـامـن جا ڪيائين ڪانه اپٽ.“
(سچل: سارنگ)
”راتـو ڏيـهـان ڏپ، ڏين وڃن پـاڻ ۾.“
(سچل: ڪليان)

”رڙيون ڪري رڻ ۾ ٽيون ٻوندون ٻروسائين.“

(سچل: پهاڙي)

”سر تن سان روئي، سڪون لاهوتءَ ۾ لوءِ ۾.“

(سچل: ڪنيات)

”ويٺو آهه وڳوڙ جي، ڳنين ڪي ڪوڙي،
پر پنهنجا ٽوڙي، چڪيو ڏڳي ٿو چهنب سان.“

(سچل: مالڪوس)

ب- ضمير اشارو ضمير غائب جو ٻه ڪم ڏيندو آهي ۽ جيڪڏهن اسم سان گڏ واقع ٿيندو، ته ان جي صفت ٿي ڪم ايندو آهي، مثلاً:

**هيءَ** ڪتاب مون هڪ گند جي ڍير مان لڌو هو.

*

**اهي** ماڻهو ڳالهائيندا ٽا ڏسجن.

مٿين جملن ۾ 'هيءَ' ۽ اهي ضمير اشاري جا لفظ آهن، جي صفت ٿي ڪم آيا آهن.

تاڪيد طور ضمير اشاري جا ڪي لفظ، جهڙوڪ: اهو، اجهو، آهو ۽ اوجهو وغيره، استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

**اهو** ته منهنجو پراڻو دوست آهي.

*

مان جڏ شيءِ ڳوليان پيو **اجها** هيت پيئي آهي.

*

هتي جيڪو ڇوڪرو ويٺو هو، سو ڪيڏانهن ويو؟
**اوجهو**، پريان پيو اچي.

ت- ضمير موصول نحوي لحاظ کان ضمير جواب موصول کان الڳ ايندو آهي، پر خاص توجه خاطر ان جي پويان ٻه ايندو آهي ۽ شعر ۾ ته اها صورت عام هوندي آهي، مثلاً:

**جيڪي** چوين ٿو، **تنهن** تي توکي پڌل رهڻو پوندو.

*

**جنهن** ايترو ڪجهه ڪيو آهي، **سو** وڌيڪ به ڪري سگهي ٿو.

*

**جو** توکي ڏيڻو آهي، **اهو** ني ڏي.

مٿين جملن ۾ 'جيڪي'، 'جنهن' ۽ 'جو' ضمير موصول جا لفظ ۽ 'تنهن'، 'سو' ۽ 'اهو' ضمير جواب موصول جا لفظ آهن.

ضمير موصول ۽ جواب موصول جو مٽيل مقام هيٺين مثالن ۾ ظاهر آهي:

**تنهن** کي ني ڏي، **جنهن** کي تون ڏيڻ گهرين ٿو.

*

**سا** ني مون کي ميلي، **جا** منهنجي نظر ۾ هئي.

شعر مان مثال:

"وهه **تنهي** جي ورڻ، **جنهي** سانگ نه ساهه جو."

(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"**سو** نه ڪنهن شيءِ ۾، **جهڙي** منجهه تراب."

(شاهه: سهڻي)

"**تن** ري سال پيام، **جن** ري ساعت نه سهان."

(شاهه: سهڻي)

"**سو** تان توني ساڻ، **جنهن** لاءِ جفائون ڪرين."

(شاهه: سسئي)

"**سي** اڳ نه ڏٺم ڪڏهين، **هي جي** ڏٺم هير."

(شاهه: سسئي)

”سا اوري ڪيئن انڪي، **جنهن** جو جانب
جت ولي ويا.“
(شاهه: حسيني)

”سي موني مس اچن، **جي** آتڻ آرامي ٿيا.“
(شاهه: مومل راڻو)

”سو ڪانگ مَ قاصد ڪر، **جو** سدا
ڏوڻي ڏونڊ ڪي.“
(شاهه: پورب)

ضمير موصول ۽ جواب موصول ڪي وڌيڪ زوردار بڻائڻ لاءِ ٻٽو ڪري استعمال ڪبو آهي، مثلاً: جوجو، سوسو، ڪوڪو، وغيره.

استعمال:

**جوجو** ايندو ٿو وڃي، **سوسو** پنهنجو دک درد بيان ڪندو ٿو وڃي.

*

**جيڪي جيڪي** اثر وارا آهن، **سي سي** پنهنجو ڪم ڪڍيون ٿا وڃن.

*

**جنهن جنهن** جا نالا اخبار ۾ آيا آهن، **تنهن تنهن** کان پڇا ڪئي ٿي وڃي.

*

**جهڙو جهڙو** واءُ ٿو لڳي، **تهڙو تهڙو** منهن ڏيڻو ٿو پوي.

**ڪوڪو** ويڻ ڪلال جو، پتي تي پيون.“
(شاهه: يمن ڪياڻ)

ضمير موصول ۽ جواب موصول، ٻئي گڏيل صورت ۾ به ڪم اچندا آهن، مثلاً: جنهن تنهن، جهڙو تهڙو، جيڪو سو، سو جو، ساڪا، ڪاجا، ڪوجو، ڪي جو وغيره.

استعمال :

”ساڪا مڙ هلاءِ، آڳهه جنهن جي ايهين.“

(شاهه ؛ سريراڳ)

”ڪوڄو قهر ڪُنن ۾، ويا ڪين ورن.“

(شاهه : سهڻي)

”سوڪو ڏيارينم ڏان، جو طمع ڪي ترڪ ڪري.

(شاهه : سورٺ)

”ڪي جو پيجل ٻوليو، پنيءَ ويهي پان.“

(شاهه : سورٺ)

”ڪنهن جنهن پور پچائيون، اکيون آب نہ ڪن.“

(شاهه : مومل راڻو)

”سوڍي ستي لوءِ، ڪا جا مونسين ڳالهه ڪيي،

سا جي پڌر پوءِ، تہ سرتيون ڪانہ سمهي.“

(شاهه: مومل راڻو)

”ڪي جو محب لکيو، سو ملا واچڻ نہ آيو.“

(سچل : پيروي)

ضمير موصول جي بجاءِ جواب موصول بہ استعمال ٿيندو آهي، مثلاً،

”سا ني تال تندن جي، سا ني چارڻ چٽ.“

(شاهه : سورٺ)

ضمير موصول يا جواب موصول، خاص طرح صفت ٿي ڪم اچڻ جي حالت ۾، هميشه اسم جي اڳيان استعمال ٿيندو آهي، پر اسم سان جيڪڏهن بي ڪا صفت لاڳو نہ هوندي تہ موصول اسم جي پٺيان بہ اچي سگهي ٿو، مثلاً،

**جو** زمانو گذري ويو، **سو** ڏاڍو چڱو هو.

*

انسان، **جو** خطاڪار آهي، **سو** ضرور خطا ڪندو.

*

هيءَ شئي، **جا** مون پٽ تان لڌي آهي، **سا** ضرور ڪنهن جي ڪِريل ٿي ڏسجي.

"**سو** سودو ئي ڇڏ، **جنهن** جواهر ناهه ڪو."

(شاهه: سريراڳ)

"**هي جو** ٿيٺو هو، **سو** اکر مٽيندو ڪونه ڪو."

(سچل: راڻو)

"**هو جي** وڏا وير وريام، سي سڪتا ويا سنسار مان."

(سامي)

ٿ- ضمير استفهام جا لفظ گهڻو ڪري اڪيلي سر جملي ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

رات تو وٽ **ڪير** آيو هو؟

*

هيءَ ڳالهه توکي **ڪنهن** ٻڌائي؟

*

توکي **ڇا** ٿيو آهي، جو ڪنهن سان ٺٺو ڳالهائين نه ٻولائين؟

هونئن ته ضمير جا مختلف لفظ اسم سان گڏ صفت جي صورت ۾ عام استعمال ٿيندا آهن، جيئن اڳ ذنل مثالن مان ظاهر آهي، پر ضمير استفهام جا لفظ به ڪڏهن ڪڏهن اها صورت اختيار ڪندا آهن، مثلاً:

تون **ڪير** شخص آهين؟ شايد ڪو مسافر ٿو ڏسجين.

*

توکي **ڪهڙن** شيءِ جي ضرورت ته ڪانهي؟

البت ضمير استفهام جا ڪي لفظ اهڙا آهن، جي عام صفت طور به ڪم ايندا آهن، مثلاً: ڪهڙو، ڪيهو وغيره.

"ڪاري رات ڪُنن ۾، **ڪهڙو** اٿئي ڪم."

(شاهه: سهڻي)

"**ڪيهي** ڪمي ڪانگڙو، ٿو ويڙهي منجهه وتي."

(سچل: مالڪوس)

ضمير استفهام سڌي طرح سوال پڇڻ کانسواءِ بياني جملن ۾ به ڪم آڻي سگهبو آهي، مثلاً:

خبر نه پئجي سگهي ته پٽيان **ڪنهن** پٿر اڇلايو.

*

گهر ۾ نشان ته موجود آهن، الاجي **ڪير** اندر آيو آهي.

*

**ڇا** ٿيندو، ڪجهه نٿو چئي سگهجي.

ج- ضمير مبهم ۽ ان جي مثالن جو ذڪر اڳ اچي چڪو آهي ۽ هت فقط اهو ڏسڻو آهي، ته جملي ۾ ضمير مبهم جي حيثيت ڇا آهي. ضمير مبهم به ٻين ضميرن وانگر جملي ۾ فاعل توڙي مفعول، مضاف يا مضاف اليه يا مجرور جي صورت وٺي سگهي ٿو، مثلاً:

فاعل جي صورت: اسان کان اڳ هتي **ڪو** رهي ويو آهي.

مفعول جي صورت: **ڪجهه** نه ڪجهه ڏيندو رهندو آهيان.

مضاف جي صورت: حشر ۾ ڪير نه هوندو ڪنهن جو **ڪوئي**.

مضاف اليه جي صورت: گهر جي ٻاهران **ڪنهن** جا پير بيٺا آهن.

مجرور جي صورت: جهيڙي ۾ **ڪيترن** کي ڌڪ لڳا آهن، **ڪن** کي ته سڃاڻي ئي نٿو سگهجي.

ضمير استفهام وانگر ضمير مبهم به صفت ٿي ڪم ايندو آهي ۽ ان جي صفت واري صورت قدري عام هوندي آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

"ڪا مت قيمت جهڙي، روز ڏمر ڪي ڏيج."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ميي ڪي مجاز جو ڪڙهه اندر ڪو سور،
سوڪو پرايائين پور، سڪي جيئڻ ساٿو ٿيو."
(شاهه: ڪنيات)

"مستان ڪا منڌ ڪري، موڙ جي مزاڪ."
(شاهه: سسئي)

"اتي آريءَ ڄام جو، قاصد آيس ڪوءِ."
(شاهه: ديسي)

"رهو رات ڀنڀور ۾، ڪا ڪُوڙي هت ڪهاريو."
(شاهه: ڪوهياري)

"ڪهين ڏاءِ مَ ڏڄ، ڪريون ويهي ڏي خبرون."
(شاهه: مومل راڻو)

"ڪو در ناهه جهوءِ، مون ڀيا در ڪهٽا نهاريا."
(شاهه: ڏهر)

"لڏي ڪاهن لوءِ ويا، سارو منجهه ملير."
(شاهه: مارئي)

"ويندي ڀنءِ ات وري، ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾."
(شاهه: مارئي)

"وهندو شال وصال جو، ڪو پڻ وارُ وري."
(سچل: ڪنيات)

”ڪائي پلڪ پري، عمر اباڻون نہ ٿيان.“
(سچل ؛ ڪنيات)
”پورب پنڌ نہ ڪن، ڪهين وڃي ڪاڙي.“
(سچل ؛ جوڳ)
”ڪي دم آڌو دوست جي، ٻلي ڪري ڀڳاءِ.“
(سچل ؛ مالڪوس)
”لڪن منجهہ لڀي ڪا سورائتي سور سان.“
(سچل : مالڪوس)

ضمير مبهم جا لفظ ’ڪو‘، ’ڪا‘ يا ’ڪي‘ جملي ۾ بعضي نفيءَ يا گمان جي معنيٰ ڏيندا آهن، مثلاً ؛

هيٺين جملن مان نفيءَ جي معنيٰ ٿي نڪري ؛

پڙهڻ ۾ ڪو وقت ضايع ٿيندو آهي؛ اها تنهنجي ڀل آهي.

*

پين جي خدمت ڪرڻ ۾ انسان ڪو لهي ويندو آهي، پاڻ وڏو ٿيندو آهي.

*

آءٌ ڪي تنهنجو دشمن آهيان، جو مون ڪان پري ٿو ڀڄين.

*

”روئي ڪنديءَ ڪوهہ، هاٿي ڪو هوت وري.“
(شاهہ ؛ حسيني)
”هاٿيءَ ڪارڻ هيڪڙي، آءٌ ڪا تند هڻان.“
(شاهہ ؛ سورٺ)
”واڳ ڏٺين وس، آءٌ ڪا پاڻ وهيڻي.“
”جي تو جاتو پاڻ، تہ آءٌ ڪو ٻيو آهيان.“
(سچل : آسا)

هيٺين جملن مان گمان جي معنيٰ ٿي نڪري:
تون اجايو ٿو هن کان ڇرڪين، هو ڪو ڏنگو ته ڪونهي.

*

تون مون سان ايتري چالاڪي ڇو ٿو ڪرين، مان ڪو اهڙو ڀالو ڀولو ته ناهيان.

*

"هوت نه ڀانيم هيٺن، ڇڏي تون ڪو ڇهرين وينديون."
(شاهه: ديسي)

ح- ضمير مشترڪ، جهڙوڪ: پاڻ، سير، خود جو واسطو گهڻو ڪري فاعل سان هوندو آهي، پوءِ اهو فاعل ظاهر هجي يا ڳجهو، ڪڏهن مفعول سان به شامل ٿيندو آهي، پر جري صورت ۾ يا مجهولي حالت ۾، مثلاً:
چوڪيدار پاڻ پنهنجي حفاظت نه ڪري سگهيو.

*

گهر جي مالڪ خود چور کي پڪڙي ورتو.

*

هو سير ته چڱو ماڻهو آهي، پر سندس اولاد سڌريل ڪونهي.

*

پاڻ اڇي ته چڱو، ٻئي تي اعتبار ناهي.
مٿين جملن ۾ ضمير مشترڪ جو لاڳاپو فاعل سان آهي، جو ٻهرين ٽن جملن ۾ ظاهر آهي ۽ چوٿين ۾ ڳجهو آهي.
هيٺين جملن ۾ ضمير مشترڪ جو تعلق مفعول سان ڏيکاريو ويو آهي، جو جري ۽ مجهولي حالت ۾ آهي:
مون پيسا پاڻ کي ڏنا اٿيمانس.

*

لڙائيءَ ۾ بادشاهہ **خود** مارجي ويو.

ضمير مشترڪ جو اطلاق فاعل سان سڌو سنئون هوندو آهي، پر اضافي ترڪيب ۾ بعضي ٻطرفو ۽ منجهائيندڙ هوندو آهي، مثلاً:

سڌي سنئين اطلاق جا مثال:

اخبار ۾ اهو بيان مون **خود** ڏنو آهي.

سمورو سامان **پاڻ** ڪٺي پهچايم.

*

**پنهنجو** سفر ڏاڍو آرام سان گذريو.

ٻطرفي اطلاق جا مثال:

اوهان کي **پنهنجي** تصوير ڏيکاريائون.

*

هي اوهان جو **پنهنجو** گهر آهي.

هنن جملن ۾ 'پنهنجي تصوير' ۽ 'پنهنجو گهر' سان هڪ ئي وقت ٻہ معنائون نڪرن ٿيون، يعني:

اوهان کي اوهان جي تصوير ڏيکاريان ٿو يا اوهان کي مان پنهنجي تصوير ڏيکاريان ٿو.

هي اوهان جو گهر آهي يا هي گهر تہ منهنجو آهي پر ان کي پنهنجو گهر ڪري سمجهو.

ضمير مشترڪ، صفت ٿي ڪم اچڻ جي حالت ۾، مفعول سان ٻہ لاڳاپو رکندو آهي، مثلاً:

سيٺ **پنهنجو** ڪارخانو وڪڻي ڇڏيو.

*

هو تہ خود غرض ٿي پيو آهي، **پنهنجا** دوست ئي وساري ڇڏيا اٿس.

*

چوندا آهن، ته ’پنهنجي گهوٽ ته نشو ٿيئي.‘

جيڪڏهن جملي ۾ فاعل يا مفعول اسم هجي ۽ اضافي حالت ۾ هجي، ته ان سان ضمير شخصي استعمال ڪجي ۽ نه مشترڪ، ورنه ان جي سمجهڻ ۾ مونجهارو پيدا ٿي سگهي ٿو، مثلاً:

**اسان** جي فوج جنگ ۾ فتحياب ٿي آهي.

*

**منهنجو** ڪتاب مون کي موٽائي ڏي.

*

”مون ۾ آهين تون، متان **تنهنجو** ٿي توکي لڳي.“

(شاهه: يمن ڪلياڻ)

مٿين مثالن ۾ جيڪڏهن ضمير مشترڪ ’پنهن‘ ڪم آڻبو ته مطلب صاف نه نڪرندو.

مرڪب جملي جي هڪڙي ڀاڱي ۾ يا مخلوط جملي جي مکيه ڀاڱي ۾ جيڪڏهن فاعل استعمال ٿيل هوندو، ته ٻئي يا ضمني ڀاڱي ۾ ان جي نمائندگي ضمير شخصي ڪندو ۽ نه مشترڪ، مثلاً!

هو هڪ چالاڪ ماڻهو آهي، **سندس** حرڪتن جي ڪنهن کي خبر ڪانه ٿي پوي.

*

هر ماڻهوءَ کي علم پرائڻ گهرجي، انهيءَ لاءِ ته **هو** زندگي چڱي نموني گذاري سگهي.

*

چوڪري امتحان پاس ڪيو آهي ۽ هاڻي **هو** نوڪريءَ جي جاچ ۾ آهي.

مٿين جملن ۾ ’سندس‘ ۽ ’هو‘ جي بجاءِ ’پنهنجي‘ ۽ ’پاڻ‘ يا ’خود‘ استعمال ڪبو ته مناسب نه ٿيندو.

جهڙي طرح صفت بعضي اسم جي جاءِ وٺندي آهي، جيئن اڳ بيان ڪيو ويو آهي، تهڙي طرح ضمير مشترڪ به اسم جي عيوض استعمال ٿيندو آهي، مثلاً:

پراون جو ڏنل ڏک ايترو محسوس نه ٿيندو آهي جيترو پنهنجن جو.

*

گهر جو احساس جيترو پاڻ کي ٿيندو، اوترو ٻين کي نه ٿيندو.

*

توهان پڇا پيا ڪريو، اجهو هُو اچي ويو آهي.

**فعل جي نحوي حيثيت.** فعل ڇاڪاڻ ته جملي جي بناوت ۽ معنيٰ کي پورو ڪندو آهي، تنهنڪري اصولاً جملي جي پڇاڙيءَ ۾ واقع ٿيندو آهي، جيئن هيٺين مثالن ۾ ڏيکاريل آهي.

سمنڊ جو پاڻي کارو **هوندو آهي.**

*

سج ۽ چنڊ پنهنجي پنهنجي دائري ۾ **ڦرندا آهن.**

*

ائٽمي جنگ ۾ دنيا **تباهه ٿي ويندي.**

البت عبارت کي ٻي تڪ ڏيڻ ۽ سهڻو ۽ معنيٰ کي اثرائتي بنائڻ خاطر فعل کي اڳي پوءِ به استعمال ڪبو آهي ۽ شعر ۾ ٻين لفظن وانگر ان کي ڪٿي به ٻيهاري سگهجي ٿو، مثلاً:

**آهين** ته منهنجو دوست، پر اميد گهٽ اٿم.

*

**پڙهيو** ته گهڻو ڪجهه اٿئين، پر نه جهڙو.

*

زندگيءَ جو دارومدار **آهي** ئي پاڻيءَ تي.

شعر مان مثال:

”ڏيندءِ ٻڪي ٻاجهه جي، ويندءِ لُڇ لڙي.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”وسي ٿو وڏ ڦڙو، لهڪن ٿيون لاريون.“
(شاهه: سارنگ)

”پهرين ڏيندا پاهه، پوءِ رڱيندا رڱ ۾.“
(شاهه: ڪوهياري)

”چڙهندين پنهور، هينئون هٿ نه وندري.“
(شاهه: حسيني)

”وڃان ٿي وڻڪار، ڏانهن پير پنهونءَ جو.“
(شاهه: حسيني)

”پن ٻوڙين پاتار ۾، پهڻ تارين تون.“
(شاهه: ڏهر)

”جا ماروءَ ڏانهن سرتي، سا لاهيان ڪئن لوئي.“
(شاهه: مارئي)

”پنهنجي ۾ پيغام، اکين هڪا سڄڻن،
سي نه سمجهن عام، جي آهن منجهه اشارتين.“
(سچل: پيروي)

”ويم نڪري قافلو، ڪانئي نه ڏني ڪل،
سيني اندر سل، سلي ويم سپرين.“
(سچل: ڪوهياري)

”ساريم سي سنگهار، جنهن لڳ لنگهايم جن سان.“
(سچل: ڪنيات)

"ويندا ڳالهيون ڪن، مارو مون ملير ۾،
اجها ايندي مارئي، وري هن وطن."
(سچل: ڪنيات)

جملي ۾ فعل جي هجڻ ڪانسواءِ به مطلب ڪيڏي سگهو آهي ۽ اهڙا جملا ڳالهه ٻول، پهاڪن ۽ شعر ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثال هيٺ ڏجن ٿا؛

گفتگو يا ڳالهه ٻول جو مثال:

ڊاڪٽر مريض کي: اوهان کي هاڻي ڪو بخار، ذڪام يا مٿي جو سور؟

مريض: بالڪل نه.

ڊاڪٽر: دوا؟

مريض: بس باقي هڪڙو وزن ٿيندو.

*

ميزبان مهمان کي: ڪو حال احوال؟

مهمان: ٻار ڏي ۽ مٽن مائٽن ڏي ڪل خير.

ميزبان: ڪا ٻوڪ راهي، اٽي ويٺي، ڪو ڏندو ڏاڙي؟

مهمان: الله جون ٻلايون، بس مڇي ماني پئي ملي.

پهاڪن جو مثال:

'ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ.'

*

'چورن مٿان مور'

*

'جهڙا ڪانوَ تهڙا ٻچا'

*

'ڏاڏي جي لٽ کي به مٿا'

*

’جهڙي نيت تهڙي مراد‘

*

’ڪٿي ڏور سڄا ڪٿي چور سڄا‘

*

’ننڍو ٻار مڃ جو وار‘

شعرن مان مثال:

”بندر بازاريون ميا سامونڊين ري.“

(شاهه: سامونڊي)

”دائم جا درياهه ۾ سا ميڙي ڪني ڪوهه.“

(شاهه: سهڻي)

”اڄ نه اوطاقن ۾ سنڌي جوڳين ذات.“

(شاهه: رامڪلي)

”وڪڙ ۾ وائي ڪالهه تنهنجي ڪونجڙي.“

(شاهه: ڏهر)

”ڏاتار تو تون، ٻيا منڱڻي مڱڻا.“

(شاهه: پرڀاتي)

”منهن ته موسيٰ جهڙو، اندر ۾ ابليس.“

(شاهه: آسا)

”نڪا ٻوءِ بازار ۾، نڪا چيلهه چٽ.“

(شاهه: گهاتو)

”سر ۾ پکي هيڪڙو، پاڙهيري پنجاهه.“

(شاهه: ڪارايل)

”نڪو تارو آڀ ۾، نڪو شمس شعاع.

(شاهه: ڪاموڏ)

"نڪا صحبت صراحيءَ سان، نڪي ميناسان مطلب،
ساقي سڀ سبب، سچل سڪ وارن جو."
(سچل: ڀيروي)

"سڪن واريون سو، ڏکن واري ڪا."
(سچل: ڪوهياري)

"پورب سندي پار جا، ڪکر ڪارونيار؛"
(سچل: سارنگ)

"ڪريون ۽ ڪونيون، ته به آخر ننگ تماچ تي."
(سچل: ڪلياڻ)

"مڱڻو نا محتاج، ماڻڪ موتي مال جو."
(سچل: سورٺ)

بعضي فعل ۾ خود فاعل ۽ مفعول، ٻنهي جو مفهوم سمايل هوندو آهي، يعني جملي ۾ فاعل ۽ مفعول نه به هجن، پر فعل ٻنهي جو پورائو ڪندو آهي، مثلاً:

ڏيئي ڇڏيندو سانس، چوندو هوم، آندا اٿنين، وغيره.

استعمال:

مونکي ڪٿي گڏيو ته **چوندو سانس**.

*

بس حال کهڙو ٿو پڇين، **آٽيون ۽ چاڙهيون**.

*

**ٻڌندين** ته ماٺ لڳي ويندءِ.

"سارو ڪالهه ملير ۾، پر پري اڄ **پيام**."
(سچل: ڪنيات)

"هيئن نه پانئڻ ڪا هيم، تاڪي هيئن **ڪندام**."
(سچل: ڪنيات)

”مـاروءَ جـي مُقـام ڪـان دور مَ ڏريجاءِ.“
(شاهه: مارئي)
”مـيـرا لاڻا مارُئين، سڀ اوڏياڻون صـاف.“
(شاهه: مارئي)
”رهـبـر ٿـي ريڙهيائس، سونهاري سانيهه ڏي.“
(شاهه: مارئي)

مصدر، اسم مفعول، اسم حاليه ۽ اسم استقبال جا صيغا فعل سان لاڳاپو رکندڙ آهن. مصدر ته فعل جو بنياد آهي، جنهن مان ٻيا صيغا جڙندا آهن. جملي ۾ مذڪور صيغا اسم جي جاءِ وٺندا آهن ۽ فاعل، مفعول، مجرور، مضاف يا مضاف اليه جي حيثيت سان استعمال ٿي سگهندا آهن.

مصدر جا مثال:

لکڻ پڙهڻ انسان لاءِ لازمي آهي.

*

نابين به لکڻ پڙهڻ سکندا آهن.

*

ڪريل جهاز کي ڏسڻ لاءِ ڪيترائي ماڻهو اچي مڙيا.

*

معذور ماڻهن لاءِ مختلف هنرن سکڻ جا ادارا کوليا ويا آهن.

”تـڙ تڪڻ، تـار گهڙڻ، ايءَ ڪانيارن ڪم.“
(شاهه: سهڻي)
”ڏورڻ ملڇهان ڏس، پوندءِ هوت پنهونءَ جو.“
(شاهه: سسئي)
”ڏونـگر نه ڏوري سگهڻ جون سڏون ڪري.“
(شاهه: سسئي)

”موڙهه جي مصلحت، مونکي ڏيوم جيڏيون.“
(شاهه: سسئي)

”ڏنا جئڻ لئي جيڏيون، ڏيرن مونکي ڏک.“
(شاهه: سسئي)

”ٻُرڻ چڏ پيرن سين، وهڻ وساريج.“
(شاهه: سسئي)

”سڏ م کر سڱڻ ريءَ، هلڻ ريءَ م هل،
جلڻ ريءَ م جل، روئڻ ريءَ متان روئين.“
(شاهه: سسئي)

”توڙي لهين نه پير، توءِ راحت آهه رڙهڻ ۾.“
(شاهه: معذوري)

”سيڪي جان ستياس، تان سيڪ سهڻ نه ڏئي.“
(شاهه: ديسي)

”وڃڻ تت پيوم، جت هلڻ ناهه حسن ريءَ.“
(شاهه: مارئي)

”رِڃن وکر وڌائي، وَسڻ وَس ڪو.“
(سچل: سارنگ)

”اجهاڀي ڪا اڏ وسڻ ڪان اگي وچي.“
(سچل: سارنگ)

”آريءَ جي اچڻ جو، روز نهاريان راهه.“
(سچل: ڪوهياري)

”مشڪل موڙڻ تن جو، جي هي لڪ لنگهن.“
(سچل: ڪنڀات)

”ٻڌڻ سان روئي ڪري، چولي ڪيائين چڪ.“
(سچل: مانڪوس)

اسم مفعول جا مثال:

قيامت ڏينهن ھڻا جيڙرا ٿي اٿندا.

*

حساب ويل هر ڪنهن کي پنهنجو **ڇيو** ۽ **ڪيو** آڏو ايندو.

*

هو پنهنجو **لکيو** پڙهي نٿو سگهي.

*

**ڏٺي تي اعتبار ڪجي ۽ ٻڌي تي نہ.**

شعر مان مثال:

"اٺ نہ وڃي وڳ سين، **ٻڌو** چري نہ ٻور."

(شاهہ: ڪنڀات)

"هڪ **لڪئي** ٻئي نيڻهن، آئي اوليس اڙل ۾."

(شاهہ: سهڻي)

"**وڌي** ٿي وايون ڪري، **ڪٺل** ڪو ڪاري."

(شاهہ: معذوري)

"**ويا** ات ووڙين، جت نهايت ناهہ ڪا."

(شاهہ: ڪاهوڙي)

"پنجن سان پورو رهہ، **آيا** نيهہ مَ ٿار."

(شاهہ: رامڪلي)

"ڦريا پسي ڦيٹ، **ڪٽرين** ڪير نہ چکيو."

(شاهہ: ڏهر)

"چريو **ڪريو** لوڪ چوي، آهن ڪين چريا."

(سچل: پيروي)

"پتاريون **پريون**، آيون وسائي وڏا ڦڙا."

(سچل: سارنگ)

"ٿاٿا ٿر ٿيان، ڦليون ڦوڙيون ڳڏيون."
(سچل: ڀهاڙي)

"مولا وڇڙيون ميڙيون، اولانگي اوسر."
(سچل: ڀهاڙي)

"قسمت قيد ڪٽي ڪيو، ڪٿان جي ڄائي."
(سچل: ڪنيات)

"وَسُ نہ ويڙهيچن جو، تو لکيو لوڙائي."
(سچل: ڪنيات)

اسم مفعول ظرفي صورت ۾ بہ ڪم ايندو آهي، مثلاً:

"ويچن ويٺي نِي، دوس پيهي در آئيو."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"ڏٺي ڏينهن ٿيام، ڪُهہ ڄاڻان ڪهڙا پرين."
(شاهہ: سسئي)

"ويٺي ور نہ پون، سُتي ملن نہ سپرين."
(شاهہ: سسئي)

"ويٺي مون ويو، لڙي سج لڪن تان."
(شاهہ: حسيني)

"جيڪي ھُتي ڪندا، سو جانب ڪريو جيئري."
(شاهہ: حسيني)

"اهڙيم انگور سُتي سپيرين جا."
(شاهہ: رپ)

"وين ڏول وچان، آئي اچي ڳڏيون."
(سچل: ڀهاڙي)

"اٿيي ويٺي تن جا، اٿم خواب خيال."
(سچل: ڪنيات)

اسم حاليه جا مثال:

چٽهندا وسري وين، ڳاليندا ياد رهن.

*

ايندا سدائين سار، نہ ويندا ٿي ڪڏهن وسار.

*

ايندن جو آدر ڀاءِ ڪجي ۽ ويندن سان اڳيرو ٿجي.

*

مرندن جي ميراث تي نہ ڀاڙجي.

'جو چڙهندي تاءُ نہ ڪري، سو لهندي چا ڪندو.'

*

"اڻ چوندن ڪيم چؤ، چوندن چيو وسار."

(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

ايندن ٻيڇي خبرون، ويندن پيرين پوءِ."

(شاهہ: حسيني)

اسم حاليہ جي ظرفي صورت جا مثال:

"هلندي حبيبن ڏي، ڪرها موڙ م ڪنڌ."

(شاهہ: ڪنڀات)

"جهاڳيندي جر پٽيون، متان ڪرين ڪٽ."

(شاهہ: ڪنڀات)

"ٿٽيا پير فقيرن جا، چڙهندي چڙهاڪا."

(شاهہ: ديسي)

"ويندي وير چانگن جو، چريو ڪين چڙو."

(سچل: ڪوهياري)

"ڪڍندي ڪاتي، وڏائين ڪرت ڪپار ۾."

(شاهہ: سورٺ)

"مٿي ڪاڻ ڏياچ جي، سڪندي ٽيڙم سال."
(سچل: سورٺ)

"ست پڙهندي سرتيون، منهنجو ساهه سُڪو."
(سچل: پيروي)

اسم حاليه حي پٺيان تاڪيد خاطر 'ٿيي' يا 'هيي' پڇاڙي شامل ٿيندي آهي، مثلاً: ٻڌنديئي، اُٿنديهي وغيره.

"لاتيون ڪندي ٿي، ڪانگو هيٺ ڪري پيو."
(سچل: مالڪوس)

"ڪاڪيون ڪتيندي ٿي، پيم پُور پريان سندو."
(سچل: مالڪوس)

اسم استقبال جا مثال:

مايا اچڻي وڃڻي آهي، ماڻهو ڪڏهن امير آهي، ته ڪڏهن فقير.

*

هڪ ڏينهن هر ڪنهن کي هي جهان ڇڏڻو آهي.

*

مون کي جو ڪجهه چوڻو هو، چئي ڇڏيم.

*

"هو ٻي ڪين اچڻو، هي ٻي ڪين ويو."
(سچل: آسا)

**فعل معطوفي -**

سنڌيءَ ۾ فعل معطوفي، چاڪاڻ ته گهڻو مرڪب ۽ مخلوط جملن جي ترڪيب ۾ ڪم ايندو آهي، تنهنڪري عبارت ۾ اهو ڪثرت سان استعمال ٿيندو آهي.

فعل معطوفيءَ جو لاڳاپو گهڻو ڪري مکيه فعل جي فاعل سان هوندو آهي، پر مفعول سان به ان جو جوڙ رهندو آهي، جيڪڏهن اهو جري يا عام صورت ۾ هوندو آهي.

فاعل سان لاڳاپي جا مثال:

سج اڀري مٿي ٿيو ته ٻوڏ جو پاڻي به اڇي ڪڙڪيو.

*

مسافر ٻڪي وچي گاڏيءَ ۾ چڙهيو.

*

ٿو ٻي ڪوهه ۾ ٽپو ڏيئي، ٻئي ڏل ٻار کي ٻاهر ڪڍيو.

مفعول سان لاڳاپي جا مثال:

انسان ماضيءَ جا ڪنڊر ڏسي، عبرت وٺي سگهي ٿو.

*

ٻار قيمتي شيشي کي ڀڃي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو.

*

پرديس ۾ وطن کي ياد ڪندي، اڪثر اکين ۾ پاڻي تري ايندو هو.

*

فعل مجهول جي حالت ۾ فعل معطوفيءَ جو لاڳاپو نه فاعل سان ۽ نڪي مفعول سان رهندو آهي، مثلاً:

بي حس ماڻهن کي ذميداريءَ جو احساس ڏياري ڪجهه به حاصل نه ڪري سگهبو.

*

ٻنيءَ ۾ ريج ڪري رونبو ڪبو آهي.

*

هميشه چڱين ڳالهين تي عمل ڪري نيڪي حاصل ڪجي.

ڪڏهن فعل معطوفيءَ جو فاعل مکيه فعل جي فاعل کان مختلف هوندو آهي، مثلاً:

ڌرتي ڏڪندي، سوين جانيون ڪري پيئون.

*

برسات پوندي، ميدانن ۽ رستن ۾ پاڻي بيهي ويندو آهي.

*

جنگ لڳندي، گولن جا گهڻ ويران ٿي ويندا آهن.

استعمال:

"سک نہ آهي سڙي، ڪُٺ پروڙي پيرُ."

(شاھ: يمن ڪلياڻ)

"ڀاڙيو منهن مونن ۾، غربت ساڻ گذار."

(شاھ: يمن ڪلياڻ)

"چئج حال حبيب کي، نمي نوڙائي ڪنڌ."

(شاھ: ڪنڀات)

"ساٿي سفر هليا، پري جُنگ جهاز."

(شاھ: سراڳ)

"پلئي ڀاڙيو سچ، آچيندي لڄ مران."

(شاھ: سراڳ)

"ساريو سهڻين کي، لُڙڪ ڳڙان سين ڀون."

(شاھ: سارنگ)

"سڪان ٿي سڪرات ۾، روئيو ڀچان راھ."

(شاھ: معذوري)

"ڏيئي ڏيکاري، ڦٽي دل فقير ويو."

(شاھ: مومل راڻو)

"ساري سناسين کي، رُنم ساري رات."

(شاھ: رامڪلي)

"پکين ۾ ويهي، محلن جي مَرُ لاهيان."

(شاھ: مارئي)

"آڻيو وجهن آهرين، روڙيو رتا ڳل."

(شاھ: مارئي)

"**گهڻي** مٺان گهر، ڏج پارانيا پر ينءَ کي."
(شاهه: پورب)

"سميون **ڪري** سينگار، راهه ريجهائڻ آئيون."
(شاهه: ڪاموڏ)

"**پڙهي ٻرجهي** علم تي، عمل نه آڻن."
(سچل: آسا)

"سڄي **ڪري** سنڌڙي، واچوڙو ويندو."
(سچل: آسا)

"**روئي** زاروزار، پرزو پرينءَ ڏي لکيوم."
(سچل: پيروي)

"**وٺي** هليو خط، پانڌي پار پرينءَ جي،
**روئي روئي** رت، تنهن **هامدي** حال وچايو."
(سچل: پيروي)

"جبل سڀ **جهاڳي وڃي**، جيڏ بون ڏسان جت."
(سچل: ڪوهياري)

"ڪريان ڪوهه پنيور ۾ ور بنا **ويهي**."
(سچل: ڪوهياري)

"ڪيچان آيو قافلو، ڪٺوري **ڪٺي**."
(سچل: ڪوهياري)

"**سلهاڙي** ساٿ سان، ڪڏهي هوت ويام."
(سچل: ڪوهياري)

"**ٻڌسي** مينهن مهر جا، مينهون اچ موٽيون."
(سچل: سارنگ)

"بر **چڙهي** ٻاهر ٿيا، نيلا نڪري نترَ."
(سچل: ڪاريهر)

"چڙهيو سا چوڏول ۾، ني حڪم هلائي حور."
(سچل: ڪليات)

"متي پَنڌي مور، گهريو تماجي تن ۾."
(سچل: ڪليات)

"رڙيون سُٺي رُليُن جون، سايو ڪيو ستار."
(سچل: پهاڙي)

"آندءِ آڏائي، پکن مان پنهوار جي."
(سچل: ڪنڀات)

"پڙهي پروانو، مونکي جلد جواب ڏي."
(سچل: مالڪوس)

"ڪرِي قدمن تي پيئي، سَوَ لک ڏج سلام."
(سچل: مالڪوس)

**فعل معاون جي نحوي صورت** - جملي ۾ فعل معاون هميشه مکيه فعل سان گڏ ۽ ان جي پويان ايندو آهي؛ پر تاڪيد خاطر ان جي اڳيان به ايندو آهي ۽ شعر ۾ ته ٻين لفظن وانگر اڳي پوءِ اچي سگهي ٿو، مثلاً:

مينهن پوي ٿو ته ساوڪ ٿئي ٿي.

*

دل ٿي چوي ته بوند پيئي وسي ۽ ملهار لڳو پيو هجي.

*

اج ڪلهه نابين به لکي پڙهي ۽ راندين ۾ مقابلو ڪري سگهن ٿا.

*

مان ٿو چوانس، ڏسان ته ڪيئن نه ٿو مجي.
شعر مان مثال:

"مون کي ڏٺا مارين، لونهان لهارن جا."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"اچن ڏٺا آواز، سڻائي سمنڊ جا."
(شاهه: سراڳ)

"ڪارون ڏٺي ڪريان، تو در ايي ناڪئا."
(شاهه: سامونڊي)

"جن مهانگو لهي ميڙيو، سي ڏٺا هٽ هڻن."
(شاهه: سارنگ)

"سڪن ڏٺيون سهاڳڻيون، سوڍا تنهنجي سٽ."
(شاهه: مومل راڻو)

"اجهي ڏٺا اچن، ڪاڪ ڪڪوريا ڪاڙي."
(شاهه: مومل راڻو)

"ڪري نه سگهان ڪاءِ، انهن سندي ڳالهڙي."
(شاهه: ڪاموڙي)

"آهيان عيب دار، سڪان ڏٺي سهاڳ کي."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"ڪونجون ڏٺيون ڪنڪن، جيڪس هلڻ هاريون."
(شاهه: ڍهر)

"سهم پسان ڏٺي سومرا، پرينءَ ريءَ پيئي."
(شاهه: مارئي)

"اڄ ڪر سنجهه صباح، ڏٺو ڏيهي ۽ ڏيرتين."
(شاهه: ڪارايل)

"ليون لاٿا لاسيون، ڏٺو ليڙو لوڙي."
(سچل: ڪوهياري)

"تو کي ڪري درد مان ٿي دردمندي دانهون."

(سچل: ڪوهياري)

"ڇڇيءَ سندي ڇٽ، ٿي آئي عام خلق کي."

(سچل: ڪيان)

"ناد وچن ٿا ناطقا، پيا پسي رود رباب."

(سچل: ڪليان)

"جو ٿو ڪانگ چوي، سو سڄڻ سرتيون."

(سچل: مالڪوس)

شعر ۾ فعل معاون لهڻو ڪري حذف ٿيل هوندو آهي، مثلاً:

"جانب جدائيءَ جا پلپل پون پور."

(شاهه: مومل راڻو)

"مٺي راهه رڳان گهڻو، ڪارڻ ڪيچئڙن."

(سچل: ڪوهياري)

ڪن حالتن ۾ جملي ۾ فعل جي اڳيان ڪو ضمير استفهام يا ظرف ايندو آهي، ته فعل معاون ڪري پوندو آهي، مثلاً:

ڇا ڏسي، ته سارو گهر پينگ ٿيو پيو آهي.

*

جان ڪٿي جاڳي نهاري، ته ڪاريءَ وارا ڪڪ.

*

جي اچي، ته سڄو گهر مٿي تي ٿو کڻي.

*

جيئن چوي، تيئن اسان ڪريون ٿا.

مٿين جملن ۾ 'ڏسي'، 'نهاري'، 'اچي' ۽ 'چوي' اصل فعل جا حال صيغا آهن، جن ۾ فعل معاون استعمال ٿيڻ گهرجي، پر سندن اڳيان ضمير استفهام 'ڇا' ۽ ظرف جا لفظ 'جان'، 'جي' ۽ 'جيئن' آيل آهن، جن جي ڪري فعل معاون 'ٿو' ڪيرايو ويو آهي.

## ١٩- جملي ۾ لفظن جو پاڻ ۾ ربط يا لاڳاپو:

هن کان اڳ جملي جي تعريف ۽ ترکيب ۾ بيان ڪيو ويو آهي، ته جملو انهيءَ ڪلام کي چئبو آهي، جو لفظن جو مجموعو هجي، جنهن مان پورو مطلب نڪرندو هجي. ان مان ظاهر آهي ته معنيٰ يا مطلب پورو تڏهن نڪرندو، جڏهن جملي ۾ استعمال ٿيل لفظن جو پاڻ ۾ صحيح ربط يا لاڳاپو هوندو. هڪڙي لفظ جو ٻئي لفظ سان ڪهڙو لاڳاپو ٿي سگهي ٿو، تنهن جو حال جملي جي تجزيه يا ورهاست مان معلوم ٿي سگهندو ۽ اهڙي تجزيه کي **تفريق، تحليل يا ڇيد** چئجي ٿو.

اڳي ڄاڻايل بيان مطابق جملي ۾ ڇهن قسمن جا لفظ استعمال ٿي سگهن ٿا، اهي آهن:

اسم، ضمير، صفت، فعل، ظرف ۽ حرف.

هر ٻوليءَ کي لفظن جي ترتيب ۽ جوڙجڪ جو پنهنجو نظام آهي. سنڌيءَ کي به اهڙي ئي قاعدي تي ٻڌل مستند نظام آهي، جنهن موجب اصل محرڪ اسم هوندو آهي ۽ ضمير ان جو عيوضي يا قائم مقام ٿي ڪم ڪندو آهي، تنهنڪري اسم يا ضمير جو فاعل يا مفعول جي حيثيت ۾ سڌو سنئون فعل سان واسطو رهندو آهي. صفت، جو خاصيت جو ٻيو نالو آهي، ان جو اسم يا ضمير سان طبعي لاڳاپو هوندو آهي. ظرف جو تعلق به اڪثر ڪري فعل سان رهندو آهي، ڇاڪاڻ ته ظرف جو لفظ ئي فعل بابت مڪان، زمان ۽ طور طريقي جو تعيّن ڪندو آهي ۽ حرف اسم يا ضميري جي حالت ظاهر ڪندو آهي.

جملي کي مکيه ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

١- هڪڙي ڀاڱي ۾ ڪم جو ڪندڙ ڄاڻايل هوندو آهي، جو جملي جي ابتدا ڪندو آهي، جنهن کي فاعل يا **مبتدا** چئبو آهي.

٢- ٻئي ڀاڱي ۾ ڪم ۽ ان جي نوعيت بيان ڪيل هوندي آهي، جنهن کي خبر چئبو آهي.

جملي جو فاعل، ڪو اسم، ضمير يا صفت حو لفظ ٿي سگهي ٿو، يعني 'مبتدا' ۾ فاعل پنهنجي صفت يا اضافت سان گڏ شامل هوندو آهي ۽ 'خبر' ۾ فعل ۽ ان سان واسطو رکندڙ لفظ، جهڙوڪ: ظرف، حرف، اسم مفعول، اسم حاليه، ۽ انداز يا مقدار ظاهر ڪندڙ لفظ شامل هوندا آهن. صفت سان لاڳو ظرف کي صفت سان شامل ڪبو آهي.

'خبر' جو 'مبتدا' سان ٽن نمونن ۾ لاڳاپو هوندو آهي:

١- فاعل جي تعريف يا ان بابت ڪا ڳالهه ڪرڻ سان، مثلاً:

انسان مٽيءَ مان ٺهيل آهي.

*

سج روشني ۽ گرمي پيدا ڪندو آهي.

*

فقير کي دنيا جي لالچ نه هئڻ گهرجي.

٢- فاعل بابت سوال ڪرڻ سان:

در ڪنهن کڙڪايو؟

*

جنگ ڪنهن کٽي؟

*

هن گهوڙي جو مالڪ ڪير آهي؟

٣- فاعل کي امر يا حڪم ڪرڻ سان:

ڪاش پيءُ ۽ الله جو شڪر بجا آڻ.

*

اٿ ۽ سفر جي تياري ڪر.

*

ڪتابن مان علم حاصل ڪريو.

اسم يا ضمير، فاعل يا مفعول جي حيثيت ۾، ڪڏهن مجرّد ٿي ڪم ايندو آهي ۽ ڪڏهن موصوف. مجرّد جي معنيٰ آهي ڇڙو يا اڪيلو ۽ موصوف جي معنيٰ آهي، صفت وارو. جيئن ته صفت جو لاڳاپو فقط پنهنجي موصوف سان هوندو آهي، تنهنڪري تفريق ۾ ٻه صفت هميشه موصوف سان گڏ ڏيکاربي آهي ۽ ان کي فاعل يا مفعول جو لڳ ڪربو آهي.

سادي جملي جي تفريق، جنهن ۾ فاعل مجرّد ۽ فعل لازمي استعمال ٿيل آهن:

جملا:

١. هيرو سخت ڌاتو آهي.
٢. مڇي پاڻيءَ ۾ رهندي آهي.
٣. پکي هوا ۾ اڏامندا آهن.

تفريق:

| مبتدا | خبر |
|---|---|
| هيرو | سخت ڌاتو آهي. |
| مڇي | پاڻيءَ ۾ رهندي آهي. |
| پکي | هوا ۾ اڏامندا آهن. |

فاعل موصوف ۽ فعل لازميءَ وارا جملا:

١. هوائي جهاز رفتار ۾ تيز هوندو آهي.
٢. عادل ۽ سخي حاڪم رعيت ۾ مقبول هوندو آهي.
٣. اونهاري جو ڏينهن وڏو ٿيندو آهي.

تفريق:

| مبتدا | | خبر |
|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو سڳُ | |
| جهاز | هوائي | رفتار ۾ تيز هوندو آهي. |
| حاڪم | عادل ۽ سخي | رعيت ۾ مقبول هوندو آهي. |
| ڏينهن | اونهاري جو | وڏو ٿيندو آهي. |

فاعل مجرد ۽ مفعول مجرد وارا جملا:

١. طبيب بيمار کي دوا ڏني ٿو.
٢. هاري زمين ۾ ٻج ڇٽيندا آهن.
٣. قاضيءَ جوابدار کي سزا ڏني.

تفريق:

| مبتدا | خبر | | |
|---|---|---|---|
| فاعل | فعل | مفعول | |
| طبيب | ڏئي ٿو | دوا | بيمار کي |
| هاري | ڇٽيندا آهن | ٻج | زمين ۾ |
| قاضيءَ | ڏني | سزا | جوابدار کي |

فاعل موصوف ۽ مفعول موصوف وارا جملا:

١. پوڙهو مالهي سهڻا گل ٻوٽيندو آهي.
٢. چوپايو مال خالص ۽ لذيذ کير ڏيندو آهي.
٣. عيالدار ماڻهو پورو پنو خرچ ڪندو آهي.

تفريق :

| مبتدا | | خبر | | |
|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | مفعول | مفعول جو لڳاءُ |
| مالهي | پوڙهو | پوکيندو آهي | گل | مهٽا |
| مال | چوپايو | ڏيندو آهي | کير | خالص ۽ لذيذ |
| ماڻهو | عيالدار | ڪندو آهي | خرچ | پورو پنو |

خبر واري ڀاڱي ۾، جيئن ته فاعل کانسواءِ باقي لفظ شامل ٿين ٿا، تنهنڪري انهن لفظن کي وڌيڪ ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. عام طرح ظرف ۽ حرف وارا لفظ، جي جملي جي معنيٰ کي واضح ڪرڻ لاءِ استعمال ڪبا آهن، تن کي وڌاءُ يا اضافو ڪري ليکبو آهي، ڇو جو جملي ۾ فاعل، فعل ۽ مفعول کانسواءِ ٻيا لفظ زائد هوندا آهن، جن کي ڪڍي ڇڏڻ سان جملي جي معنيٰ ۾ ڪو خلل پيدا نه ٿيندو، البت جملي جي احاطي، وسعت ۽ اهميت ۾ ڪمي ضرور واقع ٿيندي.

فعل ناقص واري جملي ۾ مطلق فعل کانسواءِ ٻيا ڪي اهڙا لفظ ٻه استعمال ٿيندا آهن، جن تي خود فعل جو مدار هوندو آهي ۽ جن کانسواءِ فعل اڻپورو ليکيو ويندو آهي، اهڙن لفظن کي فعل جو پورائو ڪندڙ يا متمم يا مدار سڏبو آهي.

جو ظرف فعل سان لاڳاپو رکندڙ هوندو، تنهن کي تفريق ۾ فعل جو لڳاءُ ڪري شمار ڪبو آهي. فعل معطوفيءَ جو صيغو، جو جملي ۾ ظرفي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي، سو پڻ فعل جو لڳاءُ ڪري ليکبو آهي.

مثال خاطر ڪي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

۰۱ ڳوٺاڻا ماڻهو پري ڪان پاڻي آڻيندا آهن.
۰۲ جهنگلي جانور شڪار لاءِ رات جو ٻاهر نڪرندا آهن.
۰۳ ميربحر سڄي زندگي پاڻيءَ ۾ گذاريندا آهن.

تفريق:

| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | مفعول | مفعول جو لڳاءُ | وڌاءُ |
|---|---|---|---|---|---|
| مبتدا | | خبر | | | |
| ماڻهو | ڳوٺاڻا | آڻيندا آهن | پاڻي | – | پري ڪان |
| جانور | جهنگلي | نڪرندا آهن | – | – | شڪار لاءِ رات جو ٻاهر |
| ميربحر | – | گذاريندا آهن | زندگي | سڄي | پاڻيءَ ۾ |

فعل جي مدار وارا جملا:

۱– رات اونداهي آهي.
۲– ڏکر ۾ هر شيءِ مهانگي ٿيندي آهي.
۳– خودغرض ماڻهو دوست نہ ٿيندو آهي.

تفريق:

| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاءُ | وڌاءُ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| مبتدا | | خبر | | | | |
| رات | – | آهي | اونداهي | – | – | – |
| شئي | هر | ٿيندي آهي | مهانگي | – | – | ڏکر ۾ |
| ماڻهو | خود غرض | ٿيندو آهي | دوست | – | – | نہ |

فعل جي لڳاءَ وارا جملا:

١- اٺ واريءَ تي ترڪڙو هلندو آهي.

٢- زمين ۽ پوريل ٻه زور سان ڦاٽي پيو.

٣- ڳنڍيءَ ۾ مون ساري رات جاڳندي گذاري.

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | فعل جو لڳاءُ | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاءُ | وڌاءُ |
| اٺ | — | هلندو آهي | ترڪڙو | — | — | — | واريءَ تي |
| ٻم | زمين ۽ پوريل | ڦاٽي پيو | زور سان | — | — | — | — |
| مون | — | گذاري | جاڳندي | — | رات | ساري | ڳنڍيءَ ۾ |

اضافت وارن جملن ۾ مضاف اليه، مضاف جي تشريح ڪندو آهي، تنهنڪري تفريق ۾ ان جي حيثيت بہ صفت واري هوندي آهي، مضاف جيڪڏهن جملي ۾ فاعل يا مفعول ٿي استعمال ٿيندو تہ مضاف اليه ان جو لڳاءُ ڪري ليکبو.

مثال طور ڪي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

١- ميينهن جو پاڻي پوک لاءِ فائديمند هوندو آهي.

٢- ڪريل جهاز جا ٽڪرا هڪ وڏي ايراضيءَ ۾ پکڙيا پيا هئا.
٣- ”ڏيا تيل ڦليل جا ٻاريم تائين ٻانگ.“ (شاهه: مومل راڻو)
٤- ”ڪنگرا ڪونن جا پريان ڏٺا پاٽ.“ (سچل: سورٺ)

تفريق:

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاڙ | فعل | فعل جو لڳاڙ | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاڙ | وڌاء |
| پاڻي | مينهن جو | هوندو آهي | - | فائديمند | - | - | پوک لاءِ |
| ٽڪرا | ڪريل جهاز جا | پيا هئا | پکڙيا | - | - | - | هڪ وڏي ايراضيءَ ۾ |
| (م) | - | ٻاريم ١ | | | ڏيا | تيل ڦليل جا | تائين ٻانگ |
| پاٽ | - | ڏٺا | - | - | ڪنگرا | ڪونن جا | پريان |

١- ’ٻاريم‘ فعل ۾ متڪلم واحد جي صيغي وارو متصل ’م‘ شامل آهي جو جملي ۾ فاعل آهي.
فعل معطوفي يا اسم حاليه جا صيغا، جي جملي ۾ ظرفي حيثيت رکندا آهن، سي پڻ تفريق ۾ فعل جو لڳاڙ ڪري شمار ڪبا آهن، مثلاً

١. بادشاهہ وزير جي ڳالهہ ٻڌي ڪلي ڏنو.

٢. يتيم ڇوڪر سڏڪا ڀريندو منهنجي اڳيان اچي بيٺو.

٣. هن ڪلندي ڳالهائيندي منهنجي ڳچيءَ مان سونو هار لاهي ورتو.

مٿين جملن ۾ 'ٻڌي' ماضي معطوفيءَ جو صيغو ۽ 'سڏڪا ڀريندو' ۽ 'ڪلندي ڳالهائيندي' اسم حاليہ جا صيغا آهن.

تفريق:

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | فعل جو لڳاءُ | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاءُ | وڌاءُ |
| بادشاهہ | — | ڪلي ڏنو | ٻڌي | — | ڳالهہ | وزير جي | — |
| ڇوڪر | يتيم | اچي بيٺو | سڏڪا ڀريندو | — | — | — | منهنجي اڳيان |
| هن | — | لاهي ورتو | ڪلندي ڳالهائيندي | — | هار | سونو | منهنجي ڳچيءَ مان |

وڏاءِ ۾ عام طرح اهي لفظ آئيا آهن، جي ظرفي يا جري صورت ۾ هوندا آهن ۽ جن جو فاعل، فعل يا مفعول سان لازمي يا سڌو سنئون تعلق نه هوندو آهي.

ڪي مجرور لفظ جملي ۾ مفعول جي حيثيت رکندا آهن، اگرچه انهن سان حرف جر لاڳو ٿيل هوندو آهي ۽ اهڙن لفظن کي تفريق ۾ مفعول ڪري لکيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن حرف جر کي حذف ڪري ڇڏبو تڏهن به جملي جي معنيٰ ۾ ڪو فرق نه پوندو، مثلاً:

١. سپاهيءَ چور جي پٺيان گهوڙي کي ڀڄايو.
٢. هنن لاوارث لاش کي دفن ڪري ڇڏيو.
٣. "منهنجي آهه اهاٰ، ڪڏهن ڪيرائيندي ڪوٽ کي."
(شاهه: مارئي)
٤. "ونڊر ۾ ويهان، ڦولن پيون پرينءَ کي."
(سچل: ڪوهياري)
٥. "تينهين جي تاثير، واسيو شهر ڀنڀور کي."
(سچل: ڪوهياري)

مٿين مثالن ۾ 'کي' حرف جر ڪڍي ڇڏبو ته مجرور لفظ سڌا سنوان مفعول جي صورت وٺي بيهندا، جيئن هيٺ ڏيکاريو ويو آهي:

'گهوڙي کي ڀڄايو': گهوڙو ڀڄايو.
'لاش کي دفن ڪري ڇڏيو': لاش دفن ڪري ڇڏيو.
'ڪيرائيندي ڪوٽ کي': ڪيرائيندي ڪوٽ.
'ڦولن پيون پرينءَ کي': ڦولن پيون پرين.
'واسيو شهر ڀنڀور کي': واسيو شهر ڀنڀور.

تفريق:

| فاعل | فاعل جو لڳاء | فعل | فعل جو لڳاء | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاء | وڌاء |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مبتدا | | خبر | | | | | |
| سپاهيءَ | — | ڀڄايو | — | — | گهوڙيءَ کي | — | چور جي پٺيان |
| هنن | — | دفن ڪري ڇڏيو | — | — | لاش کي | لاوارث | — |
| آءٌ | منهنجي، اها | ڪيرائيندي | — | — | ڪوٽ کي | — | ڪڏهن |
| ويهان | — | ڦولن پيون | — | — | پرينءَ کي | — | وندر ۾ |
| تاثير | تينهين جي | واسيو | — | — | ڀنڀور کي | شهر | — |

فعل مجهول ۽ اڪرترڪ وارن جملن جي تفريق:

فعل مجهول جي جملي ۾ اصل فاعل ڏنل نه هوندو آهي، پر مفعول ان جو قائم مقام هوندو آهي ۽ انهيءَ قائم مقام مفعول کي فاعل جي حيثيت ملندي آهي ۽ سندس لڳاءُ کي فاعل جو لڳاءُ ڪري ليکبو آهي، مثلاً:

١. نالائق شاگرد امتحان ۾ ناپاس ڪيا ويندا آهن. ٢. خيرات مسڪينن ۽ محتاجن کي ڏبي آهي. ٣. ڪالهه رات چنڊ ڪونه ڏٺو ويو. ٤. هھڙين حالتن جي ڪري سفر نه ڪري سگھبو. ٥. الله جي تعريف کي حمد چيو ويندو آهي.

تفريق:

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | فعل جو لڳاءُ | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاءُ | وڌاءُ |
| شاگرد | نالائق | ناپاس ڪيا ويندا آهن | — | — | — | — | امتحان ۾ |
| خيرات | — | ڏبي آهي | — | — | — | — | مسڪينن ۽ محتاجن کي |
| چنڊ | — | ڏٺو ويو | ڪونه | — | — | — | ڪالهه رات |
| سفر | — | ڪري سگھبو | نه | — | — | — | هھڙين حالتن جي ڪري |
| حمد | — | چيو ويندو آهي | — | — | — | — | الله جي تعريف کي |

فعل اڪرترڪ واري جملي جو ڇيداءُ طرح نه ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ فاعل توڙي مفعول موجود

نہ هوندا آهن، فقط فعل ئي ظاهر هوندو آهي، اگرچہ اهڙي فعل ۾ هڪ مڪمل جملي جي معنيٰ سمايل هوندي آهي. البت اهڙو جملو، جيڪڏهن مخلوط جملي جو ڀاڱو يا تابع جملو ٿي استعمال ٿيندو، تہ ان کي جدا جملو شمار ڪري، ان جو چيد ڪري سگهجي ٿو. اهڙا مثال هيٺ مخلوط جملي جي چيد ۾ ڏنا ويا آهن.

مرڪّب ۽ ملتّف يا مخلوط جملن جي تفريق:

مرڪب ۽ مخلوط جملن ۾، چاڪاڻ تہ هڪ کان وڌيڪ جملا حرف عطف جي ذريعي ڳنڍيل هوندا آهن، تنهنڪري چيد ڪرڻ لاءِ حرف عطف کي ڪڍي، هر هڪ جملي کي هڪ جدا جملو شمار ڪبو آهي، مثلاً:

مرڪب جملا:

١. سياڻو ماڻهو گهرج کان وڌيڪ خرچ نہ ڪندو آهي، نہ وري قرض کڻندو آهي.

٢. الله جو خوف انسان کي بي نياز ڪري ٿو ۽ دنيا جو خوف کيس بزدل بڻائي ٿو.

٣. گهڻا ماڻهو هر ڳالهہ ۾ پنهنجو فائدو سوچيندا آهن، پر ٻئي جو ڀلو نہ چاهيندا آهن.

٤. ٻار قوم جو نهايت قيمتي سرمايو آهن، تنهنڪري انهن جي حفاظت ۽ صحيح تربيت ضروري آهي.

٥. مون دوست کي پيسا ڏنا آهن، تہ منهنجي لاءِ هڪ سٺي واچ وٺي اچي.

٦. ”سڙيا مڇ هزار، ڀاڱا ٿيندي سهٽي.“
(شاهہ سهڻي)

٧. ”مون کي گهرجين تون، لوڪ رٺو ئي گهوريو.“
(سچل: ڪوهياري)

٨. ”لٿا ليڙون ليڙ ٿيا، تي پسوتي ڀرائي،
تہ بہ راڻي جي راڻي، سرتيون سڏن سانيهہ ۾.“
(سچل: راڻو)

تفريق :

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | فعل جو لڳاءُ | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاءُ | وڌاءُ |
| ماڻهو | سياڻو | ڪندو آهي | نه | — | خرچ ١ | گهرج کان وڌيڪ | — |
| (هُو) ٢ | — | ڪٽندو آهي | نه | — | قرض ٣ | — | وري |
| خوف | الله جو | ڪري ٿو | بي نياز | — | انسان کي | — | — |
| خوف | دنيا جو | بڻائي ٿو | بزدل | — | ڪيس | — | — |
| ماڻهو | گهڻا | سوچيندا آهن | — | — | فائدو | پنهنجو | هر ڳالهه ۾ |
| (آهي) ٤ | | چاهيندا آهن | نه | — | ڀلو | ٻئي جو | |

١. 'خرچ ڪندو آهي' يڪو فعل به شمار ڪري سگهجي ٿو.

٢. هن جملي جي ٻئي ڀاڱي جو فاعل به ساڳيو 'ماڻهو' آهي، پر هڪ ئي جملي ۾ ساڳئي اسم کي وري وري استعمال ڪرڻ بدران ضمير استعمال ڪبو آهي، جو هتي ڏيندو 'هـو' جو تفريق ۾ ڪجهو ڏيکاريو ويو آهي. ٣. 'قرض ڪٽندو آهي' يڪو فعل به ٿي سگهي ٿو.

٤. پهرئين مثال وانگر هتي به اسم جي بجاءِ ضمير 'آهي' ڪجهو ڏيکاريو ويو آهي.

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | فعل جو لڳاءُ | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاءُ | وڌاءُ |
| ٻار حفاظت، تربيت | — انهن جي، صحيح | آهن آهي | — | نهايت قيمتي سرمايو ضروري | — — | -- — | قوم جو — |
| ۰ون (هٿو) ٥ | | ڏنا آهن وٺي اچي | — | — | دوست کي ۴، پيسا واچ | هڪ سٺي | منهنجي لاءِ |
| ۰ڇ | هزار ٦ | مڙيا | — | — | — | — | — |
| سهٽي | — | ٽيندي | — | ٻاگا | — | — | — |

٥١٤• هن جملي ۾ ٻٽو مفعول ڪم آيل آهي: هڪ آهي 'پيسا' جو سڌو مفعول آهي ۽ ٻيو آهي 'دوست کي' جو اڻ سڌو مفعول آهي ۽ جملي جي ٻئي ڀاڱي جو فاعل ضمير 'هو' ڳجهو آهي.

٦• هن جملي ۾ لفظ 'هزار' صفت جي حيثيت ۾ فاعل جو لڳاءُ ڏيکاريو ويو آهي، پر اهو لفظ 'انداز' جي معنيٰ ۾ ظرف به ٿي سگهي ٿو، جو فعل جو لڳاءُ ڏيکاري سگهجي ٿو.

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاءُ | فعل | فعل جو لڳاءُ | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاءُ | وڌاءُ |
| مونکي | — | گهرجين | — | — | تون | — | — |
| لوڪ | — | گهوريو | رٺو ئي | — | — | — | — |
| لٽا | — | ٿيا | — | ليڙون ليڙ | — | — | — |
| پوتي | — | ٿي | — | پراڻي | — | — | — |
| سرتيون | — | سڏن | — | — | راٺيي | راٺي جي | تہ ٻہ ساٺيهہ ۾ |

مخلوط جملا:

۱. الله جي مرضي هوندي تہ ڪم ٿيندو. ۲. پاڻکي ايتري تڪليف نہ ڏي، جو سهي نہ سگهين.

۳. هن ڪتي کي ايترو ماريو، جو اڌ مري ويو. ۴. جيڪا تون پنهنجي ملڪيت سمجهين ٿو، سا تو وٽ امانت آهي. ۵. جي مان هن کي وڏيڪ ڪجهہ چوندس، تہ نہ فقط هو ناراض ٿيندو، پر مخالف ٿي ڪو قدم کڻي وهندو.

۶. ”اکيون مُنهن ميهار ڏي، جن رکيون جوڙي، ريءَ سنڌ سيد چئي، تار گهرن توڙي، تني کي ڀوڙي، ساهڙ سگهي ڪينڪي.“ (شاهہ: سهڻي)

۷. ”ڪونهي ات ڪوهيار، جت تو پوري پانيو.“ (شاهہ: سسئي)

۸. ”عشق جنين سان غمزو لاتو، علم نہ سي پيو پڙهندا.“ (سچل: ڪوهياري)

تفريق :

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لاڳاء | فعل | فعل جو لاڳاء | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لاڳاء | وڌاء |
| مرضي | الله جي | هوندي | — | — | — | — | تہ |
| ڪم | — | ٿيندو | — | — | — | — | — |
| (تون) | — | ڏي | نہ | — | تڪليف، پاڻ کي | ايتري | — |
| (تون) | — | سهي سگهين | نہ | — | — | — | جو |
| هن | — | ماريو | ايترو | — | ڪتي کي | — | — |
| (اهو) | — | مري ويو | اقٿ | — | — | — | جو |
| تون | — | سمجهين ٿو | — | — | ملڪيت | جيڪا، پنهنجي | — |
| سا | — | آهي | — | امانت | — | — | تو وٽ |
| مان | — | چوندس | — | — | هنڪي، ڪجهہ | وڌيڪ | جي |
| هو | — | ٿيندو | — | ناراض | — | — | تہ، نہ فقط |
| (هو) | — | کڻي وهندو | — | — | قدم | ڪو | پر، مخالف ٿي |

| مبتدا | | خبر | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فاعل | فاعل جو لڳاء | فعل | فعل جو لڳاء | فعل جو مدار | مفعول | مفعول جو لڳاء | وڌاء |
| جن | — | جوڙي رکيون | — | — | اکيون | — | منهن ميهار |
| سيٽ | — | چئي | — | — | ريءَ سنڌ تارڳهرن | — | ڏي |
| ساهڙ | — | ٻوڙي سگهي | ڪينڪي | — | تني ڪي | — | توڙي |
| | | | | | | | — |
| ڪوهيار | — | ڪونهي | ات | — | — | — | — |
| تو | ٻوري | ٻانيو | جت | — | — | — | — |
| عشق | — | لاتو | — | — | غمزو | — | جني سان |
| سي | — | پڙهندا | نه | — | علم | پيو | — |

## ٢٠- وقف يا ٻيهڪ جون نشانيون:

ڪنهن به ٻوليءَ جي عبارت ۾ وقف يا ٻيهڪ جون نشانيون وڏي اهميت رکن ٿيون، ڇاڪاڻ ته انهن کانسواءِ لکڻ، پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ مونجهارو پيدا ٿي سگهي ٿو. وقف جي نشانين جو صحيح استعمال اچا به وڌيڪ اهم آهي، ڇو جو انهن جي بيجاء يا غلط استعمال جي ڪري جملي جو مطلب هڪ جو ٻيو ٿي ڪرندو آهي، مثلاً:

٠١ چوريءَ جي تهمت نثار تي، نه رفيق تي آهي.
٠٢ چوريءَ جي تهمت نثار تي نه، رفيق تي آهي.

مٿيان ٻئي جملا، اگرچه تحرير ۾ ساڳيا آهن، پر هرهڪ جو مطلب نرالو آهي، اهو انهيءَ ڪري جو بيهڪ جي نشاني اڳي پوءِ ڏنل آهي. پهرئين جملي جو مطلب آهي، ته چوريءَ جي تهمت نثار تي آهي ۽ ٻئي جملي ۾ ڏيکاريل آهي ته چوريءَ جي تهمت رفيق تي آهي.

عبارت جي هڪ فقري جو مثال:

'سال ٿيا آهن اوسيڙي ۾ وهڻ نٿو پڇي آخر ته ڪجهه ڪرڻو آهي پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن ٻچن جي لاءِ ڪيترو پاڙي پتيءَ جي رحم ڪرم تي پاڙي ائين هٿ ٻڌي ويهي رهجي.'

مٿئين فقري ۾ وقف جون نشانيون ڏنل ڪونهن، تنهنڪري پڙهڻ سان اهو نٿو سمجهي سگهجي، ته ڪهڙا لفظ ڪهڙن لفظن سان لاڳاپو رکن ٿا ۽ عبارت جو صحيح مفهوم ڇا هي. وقف جي نشانين ڏيڻ سان عبارت جي صورت هيٺينءَ ريت ٿيندي:

الف. سال ٿيا آهن، اوسيڙي ۾ وهڻ نٿو پڇي. آخر ته ڪجهه ڪرڻو آهي. پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن ٻچن جي لاءِ ڪيترو پاڙي پتيءَ جي رحم ڪرم تي پاڙي، ائين هٿ ٻڌي ويهي رهجي.

ب. سال ٿيا آهن اوسيڙي ۾، وهڻ نٿو پڇي. آخر ته ڪجهه ڪرڻو آهي پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن ٻچن جي لاءِ. ڪيترو پاڙي پتيءَ جي رحم ڪرم تي پاڙي، ائين هٿ ٻڌي ويهي رهجي.

مٿئين فقري جي ٻن صورتن ۾ ڏسجي ٿو ته وقف جي نشانين جي موقف يا جاءِ مٽائڻ سان مطلب ۾ ڪيڏو نه ڦيرو اچي ٿو وڃي. تنهنڪري لکڻ واري تي لازم آهي، ته ڪم آندل جملن يا عبارت ۾ صحيح وقف جي نشانين جو صحيح

جاين تي استعمال ڪري، جيئن پڙهندڙ کي صحيح مطلب حاصل ٿي سگهي.

اڳين زماني ۾ ٻولين، جهڙوڪ عربي، فارسي وغيره ۾ وقف جي نشانين جو استعمال هوندو ئي ڪونہ هو، يا وري هو تہ ورلي ۽ ڇڏو پاڏو. اهڙي حالت ۾ جملي جي صحيح معنيٰ دريافت ڪرڻ پڙهندڙ جي مهارت ۽ ذهني فهم ۽ فراست تي ڇڏيل هو. البت ڪي مختصر نشانيون، جهڙوڪ: '۔'، '+' ۽ 'O' جملن يا فقرن جي پڇاڙيءَ ۾ استعمال ٿينديون هيون ۽ اڄا تائين بہ ڪنهن حد تائين ٿينديون رهن ٿيون، مگر هاڻي انگريزي ٻوليءَ جي اثر هيٺ عربي ۽ فارسيءَ ۾ بہ وقف جي نشانين جو استعمال ٿيڻ لڳو آهي، ۽ سنڌي ٻوليءَ تي تہ ڄڻ انگريزي ٻوليءَ جي وقف جي نشانين جي ڇاپ لڳي ويئي آهي، جو جيڪي نشانيون انگريزيءَ ۾ استعمال ٿين ٿيون، سيئي سنڌيءَ ۾ بہ استعمال ٿيڻ ۾ اچن ٿيون.

وقف جون نشانيون ٻن قسمن جون آهن: هڪڙيون اهي، جي جملي جي وچ ۾ واقع ٿينديون آهن ۽ ٻيون جملي جي آخر ۾ اينديون آهن.

١. جملي جي وچ ۾ واقع ٿيندڙ وقف جون نشانيون:

**ڪاما يا هلڪو دم (،)** - هيءَ وقف جي نشاني 'اُبتي واو' جي شڪل جهڙي هوندي آهي، جا جملي ۾ ڪثرت سان استعمال ٿيندي آهي، ۽ اها سڀني نشانين ۾ اهميت واري هوندي آهي. ڪاما يا هلڪي دم استعمال ڪرڻ جو مقصد جملي کي ننڍن ننڍن ڀاڱن ۾ ورهائي، ان جو مطلب ظاهر يا واضح ڪرڻ هوندو آهي.

---

نوٽ: عربي ۽ فارسيءَ ۾ وچ واريون وقف جون نشانيون استعمال ڪونہ ٿينديون آهن. سنسڪرت ۾ اڌ دم لاءِ '।' ۽ سڄي دم لاءِ '।।' نشانيون استعمال ٿينديون آهن.

ڪاما يا هلڪي ڏم جو استعمال هيٺين حالتن ۾ ٿيندو آهي:

ا. جملي ۾ هڪ کان وڌيڪ سلسليوار لفظن، اصطلاحن ۽ جملي جي ڀاڱن کي ڪاما يا هلڪي ڏم جي ذريعي الڳ ڪبو آهي، ۽ اهڙي سلسلي جي پوئين لفظ يا ڀاڱي جي اڳيان حرف عطف ايندو آهي، مثلاً:

اسان جي ملڪ ۾ ڪڻڪ، چانور، جوئر، مڪئي، ڪپهه ۽ ڪمند جي پوک ٿيندي آهي.

*

عورت جو مکيه ڪم آهي رڌڻ پچائڻ، سبڻ، ٻارن جي پرورش ڪرڻ، گهر جو انتظام سنڀالڻ ۽ پنهنجي خاوند جي خدمت ڪرڻ.

*

اورنگزيب نيڪ، ايماندار، رحمدل ۽ عادل بادشاهه ٿي گذريو آهي.

*

اسان، توهان ۽ ٻيا سڀ هڪ ئي خدا جا خلقيل آهيون.

*

صبح شام، ڏينهن رات، ويٺي ۽ سمهي الله کي ياد ڪرڻ گهرجي.

ب- سلسلي وار لفظ يا اصطلاح، جي حرف عطف سان ڳنڍيل هجن، تن ۾ ڪاما يا هلڪو ڏم استعمال نہ ڪجي، مثلاً:

زخمي اٿ پيو ڦيرائيون کائي ۽ ليٽي ۽ رڙي.

ت- جملي ۾ افتتاحي لفظ يا اصطلاح ڪاما جي ذريعي باقي لفظن کان الڳ ڪري بيهاربا آهن، مثلاً:

ڏڪار جا ماريل، ڪڪرن جي ڪڙڪاٽ تي ماڻهو خوشيون ڪرڻ لڳا.

*

مت جا موڙها، ڪيترائي ڳوٺاڻا شهرن ۾ نوڪرين جي ور
چڙهي ويندا آهن.

ث- فعل معطوفي يا اسم حاليه جي لفظن جي سلسلي ۾ به
ڪاما يا هلڪو دم استعمال ٿيندو آهي، جيئن هيٺ ڪن
مثالن ۾ ڏيکاريل آهي:

اقبال هر روز صبح جو وضوءِ ڪري، نماز پڙهي،
قرآن مجيد جي تلاوت ڪري ۽ ماني کائي پوءِ اسڪول
ويندو آهي.

*

سياري جي ٿڌي خوفناڪ ۽ اونداهي رات ۾، هو ٿڙڪندو،
ڇرڪندو، ٿڙندو ڌاٻڙندو ۽ ڌڪا کائيندو وڃي ڪنهن
ڳوٺ کي ويجهو ٿيو.

*

معاشري ۾ اٿندي وهندي ۽ ڳالهه ٻولهه ڪندي
ادب ۽ اخلاق کي ڌيان ۾ رکجي.

ج- مرکب جملن جي ڀاڱن کي ڪاما ڏيئي الڳ
ڪبو آهي، ۽ اهڙي حالت ۾ ڪاما حرف عطف کان اڳ
اچڻ گهرجي، مثلاً:

ڪڪر مڙي آيا آهن، ۽ اجهو ٿو مينهن وسي.

*

لئبرريءَ ۾ ڪتاب ته گهڻائي موجود آهن، پر پڙهڻ
وارو ڪو ڪونهي.

اهڙي مرکب ترڪيب، جنهن ۾ حرف عطف ڪم آيل
هجي ۽ اها فاعل يا خبر ٿي ڪم اچي، تنهن ۾ ڪاما
استعمال نه ڪجي، مثلاً:

چور دروازو اندران بند ڪيو، ۽ ڪنجون هٿ ڪري
کيٽ کولڻ لڳو. (هتي ڪاما نه ڏيڻ گهرجي)

صحيح جملو هيئن ٿيندو: چور دروازو بند ڪري ۽ ڪُنجون هٿ ڪري ڪپهٽ ڪولڻ لڳو.

ح- بياني جملي جي مختلف ڀاڱن کي هلڪي دم جي ذريعي ورهائبو آهي، مثلاً:

قلعي جي ديوار ويهه هزار فوٽ ڊگهي، پنج فوٽ ويڪري، ۽ چاليهه فوٽ اوچي آهي.

*

مينهن آئي بر وُٺا، ڳاهه آپريا، وڻ ٽڻ ساوا ٿيا، ترايون ۽ تل پريا، ۽ سنگهار سرها ٿيا.

*

حڪومت جيڪڏهن مخلص هوندي، هرهڪ جي حقن جي حفاظت ڪندي، ۽ رعيت کي خوش رکندي، تہ اها مستحڪم ۽ مضبوط ٿيندي.

خ- شرطي جملن يا ضمير موصول ۽ جواب موصول وارن جملن جي ڀاڱن کي ڪاما ڏيئي الڳ ڪبو آهي، مثلاً:

جيڪڏهن تون ٻاهر ٻاڦ نہ ڪڍين، تہ مان توکي پنهنجو راز ٻڌايان.

*

تون ڪٿي ڪيتري بہ ڪوشش ڪندين، تہ بہ پنهنجي ارادي کان نہ ڦرندس.

*

جيڪو بہ مون وٽ آيو پئي، تنهن کان پئي ڏس پنڌ پڇيم.

*

'اهو ڪجهہ ڪجي، جو آئيءَ ويل ڪم اچي.'

د- جملي جي انهن لفظن يا ڀاڱن کي ڪاما جي وسيلي الڳ ڪجي، جيڪي ضروري سمجهاڻي يا وضاحت لاءِ استعمال ڪيا وڃن، مثلاً:

ڪراچي، سنڌ جي گادي، پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي.

*

فرزانه، ثمينه جي ڀيڻ، هڪ نهايت ذهين ڇوڪري آهي.

ذ- معترضه جملي کي هميشه ڪاما سان الڳ ڪبو آهي، مثلاً:

سلطانه رضيه، خدا مٿس رحمت ڪري، ڏاڍي عقلمنديءَ ۽ مردانگيءَ سان حڪومت هلائي.

*

تنهنجو ڇوڪرو، الله ڏينهن ڏئيس، ڏاڍو سلڇڻو آهي.

*

توهان، مان سمجهان ٿو، منهنجي پيءُ جا پراڻا دوست ٿا ڏسجو.

*

هو، خدا نه ڪري، ڪنهن مصيبت ۾ نه هوي.

ر- متضاد جنس يا معنيٰ وارن لفظن کي ڪاما جي ذريعي جدا ڪبو آهي، مثلاً:

عورت هجي يا مرد، پوڙهو هجي يا جوان، مسڪين هجي يا مالدار ۽ سگهو هجي يا هيڻو، مڙني کي زندگيءَ جي ڏک ڏوڙ ۾ شامل ٿيڻو پوي ٿو.

*

صبح هجي يا شام، ڏينهن هجي يا رات ۽ روشني هجي يا اونداهي، انڌي جي لاءِ مڙئي ساڳي ڳالهه آهي.

*

ڏک توڙي سک ۾، بيماريءَ توڙي توانائيءَ ۾ ۽ مشغوليءَ توڙي واندڪائيءَ ۾ دل کي ذڪر فڪر کان خالي نه رکجي.

ز- ظرفي لفظن ۽ اصطلاحن کي ڪاما سان الڳ ڪبو آهي، مثلاً:

ها، مان تنهنجي مدد ڪندس.

*

نه نه، مان اها ڳالهه ڪنهن کي نه ٻڌائيندس.

*

ويچاري، شرم کان، ڪنڌ ڪٺي هيٺ ڪيو.

مرڪب جملن ۾ ظرفي لفظن کي سيميڪولن يا اڌ دم اچڻ ڪانپوءِ ڪاما ڏبي آهي، جيئن هيٺين مثالن ۾ ڏيکاريو ويو آهي:

وقت اچي ڀريو آهي، پوءِ، تنهنجي ڇا مرضي آهي؟

*

مون تو سان وعدو ڪيو آهي، البت، اهو ڪم ڏکيو آهي.

ڪي صفتون ظرفي صورت ۾ استعمال ٿينديون آهن، جن جو بيان اڳ اچي چڪو آهي. اهڙا ڪي لفظ، مثلاً: ڀهريون، ٻيو ۽ ٽيون وغيره، جي جملي ۾ سلسلي طور استعمال ٿيندا، ته هرهڪ جي پٺيان ڪاما ايندي، مثلاً:

منهنجي نه اچڻ جا ڪي سبب آهن: پهريون، ته ماڻهو گهٽا هئا، ٻيو، ته ڪندڪي ڏاڍي هئي ۽ ٽيون، ته مون کي گهٽڻ ماڻهن ۾ مونجهه ٿيندي آهي.

جملي ۾ حرف عطف، جهڙوڪ: تہ، تنهنڪري، پر، ڇاڪاڻ ته، ڇوجو، مگر وغيره جي اڳيان ڪاما ايندي آهي، مثلاً:

ماڻهو چون ٿا، پر مون کي اعتبار نٿو اچي.

*

بيماري عام ٿي پيئي آهي، ڇوجو ڪاڏي جون شيون نج نٿيون ملن.

*

امتحان اچي ويجهو پيو آهي، تنهنڪري مان وڌيڪ وقت ترسي نہ سگهندس.

س- صفت جا اهي لفظ، جي موصوف جي ٻويان اچن، تن کي ڪاما ڏيئي الڳ ڪبو آهي، مثلاً:

هاٿي، مست ۽ ڪاوڙ ۾ پريل، ماڻهن جي ميڙ ۾ ڪاهي پيو.

*

گلاب جو گل، سهڻو ۽ خوشبوئدار، هرڪنهن کي پسند هوندو آهي.

جملي ۾ فاعل، مفعول يا مجرور اسمن سان لاڳاپو رکندڙ لفظن کي ڪاما جي ضرورت نہ هوندي آهي، مثلاً:

گندي پاڻيءَ جون nاليون ڍڪيل هئڻ گهرجن.

*

سياري جي اس وڻندي آهي.

*

ڪڪرن سان ڇانيل آسمان مان سج جا سونهري ڪرڻا جهاتيون پائي رهيا هئا.

ش- جملي ۾ احساس ظاهر ڪندڙ لفظن جي پٺيان ڪاما ايندي آهي، مثلاً:

الله ڪري، مان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيان!

*

مار، مون تہ يقين ئي نٿي ڪيو!

*

هاءِ هاءِ، منهنجون سڀ اميدون خاڪ ۾ ملي ويون!

*

واهہ واهہ، بيشڪ تون مڙس آهين!

*

آنهن، مان تہ ڪين نهاريندس ئي ڪونہ!

ص- جملي ۾ ڪڏهن ڪڏهن لفظن يا عبارت کي حذف ڪري ڇڏبو آهي ۽ اهڙن ڇڏيل لفظن جي جاءِ تي ڪاما ڏبي آهي، مثلاً:

سياري ۾ ٿڌ گهٽي ٿيندي آهي ۽ اونهاري ۾، گرمي.

*

انسان مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهي ۽ شيطان، باهه مان.

*

دنيا ڪافر لاءِ آهي ۽ آخرت، مومن لاءِ.

پهرئين جملي جي ٻئي ڀاڱي ۾ به لفظ 'گهٽي ٿيندي آهي' استعمال ٿيڻ گهرجن، پر فني اعتبار کان، يعني عبارت کي مختصر ڪرڻ ۽ تڪرار کان بچڻ خاطر انهن کي حذف ڪيو ويو آهي ۽ انهن جي بدران هلڪو دم ڏنو ويو آهي، جو مذڪور لفظن جي ترجماني ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ٻئي جملي ۾ 'پيدا ٿيو آهي' لفظن کي ورجائڻ بدران ڪاما ڏني وئي آهي. ٽئين جملي ۾ فعل 'آهي' حذف ٿيل آهي، جنهن جي جاءِ تي ڪاما آيل آهي.

ض- ندائي يا خطابي لفظن جي پٺيان هميشه ڪاما ايندي آهي، مثلاً:

ادا، اوهان سان ملي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون.

*

اي انسان، تون پنهنجو قدر سڃاڻ.

*

يا الله، اسان کي نيڪ بڻجڻ جي توفيق عطا ڪر.

*

عزيزو ۽ دوستو، اوهان کي هميشه حق جي حمايت ڪرڻ گهرجي.

خط يا درخواست ۾ خطابي يا مرحبائي لفظن جي پٺيان ڪاما ايندي آهي، مثلاً:

پيارا پاڻ، خوش هجو شال.

*

جناب اُستاد صاحب، منهنجي ٽن ڏينهن جي موڪل منظور ڪرڻ فرمائيندا.

ط- مڪالمي يا گفتگوءِ ۾ ڳالهائيندڙ کي ڪاما ڏيئي علحدو ڪبو آهي، مثلاً:

سرور ٻڌايو، ته بچاءُ بند ڀڄي پيو آهي.

*

وزير اعظم يقين ڏياريو، ته ملڪ کي خوشحال، مضبوط ۽ طاقتور بڻايو ويندو.

*

خليفي باغائيءَ کان پڇيو، "تنهنجي سالاني آمدني ڪيتري آهي؟"

باغائي ورائيو، "حضور، بس پڇن جو گذران سس ٿئي ٿو."

ظ- ائڊريس ۾ شهر ۽ ملڪ جو پتو ڏجي ته شهر کي ڪاما جي رستي جدا ڪجي، مثلاً:

حيدرآباد، سنڌ.

تاريخ لکڻ ۾ مهينو ۽ ڏينهن سال کان ڪاما ڏيئي جدا ڪجي، مثلاً:

٧ جنوري، ١٩٨٧

**سيميڪولن يا اڌ دم (؛)**- سيميڪولن يا اڌ دم جملي جي اُنهن ڀاڱن کي جدا ڪندو آهي، جي ترڪيب ۽ معنيٰ جي لحاظ کان مڪمل ۽ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن. سيميڪولن اهڙي وقفي يا ٻيهڪ جي نشاني هوندي آهي، جا پوري دم کان ڪجهه گهٽ ۽ ڪاما کان وڌيڪ يقين ڪرڻ واري هوندي آهي.

سيميڪولن هيٺين حالتن ۾ استعمال ٿيندو آهي:

ا. سيميڪولن اهڙي مرڪب جملي ۾ ڪم ايندو آهي، جنهن جا ڀاڱا حرف عطف سان ڳنڍيل نه هوندا آهن، مثلاً:

ميينهن ڏاڍو ٿو وسي؛ ڇنا مٿئين سڀ وهي چڙيا آهن.

*

جهنگ ۾ سج لهڻ سان اونداهه ٿي ويئي؛ اسان کي رستو هٿ نٿي نه پيو اچي.

ب- جيڪڏهن مرڪب جملي جا ڀاڱا ڏگها هجن يا وقف جي ٻين نشانين سان جدا ٿيل هجن، ته ان حالت ۾ ڀاڱن کي ڳنڍيندڙ حرف عطف جي اڳيان سيميڪولن ڏيئي سگهجي ٿو، مثلاً:

ڳالهائيندا ٻولائيندا، ٻئي جڻا وچي اسٽيشن تي پهتاسون؛ پر جيسين گاڏي اچي، اخبارون ولي پڙهڻ لڳاسون.

*

رات جو اچا اسان نڪتاسون ئي مس، ته اچي مينهن ڪڙڪيو؛ سو اسان جا سمورا ڪپڙا پُسي پيا.

ت- حرف عطف جي اهڙن لفظن جي اڳيان سيميڪولن ايندو، جي ظرفي معنيٰ ڏيندا هجن ۽ مرڪب جملي جي ڀاڱن کي ڳنڍيندا هجن، جهڙوڪ: تنهنڪري، البت، ته پوءِ، تنهن هوندي به ۽ نيٺ وغيره، مثلاً:

هاڻي سج لهڻ تي آهي؛ تنهنڪري، اسان کي هاڻ گهرجي.

*

هو ته مڃي ئي نه پيو؛ نيٺ، ڪجهه ڏئي وٺي جند ڇڏائي آيس.

ث- جملي جي انهن ڀاڱن کي سيميڪولن ڏيئي جدا ڪبو آهي، جنهن ۾ عبارت جي سلسليوار لفظن کي ڪاما ڏنل هجي، مثلاً:

ميٽنگ ۾ سوسائٽيءَ جا هي عهديدار چونڊيا ويا: گل محمد، صدر؛ رحيمداد، نائب صدر؛ الهڏتو، سيڪريٽري؛ ۽ ڪريم بخش، خزانچي.

*

اسان جي انجمن جا خاص مقاصد هي آهن: جي غريب ۽ يتيم هجن، تن جي مالي مدد ڪرڻ؛ جن جو پاڻ ۾ جهڳڙو هجي، تنهن کي نبيرڻ؛ ۽ جن جو جائز ڪم ڪٿي ڦاٿل هجي، تنهن کي سرانجام ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

**ڪولن يا ڊم (:)**- ڪولن يا ڊم جو استعمال هيٺين حالتن ۾ ٿيندو آهي:

١. جڏهن شين جو تفصيل، انهن جي فهرست يا ياداشت ڏيئي هوندي آهي، مثلاً:

انسانن تي ٽن قسمن جا حق آهن: الله جا، انسانن جا ۽ نفس جا.

*

پنج وقت نماز فرض آهي: فجر، ٻپهري، ٽپهري، سانجهي ۽ سومهڻي.

*

هيٺيان شهر چا ڪان مشهور آهن:

ڪشمور، نصرپور، هالا.

*

سوسائٽيءَ جي فنڊ مان هيٺيان ڪم ڪيا ويا آهن:

غريب شاگردن کي اسڪالرشپ ڏني ويئي آهي؛ يتيمخاني ۾ کاڌو ۽ ڪپڙو ورهايو ويو آهي؛ بيوهه عورتن کي امداد ڏني ويئي آهي؛ ۽ ڪجهه رقم ڏڪاريل ماڻهن لاءِ رکي ويئي آهي.

ب- جڏهن ڪنهن جي قول، بيان يا تقرير جو حوالو ڏنو آهي، مثلاً:

شاهه صاحب فرمايو آهي: نيڻهن جي حقيقت نهائينءَ کان سکڻ گهرجي، جيڪا اندر ۾ پيئي پچي ۽ ٻچري ۽ پر ٻاهر ٻاڦ نه ٿي ڪڍي.

*

ڳالهه ڪندا آهن: هڪڙو بادشاهه ساري عمر تخت تي نه ويٺو، پر زمين تي ويهي حڪمراني ڪندو هو.

*

ملڪ جي صدر تقرير ڪندي چيو: عوام کي گهرجي، ته توري ٿوري ڳالهه تي برهم نه ٿين ۽ صبر کان ڪم وٺن، ۽ همت ۽ حوصلي جو مظاهرو ڪن.

ت- جڏهن جملي ۾ ڪنهن عبارت يا بيان جي تصديق ۾ ڪو جامع اصول يا دليل ڏنل هجي، مثلاً:

سنهنجو دوست بازار ۾ هليو، ته حساب ڪرڻ ئي نه اچيس. نيٺ اڌائي روپيه وڌيڪ ڏيئي اچي گهر نڪتو: علم کانسواءِ اوندهه آهي.

*

ٻاهر وڃي نفعو ته چڱو حاصل ڪيائين، پر گهر ٻار سڀ برباد ٿي ويس: اهو سون ئي گهوريو جو ڪن ڇني.

**ڊَيش يا ننڍي ليڪ (-)**. ڊَيش يا ننڍي ليڪ هيٺين حالتن ۾ استعمال ٿيندي آهي:

١- جملي جي هلندي بيان ۾ اوچتو ٻيو ڪو خيال ظاهر ڪيو وڃي يا ان جي سلسلي کي ٽوڙي ڪا ٻي ڳالهه ڪئي وڃي ته ان جي اڳيان ڊيش استعمال ڪجي، مثلاً:

مريم ماءُ سان پئي ڳالهايو- آخر ڪهڙو سبب آهي، جو مائٽن ۾ سچ چوڻ جي جرأت نٿي ٿئي.

*

مان تہ توکي سھڻي صلاح ڏني-يار، تون تہ کو عجيب شخص آھين.

*

ب- ڪنھن واقعي بابت خيال يا راءِ ظاھر ڪرڻ کان اڳ ڊَيش ڏبي آھي، مثلاً:

ھڪڙي جوان ھام ھڻي، تہ ھو اڪيلو دنيا جي چوڌاري چڪر لڳائيندو-۽ ھن ائين ڪري ڏيکاريو.

*

دنيا جي گذريل وڏي لڙائيءَ ۾ ائٽم بم تباھي مچائي ڇڏي-انسان ڪھڙو نہ سخت دل ۽ بيرحم ٿي پيو آھي.

ت-جملي ۾ بيان يا عبارت جي وضاحت ۾ جيڪڏھن ڪي لفظ يا اصطلاح استعمال ٿين، تہ انھن جي اڳيان ڊَيش ايندي، مثلاً:

بس گھڻو سامان ڪونھي-ھڪڙي پيتي، ھڪڙو بسترو، ۽ ھڪ چٽي.

*

اسان شاديءَ ۾ ٿورا ماڻھو گھرايا آھن-پنھنجا ويجھا مائٽ، خاص دوست، ۽ ڪي چاڻ سڃاڻ وارا ڪامورا.

*

قرآن-مسلمانن جو ديني ڪتاب-عربي ٻوليءَ ۾ آھي.

*

ھماليہ-دنيا جو اتاھون جبل-سڄو سال برف سان ڇانيو پيو ھوندو آھي.

ٿ- جملي ۾ عبارت جي لفظن يا اصطلاحن جي سلسلي کي ڊَيش ڏيئي، پڇيان ان جو خلاصو پيش ڪبو آھي، مثلاً:

هو ٽپو ڏيئي پٽ تي چڙهيو، اندر وڃي دروازو کوليائين، ۽ ٻنڊ ٽيل ماڻهن کي ٻاهر ڪڍيائين- اهو سڀ ڪجهه هن اک ڇنڀ ۾ ڪري ورتو، نه ته ڪيترين جانيون ضايع ٿين ها.

*

شين جي گهٽ پيدائش، ذخيره اندوزي، ۽ گهرج ۾ اضافو- اهي مهانگائيءَ جا مکيه ڪارڻ آهن.

ج- جملي ۾ انهن لفظن کي ڊيش جي ذريعي الڳ ڪبو آهي، جيڪي غير ضروري هوندا آهن، ۽ عبارت ۾ خلل وجهندا آهن، مثلاً:

تون درياهه جي ڪپ تي پهچندين- ڊيان ڏيئي ٻڌ- توکي پار پهچائڻ لاءِ ٻيڙي ملندي.

*

تو ڪافي عرصو ڪم ڪيو آهي- ڪيئن، سمجهين ٿو نه- هاڻي توکي آرام ڪرڻ گهرجي.

## ڏنگيون ليڪون (( )) ۽ بياني ليڪون ([ ])-

الف- جڏهن ڪنهن جملي ۾ معنيٰ يا اشاري طور ڪي لفظ ڪتب آڻبا آهن، ته اهي ڏنگين ليڪن جي وچ ۾ رکبا آهن، مثلاً:

سوڊاني ماڻهو (حبشي) رنگ جا ڪارا ٿيندا آهن.

*

سکر براج (پاڻيءَ جو بند) سنڌ جي زراعت لاءِ هڪ وڏو وسيلو آهي.

ب- جملي ۾ ڏنل وضاحت يا سمجهاڻي، جنهن جو جملي ۾ مکيه عبارت سان گهاٽو تعلق نه هجي، ۽ جنهن ڪانسواءِ جملو گرامر جي لحاظ کان مڪمل هجي، تنهن کي ڏنگين ليڪن ۾ وجهجي، مثلاً:

منهنجو پٽ (هاڻي خير سان جوان ٿيو آهي) ننڍي هوندي مون کانسواءِ رهي نہ سگهندو هو.

*

منهنجو دوست گذريل عيد جي ڏينهن (ويچارو ڪيترو عرصو بيمار رهيو) گذاري ويو.

ت ــ جملي ۾ ڪو انگ يا ڪا رقم تصديق خاطر ڄاڻائجي، تہ اها ڏنگين ليڪن ۾ وجهجي، مثلاً:

سيٺ پنهنجي منشيءَ کي پنجويهہ هزار (٢٥٠٠٠) روپيہ بئنڪ ۾ جمع ڪرائڻ لاءِ ڏنا.

*

دستاويز ۾ ڪل رقم ١،٧٥٠٠٠ (اکرين هڪ لک پنجهتر هزار) روپيہ ڏيکاريل آهي.

*

ٿ ــ جملي ۾ ڏنگين ليڪن ۾ ڏنل عبارت جي لاءِ وضاحت جي ضرورت هجي، تہ اها بياني ليڪن ۾ وجهجي، مثلاً:

مون دڪاندار کي چيو، تہ پيسا تمام گهٽا آهن (پنجاهہ روپيہ [٥٠.-. روپيہ] قيمت ٻڌايائين)، ڪجهہ نہ ورتم ۽ موٽي آيس.

*

دنيا ۾ جيتري قدر آدم وڌي رهيو آهي (انسان جي تخليق [روزمرهہ جو اضافو] تہ قدرتي امر آهي)، اوتري قدر موت جي رفتار بہ تيز ٿي ويئي آهي.

*

اقتباس يا واڪ جي نشانين جي اندر انهي عبارت کي بياني ليڪن ۾ وجهجي، جيڪا ڄاڻايل قول جو حصو نہ هجي، مثلاً:

اجلاس ۾ هڪ آزاد ميمبر چيو: ”اسان جو ملڪ تڏهن صحيح معنيٰ ۾ آزاد رهندو ۽ ترقي ڪندو، جڏهن الله جي احڪامن [قراني دستور] موجب عمل ڪيو ويندو.“

*

خليفي پنهنجي خطاب ۾ چيو: ”ماڻهن کي بنا ڪنهن ڊپ ڏاءِ جي [خوف فقط خدا جو هجي] اخلاص ۽ ايمانداريءَ سان پنهنجو فرض ادا ڪرڻ گهرجي.“

ج - حسابي ڪم ۾ عام طرح ڏنگين ليڪن ۽ بياني ليڪن جو استعمال گهٽ ٿيندو آهي، انهن کي بعضي ضرب جي نشانيءَ طور ۾ استعمال ڪبو آهي، مثلاً:

١ ............... $2\left(\frac{1}{2}+\frac{1}{4}\right)$

٢ ............... $\left(\frac{1}{3}+\frac{1}{5}\right)\left(\frac{1}{3}+\frac{3}{4}\right)$

٣ ............... $\frac{9}{26}\left[\frac{5}{9}+\frac{2}{9}\left(\frac{3}{4}-\frac{5}{23}\right)\right]$

٢- جملي جي آخر ۾ ايندڙ نشانيون:

پورو دم: ( . )

سوال جي نشاني: ( ؟ )

احساس جي نشاني: ( ! )

**پورو دم (.)**- جملي ۾ ڪا عبارت يا ڪو بيان ختم ٿيندو آهي، ته پڇاڙيءَ ۾ پورو دم ڏبو آهي، مثلاً:

اسان جو ملڪ معدني شين جي خزانن سان ڀرپور آهي.

*

سيالڪوٽ ۾ راندين جو بهترين سامان ٺهندو آهي.

انگريزيءَ ۾ خاص طرح، لفظن جون مقصّر يا مختصر صورتون استعمال ٿينديون آهن، جن جي پٺيان پورو دم ڏنو ويندو آهي. اهڙو رواج ڀي ڪنهن عام ٻوليءَ ۾ نه آهي، البت سنڌيءَ ۾ بعضي، ماڻهن جا نالا يا انهن جون علمي لياقتون انگريزيءَ جي طرز تي لکيون وينديون آهن، مثلاً:

ايم . ڪي . عباسي،

ايم . اي . ، پي . ايچ . ڊي

*

مملڪتي وزير يو. اين . او . ۾ ملڪ جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ ويل آهي.

**سوال يا استفهام جي نشاني (؟)**- جنهن جملي ۾ ڪا ڳالهه پڇيل هوندي آهي، تنهن جي آخر ۾ استفهام يا سوال جي نشاني ڏبي آهي، مثلاً:

انسان جي جسم ۾ رت ڪيئن ٿو ٺهي؟

*

شيشو ڇا جو ٺهيل آهي ۽ ڪهڙي ڪم ايندو آهي؟

*

آبهوا جو مدار ڪهڙين ڳالهين تي هوندو آهي؟

**احساس جي نشاني (!)**- جنهن جملي ۾ آرزو، عجب افسوس، ساراهه يا نفرت جو اظهار ٿيل هجي، تنهن جي آخر ۾ احساس جي نشاني ايندي آهي. ان کي تاثر جي نشاني به چئبو آهي، مثلاً:

الله ڪري، شل منهنجي ٻچاڙي سرهي ٿئي!

*

سمنڊ ڪيترو نه اونهو آهي، جو ان ۾ جبل جيڏا جهاز ٿا ترن!

*

جو ٻار ننڍي هوندي يتيم ٿو ٿئي، سو ڪيڏن نه ڏکن ۾ ٿو پلجي!

*

آهه، هڪ نيڪ ۽ معتبر عالم جو موت دنيا لاءِ ڪيڏو نه نقصان آهي!

*

واهه، حياتي ڪهڙي نه وڻندڙ ۽ پياري آهي!

*

ڪڏهن ۾ پوي، ٻيڙي بلا ٺري چڱي آهي!

**اقتباس يا واڪ جون نشانيون (" ")**- اصطلاح ۽ اقوال، پهاڪا ۽ چوڻيون، يا ڪنهن جو چيل قول يا الفاظ، هوبهو تضمين طور، جڏهن ڪنهن جملي يا عبارت ۾ ڪم آڻبا آهن، ته

انهن ڪـي اقتباس يـا واڪ جون نشانيون ڏيئي پڌرو ڪبو آهي، مثلاً:

شاهه صاحب فرمائي ٿو: "ذات نـه آهي ذات تي، جو وهي سو لهي."

*

سچل سائين جو قول آهي: "پيون سـڀ ڪوڙيون ڳالهيون سچا، سچو عشق السّتي."

*

سيائڻ چيو آهي: "وت ڪان وڏيڪ وک نـه کڻجي."

*

هڪ بزرگ تقرير ڪندي چيو: "نالي ۽ نسل تي ناز ڪرڻ، سوڀيا ۽ مايا تـي مغرور ٿيڻ، اڻ هوندي اسباب تـي آسرو ڪرڻ، بي بنياد ڳالهين تـي اعتبار ڪرڻ ۽ الله ـکـي ڇڏي انسانن تي ڀروسو ڪرڻ نادانن جو ڪم آهي."

## ٢١- تقويم يا جنتري يا ڪئليڊر

قـدرت جـي ڪارخاني ۾ وقت جـو تعين يـا حدبندي انسان جـي زندگيءَ لاءِ نهايت ضروري آهـي، جنهن کانسواءِ زندگي هوند بي معنيٰ ٿي پوي ها. انسان کـي هر قـدم تـي وقت جي ضرورت پوي ٿـي، ۽ انهيءَ ڪري خـداونـد تعاليٰ خود وقت جي تجديد ڪئي آهي، جهڙوڪ: سال جو مدو، مهينن جو تعداد ۽ ڏينهن جي ڦيرڦار وغيره. سج ۽ چنڊ خود انهيءَ وقت جي تعين لاءِ بنا تبديل ۽ تعطل جي هميشه گردش ۾ رهن ٿـا.

هرهڪ سال، بلا استثنيٰ، ٻارنهن مهينن جو ٿيندو آهي. تاريخ جي لحاظ کان سال کي سن چيو ويندو آهي. اسان جي ملڪ ۾ ٻه سن استعمال ٿيندا آهن:

١. اسلامي يا هجري سن.

٢. عيسوي سن.

اسلامي يا هجري سن **هجرت** کان شمار ڪيو ويندو آهي. هجري سن عيسوي سن مطابق ١٨ جولاءِ ٦٢٢ کان شروع ٿئي ٿو. هجري سال جي هر مهيني جي شروعات چنڊ ڏسڻ سان ٿيندي آهي، انهيءَ ڪري ڏينهن جو تعداد هڪ ڪرو نه هوندو آهي - ڪنهن مهيني ۾ ٽيهه (٣٠) ڏينهن ٿين ته ڪنهن ۾ اوڻٽيهه (٢٩). انهيءَ حساب سان سال ۾ اٽڪل ٣٥٤ ڏينهن ٿين ٿا، مگر انگريزي ڪئلينڊر موجب سال ۾ ڪل ٣٦٥ ڏينهن ٿيندا آهن، ۽ هر مهيني جي ڏينهن جو تعداد مقرر هوندو آهي، اهڙيءَ طرح جو هڪ مهيني ۾ ايڪٽيهه (٣١) ڏينهن ٿيندا آهن، ته ٻئي ۾ ٽيهه (٣٠) ڏينهن.

اسلامي مهينن کي قمري مهينا به چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته مهينن جو حساب چنڊ ڏسڻ سان ٿيندو آهي. اسلامي سال **محرم** کان شروع ٿيندو آهي.

اسلامي مهينا:

| | |
|---|---|
| ١- محرم | ٣٠ ڏينهن |
| ٢- صفر | ٢٩ ڏينهن |
| ٣- ربيع الاول | ٣٠ ڏينهن |
| ٤- ربيع الآخر يا ربيع الثاني | ٢٩ ڏينهن |
| ٥- جمادي الاول | ٣٠ ڏينهن |
| ٦- جمادي الآخر يا جمادي الثاني | ٢٩ ڏينهن |

---

نوٽ: اسلامي سال ۽ انگريزي سال ۾ يارهن (١١) ڏينهن جو فرق آهي، ۽ ڇاڪاڻ ته چنڊ جي ڏسڻ سان مهينا مقرر ٿيندا آهن، تنهنڪري مختلف مندن جا مهينا ڦرندا رهندا آهن، مثلاً: محرم جو مهينو ڪڏهن سانوڻ ۾ ايندو آهي، ته ڪڏهن سياري ۾، ڪڏهن سرءُ ۾ ايندو آهي، ته ڪڏهن بهار ۾. اهڙيءَ طرح ٻين مهينن جي وقوع ۾ پڻ ڦيرو ايندو آهي، پر انگريزي سال جي هرهڪ مند جو ميعاد مقرر هوندو آهي.

| | |
|---|---|
| ٧- رجب | ٣٠ ڏينهن |
| ٨- شعبان | ٢٩ ڏينهن |
| ٩- رمضان | ٣٠ ڏينهن |
| ١٠- شوال | ٢٩ ڏينهن |
| ١١- ذي القعدة | ٣٠ ڏينهن |
| ١٢- ذي الحجة | ٢٩ ڏينهن |
| ڪل تعداد | ٣٥٤ ڏينهن |

بعضي مسلمانن جي ڏيتي ليتي هندو واپارين سان هوندي آهي، يا کيتي واڙي ڪندڙ ڪڙ-ي ڪاري هندڪن مهينن ۾ حساب ڪندا آهن. هندڪي سال جا مهينا وڪرماجيت جي زماني کان شمار ۾ ايندا آهن، جنهن کي سنبت چئبو آهي، جو عيسوي سن کان اٺڪل ستونجاهه (٥٧) سال پوءِ شروع ٿئي ٿو ۽ ان جو پهريون مهينو ڪَتِي ليکجڻ ۾ ايندو آهي، يا وري ٧٨ عيسويءَ کان، جنهن کي شاليوان چئبو آهي، جنهن جو پهريون مهينو چيٽ ليکيو ويندو آهي.

هندڪو سال ٻه ٻارهن مهينن ۾ ورهايل هوندو آهي؛ ۽ هرهڪ مهيني ۾ پورا ٣٠ ڏينهن هوندا آهن. هرهڪ مهينو وري ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل هوندو آهي: ڏِنڪَس ۽ ڏِيَڄُ، پهرئين اڌ کي چون سُدِي ۽ ٻوئين کي چون بَدِي. تاريخ کي تٿ چوندا آهن.

هندن ۽ عيسائين جو سال شمسي مهينن ۾ ورهايل هوندو آهي.

نوٽ: مٿي ڄاڻايل اسلامي مهينن جي ڏينهن جو تعداد اندازاً ڏيکاريو ويو آهي؛ حالانڪ اهو ضروري ناهي، ته هڪڙو مهينو جو ٣٠ ڏينهن جو ڏيکاريو ويو آهي، سو اوترو ئي هر سال رهي ڪڏهن ٢٩ ڏينهن جو به ٿيندو آهي؛ يا وري ٻه مهينا لاڳيتا ٢٩ يا ٣٠ ڏينهن جا به ٿي سگهن ٿا.

هندڪي سال جا مهينا:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- چيٽ | اڌ مارچ | کان | اڌ اپريل |
| ٢- ويساک | اڌ اپريل | کان | اڌ مئي |
| ٣- جيٺ | اڌ مئي | کان | اڌ جون |
| ٤- آکاڙ | اڌ جون | کان | اڌ جولاءِ |
| ٥- ساوڻ يا سيراڻ | اڌ جولاءِ | کان | اڌ آگسٽ |
| ٦- ٻَڊو | اڌ آگسٽ | کان | اڌ سيپٽمبر |
| ٧- آسُو | اڌ سيپٽمبر | کان | اڌ آڪٽوبر |
| ٨- ڪَتِي | اڌ آڪٽوبر | کان | اڌ نومبر |
| ٩- ناهري يا منگهرُ | اڌ نومبر | کان | اڌ ڊسمبر |
| ١٠- پوهه | اڌ ڊسمبر | کان | اڌ جنوري |
| ١١- مانگهه | اڌ جنوري | کان | اڌ فبروري |
| ١٢- ڦاڳڻ يا ڦڳڻ | اڌ فبروري | کان | اڌ مارچ |

مندن کي هڪڙو رکڻ لاءِ هندو ڇهن ڇهين سال هڪ مهينو گڏيندا آهن، جنهن کي لُنڊ يا اڌڪ چئبو آهي.

پڙهيل ماڻهو گهڻو ڪري پنهنجو حساب ڪتاب انگريزي مهينن ۾ رکندا آهن. انگريزي سال ٻه ٻارهن مهينن ۾ ورهايل هوندو آهي، جن مان ڪنهن مهيني ۾ ٽيهه ڏينهن ته ڪنهن ۾ ايڪٽيهه ڏينهن هوندا آهن؛ پر فبروري مهيني ۾ اٺاويهه (٢٨) ڏينهن هوندا آهن؛ ۽ انگريز چوٿين چوٿين سال هڪ ڏينهن منجهس وڌائي ٢٩ ڪندا آهن.

انگريزي سال جنوري مهيني کان شروع ٿيندو آهي؛ ۽ ان جا مهينا هي آهن:

| | |
|---|---|
| ١- جنوري | ٣١ ڏينهن |
| ٢- فبروري | ٢٨ يا ٢٩ ڏينهن |
| ٣- مارچ | ٣١ ڏينهن |
| ٤- اپريل | ٣٠ ڏينهن |

| | |
|---|---|
| ۵- مئي | ۳۱ ڏينهن |
| ٦- جون | ۳۰ ڏينهن |
| ۷- جولاءِ | ۳۱ ڏينهن |
| ۸- آگسٽ | ۳۱ ڏينهن |
| ۹- سيپٽمبر | ۳۰ ڏينهن |
| ۱۰- آڪٽوبر | ۳۱ ڏينهن |
| ۱۱- نومبر | ۳۰ ڏينهن |
| ۱۲- ڊسمبر | ۳۱ ڏينهن |

سال جو هرهڪ مهينو چئن هفتن جو هوندو آهي ۽ هر هفتو بنا اختلاف ستن ڏينهن تي مشتمل هوندو آهي، البت، ڏينهن جا نالا جداجدا هوندا آهن. مسلمانن ۽ عيسائين ۾ ڏينهن جي شروعات بابت بہ اختلاف آهي. مسلمانن جو هر ايندڙ ڏينهن سج لهڻ کانپوءِ شمار ٿيندو آهي ۽ عيسائين جو اڌ رات گذرڻ کانپوءِ، مثلاً: مسلمانن لاءِ جا جمعہ جي رات هوندي آهي (يعني خميس جي ڏينهن کانپوءِ ايندڙ رات)، سا عيسائين ۽ هندن جي لاءِ خميس جي رات هوندي آهي.

مسلمانن ۽ هندن جي ڏينهن جا نالا بہ نرالا هوندا آهن:

| مسلمانن جا ڏينهن | هندن جا ڏينهن |
|---|---|
| ۰۱ ڇنڇر | ڇنڇر |
| ۰۲ آچر | آڏتوار، آرتر، آرتوار، آئتوار |
| ۰۳ سومر | سومر |
| ۰۴ اڱارو | منگل |
| ۰۵ اربع | ٻُڌَر |
| ۰٦ خميس | وِسپت |
| ۰۷ جُمعہ، جمعو | ٿانور، ٿاورن، شڪر. |

# سنڌي ادبي بورڊ جا ڇپايل ڪي ٻيا ڪتاب

١. جامع سنڌي لغات (ڀاڱو ٢): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
صفحا: ٥٣٠، قيمت: ٥٠-٠٠

٢. جامع سنڌي لغات (ڀاڱو ٣): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
صفحا: ٥٣٠، قيمت: ٥٠-٠٠

٣. سنڌي معلم: ڊاڪٽر غلام علي الانا
صفحا: ١٥٨، قيمت: ٣٠-٠٠

٤. سنڌي زبان جي بنيادي لغت: غلام رباني ۽ ٻيا
صفحا: ٢٢، قيمت: ٤-٠٠

٥. وُتپتي ڪوش: جهمٽ مل نارو مل وسٽائي
صفحا: ٧٢، قيمت: ٤-٠٠

٦. گل شڪر: ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻي
صفحا: ١٢٧، قيمت: ١٢-٠٠

٧. قديم سنڌ جا شهر ۽ ساڻهو: مرزا قليچ بيگ
صفحا: ٤٠٤، قيمت: ٢٥-٠٠

٨. تحقيق لغات سنڌي: ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو
صفحا: ٣٠٠، قيمت: ٣٠-٠٠

ملڻ جو هنڌ

مئنيجر

سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال
اسٽيشن روڊ، ڄامشورو ۽
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

(جي-پي-او باڪس نمبر ١٢، حيدرآباد سنڌ.)

سنڌي ٻوليءَ جو صرف ۽ نحو (٢) • سنڌي ادبي بورڊ

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تـہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمـلَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي تي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَندڙ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَندڙ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)